# Bhuttay Jaa Aakhree 323 Deenhan

# ڀُٽي جا آخري 323 ڏينهن

**ليکڪ : ڪرنل رفيع الدين**

**ترجمه: حسين بادشاھ**

# ڀٽي جا آخري 323 ڏينهن

ڪرنل رفيع الدين


ڇهريون ڇاپو: 2007ع

ڇاپيندڙ: روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو سنڌ

# ٻه اکر

اسپيشل سروس گروپ (ايس. ايس. جي)، جيڪو عام طور ڪمانڊو جي نالي سان مشهور آهي، پاڪستاني فوج جو انتهائي مُک شعبو آهي. جنگ وارن ڏينهن ۾ ڪمانڊو کي انتهائي جوکائتا ۽ ڏُکيا مِشن سونپيا وڃن ٿا، ۽ اَمن وارن ڏينهن ۾ به اُهي پنهنجي جِند تِريءَ تي رکي گهُمن ٿا. هُنن جي فرضن ۾ قومي اڳواڻن جو بچاءُ، ڏيهه ۾ ايندڙ عالمي شخصيتن جي سلامتي، مُک ادارن جي سنڀال، فوجي ۽ انتهائي حساس دفاعي ماڳن جي رکوالي، اندروني ۽ ٻاهرين اُڏامن ۾ جهازن جي اغوا جي امڪاني ڪوشش جي روڪٿام وغيره شامل آهن. مقصد ته اُنهن جانبازن کي جنهن ڪم لاءِ به سڏيو وڃي ٿو، ته اُهي سدائين پنهنجا فرضَ سچائيءَ سان نڀائڻ لاءِ ڦُڙت ۽ چيلهه سان سَندرو ٻَڌل رهن ٿا.

اِها فخر جي ڳالهه آهي، جو منهنجو ناتو به پاڪستاني فوجِ جي اُن مشهور ۽ ڦُڙت شعبي سان رهيو آهي. فوجي زندگيءَ هوندئن به سخت جاکوڙ جي گهُرجائو هُجي ٿي، پر اسپيشل سروس گروپ جا مامرا ويتر ڳنڀير ۽ ڪَٺن هُجن ٿا. فرضَ نڀائڻ مهل، پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ ٿيل جنگين مهل يا امن وارن ڏينهن ۾ انيڪ واقعا اهڙا به سامهون آيا، جيڪي روايتي ڪهاڻين، افسانن ۽ داستانن کان به وڌيڪ وڻندڙ ۽ موهيندڙ آهن. 1978-79ع ۾ مونکي هڪ اهڙي ذميداري سونپي ويئي، جيڪا نازڪ ۽ احتياطَ واري هئڻ سميت بيشڪ وڏي ذميداري به هئي.

لاهور هاءِ ڪورٽ 18 مارچ 1978ع تي، مُحترم ذوالفقار

مَلڪ، جنهن سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جو فرض به نڀايو پئي، ڪمشنر ۽ ڊپٽي ڪمشنر راولپنڊي، سپرنٽينڊنٽ انجنيئر راولپنڊي ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ چوڌري يارمحمد کي اُتي موجود ڏٺو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ ميجر جنرل شاهه رفيع عالم آيو، جيڪو تنهن وقت ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر به هو. اسان سڀني گڏجي جيل ۾ عورتن جو وارڊ گهُمي ڏٺو. جنرل صاحب جيل ۾ تيزيءَ سان ٿيندڙ اڏاوتي ڪم بابت ڪجهه هدايتون ڏنيون ۽ پوءِ گاڏيءَ ۾ ويهي اُتان هليو ويو. پوءِ مونکي بريگيڊ هيڊڪوارٽر گهُرايو ويو، جتي بريگيڊ ڪمانڊر ايم ممتاز مَلڪ منهنجن نون فرضن بابت مونکي خاص هدايتون ڏنيون. تڏهن مونکي پتو پيو، ته محترم ذوالفقار علي ڀُٽي کي 18 مارچ 1978ع تي نواب محمد احمد خان قصوريءَ جي قتل واري ڏوهه ۾ لاهور هاءِ ڪورٽ جي فيصلي ۾ جيڪا موت جي سزا ٻُڌائي وئي هئي، تنهن خلاف سُپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي وئي آهي، تنهنڪري انتظاميا فيصلو ڪيو آهي، ته ٻُڌڻيءَ دوران ڀُٽي صاحب کي ڪوٽ لکپت جيل لاهور کان راولپنڊي جيل منتقل ڪيو وڃي، ته جيئن سُپريم ڪورٽ ۾ ڀُٽي صاحب جي پيشيءَ جو عمل انتظاميا لاءِ سولو بڻجي. انهيءَ مقصد لاءِ ڪجهه وقت اڳ 10 هيڊڪوارٽر راولپنڊي ۽ مارشل لا اختيارين فيصلو ڪيو هو، ته عورت قيدين جي خاص وارڊ کي سيڪيورٽي وارڊ جو رُوپ ڏيئي، سينٽرل جيل راولپنڊيءَ ۾ قيد دوران ذوالفقار علي ڀُٽي جو بچاءُ ۽ سارسنڀال ڪئي وڃي. انهيءَ مقصد لاءِ جيل ۾ ڏينهن رات هنگامي طور سرگرميءَ سان ڪم ٿيو پئي. سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر مونکي ٻُڌايو، ته ڀُٽي صاحب جي قيد دوران

سپرنٽينڊنٽ جيل راولپنڊيءَ جي اڳواٽيءَ ۾ سينٽرل جيل جو موجود اسٽاف؛ ۽

انسپيڪٽر جنرل جيل، سپرنٽينڊنٽ جيل راولپنڊيءَ کي وڌيڪ پنجاھ واربن جي واڌو فورس به موڪلي ڏني.

**پوليس جو کاتو**

ايس ايس پي راولپنڊيءَ جي اڳواٽيءَ ۾ ضلعي پوليس؛

ايس ايس پي راولپنڊيءَ کي پوليس ٽريننگ ڪاليج سهالا کان پنج سؤ سپاهين تي ٻڌل هڪ واڌو پوليس فورس به پهچائي وئي؛ ۽

انسپيڪٽر جنرل ۽ ڊويزنل انسپيڪٽر جنرل جي ريزروَ فورس مان پنج سؤ وڌيڪ جوان به ايس ايس پي راولپنڊيءَ جي ماتحت ڏنا ويا.

**فوجَ جو کاتو**

27 پنجاب ريجمينٽ کي سيڪيورٽي بٽالين طور بيهاريو ويو؛

هڪ ڪمپني ايڪس 3 ايف ايف ريجمينٽ کي اسپيشل ٽاسڪ فورس طور رکيو ويو؛ ۽

بيٽري 94 لائٽ اينٽي ايئرڪرافٽ ريجمينٽ کي اسپيشل ٽاسڪ فورس طور رکيو ويو.

**فرض**

سيڪيورٽي فورس کي هيٺين امڪاني حادثن کي

هڪدم مُنهن ڏيڻ جو مشن سونپيو ويو:

وڏي ڏوهاري ذوالفقار علي ڀُٽي طرفان آپگهات جو اُپاءُ؛

وڏي ڏوهاريءَ جي پاڻي يا کاڌي ۾ زهر مِلائڻ سان جيل ۾

يا جيل کان سُپريم ڪورٽ ايندي ذماڪيدار مادي سان يا

وري جيل کان سُپريم ڪورٽ ايندي ويندي اڳواٽ رٿيل

هيءَ اُهي بچاءَ وارا انتظامَ هئا، جن تي قيد دؤران ڀُٽي صاحب جي بچاءُ کي يقيني بنائڻ لاءِ، کيس سينٽرل جيل راولپنڊيءَ آڻڻ کان اڳ عمل ڪيو ويو. هوتئن هُن جي قيد دؤران نِت نوان اُفواهه ۽ مفروضا جنم وٺندا رهيا، ۽ سندن توڙَ به نڪرندو رهيو. ايئن سمجهڻ ۾ پئي آيو، ڇڻ ذوالفقار علي ڀُٽي جو شخصي ڌهڪاءُ ۽ عوامي مقبوليت جي شديد دهشت چانيل هُجي ۽ اُنهن انيڪ بچاءُ جي اُپائن هوندي به ڪنهن غير امڪاني ۽ اوچتي اُپاءُ سان ڀُٽي صاحب جي بچي نڪرڻ جا ڪيئي امڪان موجود آهن. پٿري ۽ لوهي ديوارن ۽ فولادي ڇتين ۾ قيد هڪ شخص جي نگرانيءَ تي مُقرر هٿياربند جَٿن جي موجودگيءَ هوندي به اسان جون نِنڊون حرام ٿيل هيون. پر ٻئي پاسي جڏهن آئون ڀُٽي صاحب ڏانهن ڏسندو هوس، ته هُو سدائين مونکي لاپرواهه ۽ مؤج ۾ ڏسڻ ۾ ايندو هو.

## قيديءَ جو اچڻ ۽ روزاني ڪار وهنوار

سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر بريگيڊيئر ايم ممتاز مَلڪ 14 مئي 1978ع تي مونکي گهُرايو ۽ ڀُٽي صاحب جي اچڻ تي ڪيل انتظامن تي روشني وڌي. هُن چيو: ڀُٽو صاحب اوچتو ايندو. هُن کي ڪوٽ لکپت جيل لاهور کان هوائي جهاز يا هيليڪاپٽر يا گاڏيءَ ۾ آندو ويندو؛ کيس پاڪستان

ايئرفورس بيس چڪلالا، آرمي ايويئيشن بيس ڌميال يا سهالا ريسٽ هائوس مان ڪنهن هڪ جاء تيِ لاهي سگهجي ٿو. پوءِ اسان پاڻ ۾ مختلف ڳالهين ۽ جاين لاءِ ڪوڊ ورڊ مقرر ڪيا ۽ ڀُٽي صاحب جي مهل ضروري حفاظتي اُپائن تي ڳالهايوسين. فيصلو ٿيو، ته اچڻ جي جاءِ کان سينٽرل جيل راولپنڊيءَ تائين محفوظ سفر جي ذميداري ايس ايس پي راولپنڊيءَ جي هوندي، پر اُن هوندي به مون تي حفاظت جون واڌُو ذميداريون رکيون ويون. تنهنڪري مون اُن سلسلي ۾ گهُربل اُپائن لاءِ پنهنجي ايڊجوٽنٽ ڪئپٽن وقار احمد راجا کي پروسي ۾ ورتو ۽ پنهنجي پلٽڻ جي پهرئين ماڻهوءَ کي اُن سموري حفاظتي گهيري جي پس منظر بابت ٻُڌايو.

16 مئي 1978ع تي رات جو يارهن وڳي ڌاري ٽيليفون جي گهنٽي وڄڻ سان آئون سُجاڳ ٿيس. بريگيڊيئر ممتاز مَلڪ فون تي مونکي هدايتون ڏنيون، ته آئون ٻئي ڏينهن صبح جو پنجين وڳي ”ڏکڻ پاسي کان صوفا سيٽ وٺان.“ مون هڪدم ڪئپٽن وقار کي فون ذريعي ڄاڻ ڏني، ته هُو صبح سوير پنجين وڳين کان ٿورڙو اڳ پنهنجي پارٽيءَ کي ساڻ ڪري ”صوفا سيٽ“ وٺڻ لاءِ ڏکڻ پاسي پهچي ۽ ٻُڌايل طريقي موجب هدايتن تي عمل ڪري. هُن اڳتي پنهنجي ماتحتن کي اهڙيون ئي هدايتون ڏنيون هونديون، ۽ جيئن

فوج ۾ رواج آهي، ته وقت کان گهڻو اڳ رٿيل اُپائن لاءِ تياريون تيزيءَ سان شروع ٿي ويون هونديون؛ پر تيار ٿيندڙن کي اُن ڳالهه جو بلڪل کو پتو نه هو، ته اها سموري تياري ڪهڙي مقصد لاءِ ٿئي پئي. مون صبح جو ڏميال ايئربيس وڃڻ مهل، رستي ۾ پوليس جي حفاظتي انتظامن کي به اک مان ڪڍيو. پنج وڄڻ کان پندرهن منٽ اڳ ڏميال ايئربيس تي پهتس ۽ ڏٺم، ته اُتي ڪئپٽن وقار جي پارٽي پوريءَ ريت تيار ۽ ڦُڙت آهي. سگنل جي سامانَ ۽ اوزارن سان مواصلات جي سرشتي سميت سمورا گهُربل بچاءُ جا انتظام ڪيا ويا هئا. مون ٿورڙو پري هڪ پاسي ڏٺو، ته ڊائريڪٽر جنرل آرمي اينٽيليجنس به صبح جي پَسار واريءَ پوشاڪ ۾ گهُميو پئي.

فوجي هيليڪاپٽر پنج لڳي پنجن منٽن تي لٿو ۽ دروازي کُلڻ تي پُٽو صاحب هڪ پوليس عملدار سان گڏ هيلي ڪاپٽر کان ٻاهر آيو. هُن کي نيري رنگ جو وڳو پاتل هو، ۽ ٿورڙو ٿڪل هوندي به گهڻو ٺاهُوڪو پئي لڳو. قيدين جي هڪ وڏي گاڏي هيلي ڪاپٽر ويجهو آئي ۽ پُٽي صاحب کي اُن ۾ چڙهڻ لاءِ چيو ويو. هُو اِهو ڏسي مچرجي پيو. هُو سپرنٽينڊنٽ پوليس تي ائين ڪَڙڪيو، ڄڻ پاڻُ اڃا تائين مُلڪ جو اڳواڻ هو. هُن پوليس عملدار کي چيو: توکي شرم

اچڻ ڪپي. چا اِن ڪان سُٺي گاڏيءَ جو ڪو بندوبست نه پئي ٿي سگهيو؟
اهڙيءَ ريت، ڪاوڙ ڪان پوءِ هُو قيدي گاڏيءَ ۾ چڙهيو. اوڏيءَ مهل تڪڙ ۾ پرواريءَ آفيس مان هُن جي ويهڻ لاءِ هڪ ڪُرسي آڻي رکي ويئي، ڇوته اُن گاڏيءَ ۾ رُڳو ڪاٺ جا بينچ ئي لڳل هئا. هُن جي ويهندي ئي گاڏيءَ جا دروازا بند ڪيا ويا. مونکي پوءِ پتو پيو، ته ڀُٽو صاحب اُن اَڻنگي ورتاءُ تي ڪاوڙ مان پوليس تي ڇوهه ڇنڊيندو رهيو. هُن چيو: اهڙو ورتاءُ ته جرمنن، يهودين سان به نه ڪيو هوندو. هُو هر پيري اُن ڳالهه تي ڪاوڙجندو رهيو، ته پوليس پنهنجي پياري اڳواڻ سان، جيڪو رُڳو انهن جو نه، پر سڄيءَ ٽئين دُنيا جو اڳواڻ به آهي، تنهن سان ڏاڍو اَڻنگو ورتاءُ پئي ڪري. سِج اُڀرڻ مهل اها گاڏي راولپنڊي جيل ۾ داخل ٿي ۽ ايترو سويل ڪنهن کي به پتو نه پيو، ته رستي تي ڇا پيو ٿئي. گاڏيءَ جي اندر وڃڻ ۽ جيل جا دروازا بند ٿيندي ئي ڀُٽي صاحب کي سيڪيورٽي وارڊ ۾ آندو ويو. سپرنٽينڊنٽ جيل چوڌري يارمحمد کي ڀُٽي صاحب کي سِڌو ڪوٺيءَ ۾ وٺي وڃڻو هو، پر جيئن هُو سيڪيورٽي وارڊ جي اڱڻ ۾ پهتو، ته ڀُٽو صاحب به اُتي بيهي رهيو ۽ لکپت جيل جو سپرنٽينڊنٽ جيڪو ڀُٽي صاحب سان گڏ اُتان آيو هو، ٻاهر ڪُرسيون گهُرائي ويهي رهيا ۽ چاءِ پيئائون. ڀُٽو

صاحب جيل ۾ قيدين جي ڳاڙهيءَ مان جيئن ٻاهر آيو، ته هُن سيڪيورٽي وارڊ جي چوڌاري ڪنڊيدار تارن جي ڍير، نگران مينار ۽ پوءِ اڳڻ ۾ رکيل فوجي ٽيليفون ۽ باقي دفاعي انتظامن جو ڌيان سان مشاهدو ڪيو. ايتري ۾ اختيارين پُڇيو، ته ڇا ڀُٽي صاحب کي سيڪيورٽيءَ جي خاص ڪوٺيءَ ۾ بند ڪيو ويو آهي يا نه؟ اُن ڏس ۾ سپرنٽينڊنٽ جيل کي پنهنجي فرضن بابت ڄاڻ ڏني ويئي. ڀُٽي صاحب جيتوڻيڪ اڱڻ ۾ وڏيڪ ڪجھ گھڙيون ويهڻ پئي گھُريو، پر هُو ڪيس ڪوٺيءَ ۾ وٺي ويو.

اُن ڏينهن يعني 17 مئي 1978ع تي صبح جو ڏهين وڳي ڀُٽي صاحب، سپرنٽينڊنٽ جيل کي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ گھُرايو ۽ اُن سان اڱڻ ۾ رکيل فوجي ٽيليفون، الارم سرشتي جي گھنٽين، جيل وارڊر، جيڪو هُن جي ڪوٺيءَ جي اڱڻ ۾ چوڪيدار طور بيٺل هو، ڪاڪُوس جي دروازي تي عام ڪَدر جي ڪپڙن جا پردا ۽ بجليءَ جا سوئيچ پنهنجي ڪوٺيءَ بجاءِ ٻاهر اڱڻ ۾ هئڻ تي سخت اعتراض ڪيو ۽ مطالبو ڪيائين، ته انهن اعتراضن تي هڪدم عمل ٿيڻ کپي. شايد ڀُٽي صاحب فوجي فيلڊ ٽيليفون ۽ الارم سسٽم جي گھنٽين مان اهو سمجھيو هو، ته انهن ۾ خاص قسم جا اوزار لڳل هوندا، ته جيئن هُن سان ٿيل هر قسم جي ڳالھ ٻولھ ٻُڌي سگھجي. هُن اُهو به نه پئي چاهيو، ته مٿس ڪو سپاهي

پَهرو ڏئي. ڪاڪُوس تي صحيح دروازو هُجي يا ڪنهن قدر چِڪ تي گهري رنگ جو ڪپڙو لڳل هُجي، ته جيئن پردي جو پُورو انتظام ٿئي. هُن چاهيو پئي، ته روشني ۽ بجليءَ جي پنکن جا سوئچ سندس ڪوٺيءَ منجهه هُجن، ته جيئن هُو پنهنجي مرضيءَ سان کين واپرائي سگهي.
پُٽي صاحب کي سخت حفاظتي انتظامن هوندي به ممڪن سهولتون ڏنيون ويون هيون، جيڪي پهرئين درجي جي قيدين کي ڏنل سهولتن کان به وڌيڪ هيون. هتي انهن مان ڪجهه سهولتن کي چاٽائڻ اَٽوٽندڙ نه ٿيندو.

**رهڻ جي جاءِ**

پُٽي صاحب کي ڇهن ڪوٺين تي ٻَڌل هڪ ڏارعمارت (Cell) ۾ رکيو ويو هو، جن ۾ هڪ اگڻ به موجود هو. (عورتَ وارڊ جي اُتر وارين ٻن ڪوٺين کي هڪ مضبوط پِٽ ٿاهي الڳ ڪيو ويو هو). پُٽي صاحب کي هڪ ڪوٺيءَ بجاءِ چار لڳولڳ ڪوٺيون ڏنيون ويون هيون. انهن مان ڪنهن کي به ڪال ڪوٺڙي نٿو ڪوٺي سگهجي، ڇوته اُهي ڪوٺيون صاف سُٿريون، روشن ۽ هوادار هيون. ڇئن ڪوٺين تي ٻَڌل اُن مختصر عمارت جي جوڙجڪ هيٺئين ريت ٿيل هئي.

**سُمهڻ جو ڪمرو**

اُهو اٽڪل سايا سَت فُٽ ويڪرو ۽ ٻارهن فٽ ڊگهو

ڪمرو هو، ۽ پري ڪُنڊ ۾ هئڻ سبب پين ڪمرن کان اُن ۾ نِجي رڪشا جو بندوبست وڌيڪ هو. چئني ڪمرن ۾ لوهه جي ٿُلهين سِيخن وارا دروازا لڳل هئا، جن کي ٻاهران تالو لڳائي سگهبو هو ۽ ڪوبه ملاقاتي يا سپاهي جهاتي پائي اندر هر شيءِ کي ڏسي سگهندو هو. ڪمري ۾ تازي گرم ۽ ٿڌي هوا جي داخلا ۾ ڪابه رُڪاوٽ نه هئي.

پُوئي ۽ ڪاڪُوس

دالان کان پَرتي سُمهڻ جي ڪمري سان لڳ ڪوٺيءَ کي پُوري ۽ ڪاڪُوس بڻايو ويو. اُن ۾ پاڻيءَ جو نلڪو به لڳل هو. ڪاڪُوس ۾ ڪاٺ جو ڪموڊ، فٽ بورڊ، ٽوال ٽِنگڻ لاءِ به ٽِنگڻيون، به بالٽيون، ڪَرو، چَلُ ۽ ٻيون گھُربل شيون رکيون ويون. سياري ۾ پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ لوهي راڊ سميت هڪ هيٽر به ڏنو ويو هو. صفائيءَ لاءِ هڪ پنگيءَ به رکيل هو.

**پَنڊار**

سُمهڻ واري ڪمري سان لڳ ڪوٺيءَ کي پَنڊار ۽ سينگار ڪمرو ٺاهيو ويو هو. اُن ڪمري ۾ پُٽي صاحب جا ڪپڙا ۽ ٻيون شيون رکيون ويندون هيون. اُن ڪمري کي سينگار ڪمري طور به واپرائبو هو. اُن ۾ ٽِنگڻي ۽ الماريءَ وغيره به رکيل هيون.

**رَڌڻو**

ٻَندار ۽ سينگار ڪمري جي بلڪل ساڄي پاسي واري ڪمري ڪي رَڌڻو ٺاهيو ويو هو. اُهو ڪمرو اڳڻ پرسان هو ۽ دالان ۾ گهِڙندي ئي ساڄي طرف پهريون ڪمرو هو. اُن ۾ ريفريجريٽر، تيل سان ٻرندڙ چُلهو، هڪ چاريدار الماري ۽ ٻيون ڪاٺي پيٽي جون شيون رکيون ويندون هيون.

جيستائين سيڪيورٽيءَ جو ناتو آهي، ته عام طور جيل جي ڪال ڪوٺين ۾ بجليءَ نٿي هُجي، ته جيئن ڦاهيءَ جي سزا ڪاٽل ڏوهاري بجليءَ جي تارن سان آپگهات جي ڪوشش ڪري نه سگهي، پر جنهن سيڪيورٽي وارڊ ۾ ڀُٽي صاحب کي رکيو ويو هو، تنهن ۾ بجليءَ جو چڱو انتظام موجود هو. اُن لاءِ روشنيءَ جا هيٺيان انتظامَ هئا:

**ٽيبل ليمپ**

ڀُٽي صاحب کي پڙهڻ لکڻ جي سهولت ڏيڻ لاءِ هڪ ٽيبل ليمپ ڏنو ويو هو.

ٻَنڪو ۽ هيٽر

سُمهڻ واري ڪمري ۾ بجليءَ جو هڪ پنکو ڇت ۾ لڳل هو. اهڙيءَ طرح سياري ۾ ڀِن رادن وارو هڪ اليڪٽرڪ هيٽر به هوندو هو. ڪاڪُوس ۾ هڪ امرشن راڊ ۽ هڪ اليڪٽرڪ هيٽر رکيو ويو هو.

**بجلي**

ڀهرئين هفتي ۾ ڇت واري پنکي جي ريگيوليٽر جيان بجليءَ جا سوئچ به اندر منتقل ڪيا ويا هئا، ته جيئن پُنو صاحب پنهنجيءَ مرضيءَ موجب بجلي واپرائي سگهي. جيل جي قانون پٽاندر سمورن ڏوهارين کي هرحالت ۾ بجلي يا ڪنهن ٻي روشنيءَ ۾ سُمهڻو پوي ٿو، ته جيئن جيل اختياريون هُن جي چُرپر جو هروقت مُشاهدو ڪري سگهن. پر پُنو صاحب جڏهن به چاهيندو هو، ته پاڻُ روشني وسائي سُمهي سگهندو هو. اُهي انتظام پُنّي صاحب طرفان 18 کان 26 مئي 1978ع تائين ڪيل بُک هڙتال کان پوءِ ڪيا ويا هئا. جنهن تي اڳتي لکيو ويندو..

**ريفريجريٽر**

اونهاري ۾ پُنّي صاحب کي ٿڌين شين رکڻ يا پيئڻ جي سهولت ڏيڻ خاطر رَڌڻي ۾ هڪڙو فِرج رکيو ويو هو. اصل ۾ اهو انتظام پُنّي صاحب جي مرضيءَ بجاءِ انتظامي سهولت کي سامهون رکندي ڪيو ويو هو. اُنهيءَ جو اصل سبب اُهو هو، ته پُنّي صاحب کي کائڻ پيئڻ جي شيءِ ڏيڻ کان اڳ جيل جي ڊاڪٽر کي هڪ سرٽيفڪيٽ ڏيڻو پوندو هو، ته اُهي شيون هُن لاءِ کاڌي جوڳيون آهن ۽ زهر کان پاڪ آهن، تنهنڪري پاڻي، کير، گوشت، ڀاڄين ۽ ميون وغيره کي محفوظ رکڻ لاءِ فرج جو واهپو ضروري ڄاتو ويو هو.

فرنيچر ۾ روزاني زندگيءَ ۾ واپرائجندڙ ٻيون شيون
عام ڏوهارين کي جيلن ۾ لوهي پَٽين وارو سخت بسترو ڏنو
وڃي ٿو، پر ڀُٽي صاحب کي اسپتالن وارو اسپرنگ ۾
گديدار بسترو ڏنو ويو هو. پر هُن اُن هوندي به ڪجھ ڏينهن
کان پوءِ شڪايت ڪئي، ته هُن جي ڪُلهن ۾ چيلھ تي سُور
۾ سوڄ ٿي ويئي آهي، تنهنڪري هو اُن بستري تي سُمهي
نٿو سگهي. نيٺ هُن جي اصرار تي ڪيس نِوهار جي پلنگ
رکڻ جي اجازت ڏني وئي هئي. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ
محترمه بينظير ڀُٽو فوم جو هڪڙو گدو وٺي آئي، جيڪو
ٿورڙي ڪِٽراڳ کان پوءِ ڀُٽي صاحب کي ڏنو ويو هو. گڏوگڏ
ٻه ننڍيون ميزون، بستريءَ جي سيرانديءَ ۾ بستري
سامهون رکڻ لاءِ ٻه سِڌيون ويهڻ واريون ڪُرسيون به
ان ڪمري ۾ پيل هيون. اُهو فرنيچر جيتوڻيڪ جيل جي
قائدن ۾ ضابطن خلاف هو، ۽ اُن سبب ڪمرو پريل پائنبو
هو، پر ڀُٽي صاحب جي آرام خاطر ڪيس انهن شين جي
سهولت ڏني وئي هئي.
جيل ۾ عام ڏوهارين کي جُوئن، لِيکن ۽ مُنگهٽن سان پرپور
چادرون جيل طرفان ڏنيون وڃن ٿيون، پر ڀُٽي صاحب کي
پنهنجو ذاتي بسترو، چادرون ۽ ويهاڻو وغيره واپرائڻ جي
موڪل ڏني وئي. گڏوگڏ مڇرن کان بچڻ لاءِ هڪ
مڇرداني به ڏني وئي هئي.

ڀُٽي صاحب کي جيل جي پوشاڪ بجاءِ پنهنجا ذاتي وڳا پائڻ جي آزادي هئي. هو عام طور عوامي ڪُڙتو شلوار ۽ پيرن ۾ پشاوري چپل پائيندو هو. ساڳيءَ طرح هُن کي جيل قائدن خلاف ڏاڙهي ٺاهڻ لاءِ بليڊ وغيره رکڻ جي به موڪل هئي، ۽ هُو وهنجڻ ڌوئڻ لاءِ پنهنجي مرضيءَ سان پنهنجو ذاتي سامان به واپرائيندو هو. هُو پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ دوائون به رکي سگهندو هو، پر انهن دوائن جي پڙتال ٿيندي رهندي هئي، ته متان منجهن ڪا موتمار دوا هُجي.
ڀُٽي صاحب جي علاج لاءِ مختلف وقتن تي يا گهُرج مهل جيل جو ڊاڪٽر حاضر هوندو هو، پوءِ به هُو ڪنهن سبب جيل جي ڊاڪٽر کي پسند نه ڪندو هو ۽ ٻين ڊاڪٽرن کان علاج تي زور ڀريندو هو، جنهن تي اڳتي لکيو ويندو. صحت جي بچاءُ لاءِ ڀُٽي صاحب جي ڪوٺي ۾ سندس چوڌاري سُٺي معيار جو خوشبودار ڪيڙي مار دوائون باقاعدگيءَ سان ڇڙڪايون ويندیون هيون.
ڀُٽي صاحب کي جيل اختيارين طرفان روزانو ٻه اخبارون ”پاڪستان ٽائيمز“ ۽ ”جنگ“ ڏنيون وينديون هيون. هُن کي جيل ۾ ڪتاب وٺڻ ۽ رکڻ جي کُليل اجازت هئي. ڀُٽي صاحب جي گهر جا ڀاتي يا ملاقاتي، قومي يا عالمي رسالا ۽ مئگزين جيترا به چاهيندا هئا، پاڻُ سان گڏ کڻي ايندا هئا ۽ ڀُٽي صاحب کي روڪ ٽوڪ بنا ڏيندا هئا. پر ڪجهه

موقعن تي تلاشي وڻڻ جي عمل سان ملاقاتين لاءِ ڏُکي ۽ اڻوڻندڙ صورتحال جنم وٺندي هئي، جنهن تي اڳتي لکيو ويندو.

**روزانو ڪاروهنوار**

پُٽي صاحب جهڙي شخصيت مان جيتوڻيڪ روزاني زندگيءَ جي ڪمن ڪارين ۾ باقاعدگيءَ جي اُميد رکي نه پئي سگهياسين، پر هڪ سوڙهي ننيڙي ڪمري ۾ قيد سبب هُن جا روزانو ڪم ڪار اَٽل ٿي ويا هئا ۽ هُو پنڊي جيل ۾ پنهنجي يارهن مهينن جي رهڻ دؤران انهن ڪاروهنوار جو پابند بڻجي ويو هو. هُو رات جو دير تائين جاڳندو رهندو هو ۽ سج اُبرڻ کان پوءِ اُٿندو هو. هُو اونهاري ۾ عام طور اَٺين وڳي صبح جاڳندو هو ۽ سياري ۾ نَوَ يا ساڍين نائين وڳي اُٿندو هو. هُو چاءِ جي پيالي پيئڻ کان پوءِ ڏاڙهي ڪاهڻ جا سامان گهُرائيندو هو. هُو انهن ڏينهن کي چڏي جڏهن احتجاج تي هو، ڏاڍي باقاعدگيءَ ۽ سليقي سان روزانو ڏاڙهي ڪاهيندو هو. مون اڄ ڏينهن تائين پُٽي صاحب جيان مڪمل ۽ صاف سُٿري ڏاڙهي ڪاهيندڙ ماڻهو بلڪل گهٽ ڏٺا آهن. پوءِ هُو ڪجهه گهڙيون پُوئي- ڪاڪُوس ۾ گهاريندو هو ۽ پنهنجي سَرير جي صفائيءَ وغيره تي خاص ڌيان ڏيندو هو. هُو هر پيري ڏاڙهي ڪاهڻ کان پوءِ وڻندڙ لوشن ۽ عطر وغيره واپرائيندو هو. چارلي ڪولون ۽

شاليمار هُن جا وڏندڙ عطر هئا. هُو عام طور گهري رنگ جو شُلوار ڪُڙتو پائڻ پسند ڪندو هو ۽ ڪاري رنگ جو هلڪو پشاوري چپل پائيندو هو. سياري ۾ سينٽ مائيڪل جي هلڪي بادامي رنگ جي جَرسي به پائيندو هو. وهنجڻ ڪان پوءِ هُو سادي يارهين وڳي ناشتو ڪندو هو. پُٽو صاحب عام طور گهٽ کائيندڙ ماڻهو هو. عام طور هُن جو ناشتو ڊبل روٽيءَ جو هڪ يا ٻه ٽُڪر ئي هوندو هو، جنهن تي ڪڏهن مَکڻ ۽ ڪڏهن هلڪو جام مَکيو ويندو هو: بس اُهي ٻه گرهه ۽ ڪافي يا چاءِ جي پيالي. البت هُو ڪڏهن ڪڏهن رُڳو اوباريل بيدو به کائي وٺندو هو. ڪيئي ڀيرا ته هُو رُڳو چاءِ يا ڪافيءَ سان کائجندڙ هڪ اڌ بسڪٽ تي ئي گُذارو ڪندو هو. سو سائين اهو هو ڀُٽي صاحب جو ناشتو!

ناشتي کان پوءِ هُو اُن دفتري قسم جي ڪُرسيءَ تي ويهندو هو، جيڪا ڪيس ڏني وئي هئي، ۽ اخبارن جو اڀياس ڪندو هو. هُو اخبارن کي الف کان ي تائين تفصيل سان پڙهندو هو. آئون اڄ ڏينهن تائين اهو سمجهڻ کان لاچار آهيان، ته ڀُٽي صاحب جهڙو ماڻهو ايترو وقت رڳو هڪ انگريزي ۽ هڪ اردو اخبار کي ڪيئن ڏيندو هو. هُن جي زال ۽ ڌيءَ هُن لاءِ ٽائيم، نيوزويڪ، ۽ ٻيا رسالا ۽ مئگزين ڪٽي ايندي هيون. آئون هُن جي اڀياس واريءَ عادت تي اچرج کائيندو

هيس، جو هُو سدائين ڏاڍي ڌيان سان پڙهڻ ۾ رُڌل رهندو هو. هُو ڪجهه گهڙين مهل اپپاسَ دؤران چاءِ يا ڪافيءَ جو هڪ اڌ پيالو به گهُرندو هو. هُو ڪڏهن ڪڏهن ته ٻنپهرن جو کاڌو بلڪل ئي نه کائيندو هو ۽ موٽ ۾ رُڳو چاءِ يا ڪافي ۽ هڪ ٻن بسڪٽن تي گُذارو ڪندو هو.
هُو عام طور ٻنپهرن جو کاڌو ٻين يا ٽين وڳي کائيندو هو. هُو ٻنپهرن جي کاڌي کان پوءِ بستري تي ليٽي سِگار پيئندو ۽ جاڳندو رهندو هو. هُو ٻنپهرن مهل سُمهڻ جو هيراڪ بلڪل نه هو. اهڙيءَ طرح هُو ليٽي ڪتاب ۽ رسالا پڙهڻ ۾ رُڌل رهندو هو، ۽ نيٺ هُن جا وڪيل اچي ويندا هئا. وڪيلن، ڀُٽي صاحب سان ڪچهريءَ لاءِ سُپريم ڪورٽ کان اگهڙ ۾ ويهڻ جي اجازت ورتي هئي. وڪيلن جو ويچار هو، ته ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ ڳالهيون ٽيپ ڪرڻ جا اوزار ڳجهي طرح لڳل آهن، ۽ اهڙن اوزارن جي موجودگيءَ ۾ اُهي مقدمي جي قانوني پهلوئن تي نٽا ڳالهائي سگهن. سُپريم ڪورٽ، وڪيلن جي اُلڪن کي سامهون رکندي کين ٻاهر اگهڙ ۾ ويهي، ڳالهائڻ جي اجازت ڏني. هُو هونئن به شام جو پَسار لاءِ نڪرندو هو، تنهنڪري پنهنجي وڪيلن سان به اگهڙ ۾ ڪچهري ڪندو هو. اُن ڪچهريءَ دؤران هڪ به پيرو چاءِ به پيئبي هئي. هُن کي سِج لهڻ کان پوءِ ڪوٺي ۾ اچڻو پوندو هو، جتي هُو پڙهڻ ۾ پنهنجو

وقت گھاريندو هو يا وري لکڻ ۾ يا وري مقدمي جي نُڪتن تي ويچار ۾. جنوري 1979ع کان پوءِ اُن وهنوار ۾ خاص طور وڏيڪ باقاعدگي ٿي ويئي هئي. هُو رات جو کاڌو ٿورڙي دير سان عام طور نائين کان ڏهين وڳي جي وچ ۾ کائيندو ۽ ٻارهين وڳي يا ان کان پوءِ سُمهندو هو.
ڀُٽي صاحب جي وڻندڙ کاڌن جو وچور هيٺين ريت آهي:
هُن کي قيمو سپني کان وڌيڪ وڻندو هو. ڪُڪڙ جو رَسُ يا ڀُڳل ڪُڪڙ، دال مسُور، دال چڻا، آلو قيمو، ڪڪڙ جي يَخني، دال لوبيا، ڀينڊي، ڪريلا گوشت، واڱڻ ۽ ڪبابُ. اونهاري ۾ ٻنپهرن کان پوءِ چاڪليٽ بوتل پيئندو هو يا وري آئيس ڪريم کائيندو هو. انبن جي مُند ۾ ٻنپهرن کان پوءِ ڪجھ انبُ به کائيندو هو. هُو چپاتيءَ جو شوقين هو ۽ چانور ورلي ئي کائيندو هو. اچرج جي ڳالھ اها آهي، ته هُو ٻنپهرن جي کاڌي سان گڏ ميوا وغيره نه کائيندو هو ۽ رات جي کاڌي ۾ مِٺو نه واپرائيندو هو. هُو نان کي چپاتيءَ تي ترجيح ڏيندو هو. هڪ اهڙو قيدي، جيڪو کاڌا رَڌڻ ۾ ماهر هوندو هو، سو مُشقتي طور ڀُٽي صاحب جي خدمت ۾ ڏنو ويو هو. کائڻ پيئڻ جي سمورين شين جي پهرين جيل ڊاڪٽر تپاس ڪندو هو ۽ پوءِ کين رَڌڻي جي فِرج ۾ رکيو ويندو هو. اوائل ۾ بچاءَ خاطر ٻاهران کائڻ پيئڻ جون شيون آڻڻ جي موڪل نه هئي. ڪجھ عرصي کان پوءِ جڏهن بيگم

ڀُٽو ڪراچيءَ کان اسلام آباد آئي ۽ پراچا هائوس ۾ رهڻ لڳي، تڏهن ڀُٽي صاحب لاءِ اُن گهر مان کاڌو اچڻ لڳو.
جيل قانونَ موجب ڪو قيدي، جنهن کي ڦاهيءَ جي سزا ٻُڌائي وئي هُجي، اهو رڳو جيل جو کاڌو سُڌارڻ لاءِ واڌُو پئسا ڏيئي سگهي ٿو، ۽ ٻاهران پڪل کاڌو نٿو گهُرائي سگهي، پر ڀُٽي صاحب کي اُن معاملي ۾ اختيارين خاص رعايتون ڏنيون هيون. ٻنپهرن جو کاڌو ٻارهن وڳي ڌاري جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ پهچي ويندو هو. سپرنٽينڊنٽ پهرين اُن کي پاڻُ چَکي چڪاسيندو هو، پوءِ ڊاڪٽر کي گهُرايو ويندو هو، جيڪو آزمائشي گرهه کائيندو هو ۽ وري پوءِ اُهو کاڌو ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ موڪليو ويندو هو. کاڌو ايترو گهڻو هوندو هو، جو ڀُٽي صاحب کان پوءِ مُشقتي ۽ پَنگي به ڏَهُ سان کائيندا هئا. شام جو کاڌو ڊپٽي يا اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ اڳيان ٿيندو ڀُٽي صاحب وٽ پهچندو هو. اصل ۾ جيل ۾ ڪنهن به قيديءَ جي کائڻ وغيره جي ڪابه شيءِ اڳواٽ جيل اختيارن کان ٿيندي، باقي ٻچيل قيديءَ تائين پُهچي ٿي. بيگم نُصرت ڀُٽو اُن ڳالهه جو بندوبست ضرور ڪندي هئي، ته کاڌي ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڊِش ڀُٽي صاحب جي وڻندڙ کاڌي جي ضرور هُجي. ڀُٽو صاحب سِگار پيئندو هو، ۽ هُن جي ڪوٺيءَ ۾ هوانا سِگار جو چڱو ڍيرُ پيو هوندو هو. هُو عام طور سِگار ٻاهر

نڪري پيئندو هو، ته جيئن سوڙهي ڪوٺيءَ ۾ سِگار جو دُونهن سندس اکين کي متاثر نه ڪري.
سيڪيورٽي وارڊ ۾ ٿڌن شربتن جو چڱو ڍيرُ هر وقت موجود رهندو هو. پر ڀُٽي صاحب جو وڻندڙ شربت رُڳو پيپسي ڪولا ئي هو. هُو جڏهن به بوتل لاءِ چوندو هو، ته سدائين پيپسي ڪولا پيئڻ ئي پسند ڪندو هو. هڪ ڀيرا هن لاءِ نواب شاه مان هڪ ڪريٽ شايد ٿاڌل شربت موڪليو ويو هو، جنهن کي هُو اونهاري ۾ شوق سان پيئندو هو. جڏهن مٿي اختيارين ڏانهن موڪليل رپورٽ ۾ ڪريٽ بوتل جو ذڪر ٿيو، ته مونکان اختيارين خاص طور پڇيو، ته انهن بوتلن ۾ ڪهڙي شيءِ هئي؟ انهن کي جواب ۾ ٻُڌايو ويو، ته اُهي ٿاڌل جون بوتلون هيون، ۽ منجهن ڪابه بوتل شرابَ جي نه هئي.
**ڀُٽي صاحب جي پهرين بُک هڙتال**
جيئن ته آئون اڳ به لکي چُڪو آهيان، ته 17 مئي 1978ع تي جيئن ڀُٽي صاحب کي جيل ۾ قيدي- گاڏيءَ مان لاهي سِڌو سيڪيورٽي وارڊ ۾ آندو ويو، تنهن وقت اُهو وارڊ دفاعي ڪَنڊيدار تارن، سپاهين جي چوڪين ۽ هر هنڌ تالن، ڪَڙن ۽ وارڊ نگهبانن سان ڀرپور هو، ۽ پوءِ فوجي فيلڊ ٽيليفون، الارم جون گهنٽيون ۽ ڪوٺيءَ جي دروازي تي دالان ۾ جيل وارڊر کي پنهنجي سامهون سپاهيءَ کي ڏنائين،

ته هُن صبح ڏهين وڳي ڌاري جيل سپرنٽينڊنٽ کي سيڪيورٽيءَ وارڊ ۾ گهُرايو، ۽ هيٺيان اعتراض ڪيائين:
فوجي ٽيليفون دالان ۾ ڇو رکيو ويو آهي؟ هُن جي ويچار موجب شايد اُن ٽيليفون ۾ ڪنهن قسم جا خاص اوزار لڳل هئا. هُن چاهيو پئي، ته اُن ٽيليفون کي اُتان هڪدم ٻاهر ڪڍيو وڃي. اصل ۾ اهو ٽيليفون آپريشن روم ۽ سيڪيورٽي وارڊ وچ ۾ ڳالهه ٻولهه لاءِ لڳايو ويو هو، ته جيئن گهُرج مهل ڊيوٽي آفيسر، سيڪيورٽي وارڊ ۾ جيل جي ڊيوٽي اسسٽنٽ سيڪيورٽي سپرنٽينڊنٽ يا هيڊ وارڊر کان اُتان جي ڄاڻ وٺي سگهي.
هُن جو ٻيو اعتراض جيل وارڊر جو سندس ڪوٺيءَ پرسان دالان ۾ ويهڻ تي هو. هُن چيو: پهرين ته سپاهيءَ جي ڪا گهُرج ئي نه آهي، ۽ جيڪڏهن هُن جو هئڻ ضروري آهي، ته پوءِ کيس ٻاهر اڱڻ ۾ ويهاريو وڃي.
بجليءَ ۽ پنکي جا سوئچ ۽ ريگيوليٽر وغيره ڪوٺيءَ منجهه هئڻ بجاءِ ٻاهر دالان ۾ لڳل هئا، ته جيئن بجليءَ جي تارن سان قيدي آپگهات نه ڪري سگهي. هُن چيو: اُهي سوئچ وغيره هُن جي ڪوٺيءَ ۾ هئڻ کپن، ته جيئن هُو پنهنجي مرضيءَ سان کين ٻاري ۽ وِسائي سگهي.
ٻُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ جي سامهون واري ڪمري کي ٻُوئي- ڪاڪُوس بڻايو ويو هو، جنهن جي دروازي تي

قيدين جي پوشاڪ واري ڳَدر جو پردو لڙڪيل هو. هُن چيو: ڀُوئي- ڪاڪُوس جو دروازو صحيح هئڻ ڪپي يا وري ڪنهن قدر چِڪ تي گهري رنگ جو ڪپڙو لڳائي لڙڪائڻ ڪپي، ته جيئن ڀُوئي- ڪاڪُوس ۾ پردي جو پُورو بندوبست هُجي.

سيڪيورٽي وارڊ تي جيل جا گارڊ مقرر هئا، جيڪي اندر هڪ واڌُو ڪوٺيءَ ۾ ترسيل هئا. ڀُٽي صاحب اُن گارڊن جي هئڻ تي اعتراض ڪيو ۽ چيو: اُهي گارڊ منهنجي آرام ۾ رنڊڪُ وجهن ٿا، تنهنڪري انهن کي وارڊ منجهه نه هئڻ ڪپي.

ڀُٽي صاحب، جيل سپرنٽينڊنٽ کي چيو: هُن جا اُهي اعتراض هڪدم ختم ڪيا وڃن. 17 مئي 1978ع تي ڀُٽي صاحب ٻنپهرن ۽ شام جو ٿورو کاڌو پيتو. جڏهن هُن ڏٺو، ته سندس اعتراضن تي ڪو ردعمل نه ٿيو آهي، ته هُن 18 مئي جي صبح تي بُک هڙتال ڪئي. هوڏانهن مارشل لا اختيارين ڪوبه اعتراض مڃڻ کان انڪار ڪيو. جيل سپرنٽينڊنٽ ڪافي منٿ ميڙ ڪئي، پر ڀُٽي صاحب ڪجهه به کائڻ پيئڻ کان بلڪل انڪار ڪيو. محترم دوست محمد اعواڻ، ڀُٽي صاحب جو پهريون وڪيل هو، جيڪو 19 مئي 1978ع تي ٻنپهرن جو هن سان ملڻ لاءِ جيل ۾ آيو. پوءِ 20 مئي تي يحييٰ بختيار ۽ غلام علي ميمڻ به اچي

ساڻس مليا. انهن وڪيلن سُپريم ڪورٽ ۾ وڃي چڱو ګوڙ ڪيو، جنهن تي سپريم ڪورٽ، جيل اختيارين کي حُڪم ڏنو، ته سيڪيورٽيءَ کي سامهون رکندي ڀُٽي صاحب جا اعتراض مڃيا وڃن. 22 مئي تي مارشل لا اختيارين اجازت ڏني، ته فيلڊ ٽيليفون کي دالان کان ٻاهر اڱڻ ۾ گارڊ لاءِ تنبوءَ هيٺ منجهن ويهاريو وڃي. ڀُوئي- ڪاڪُوس جي دروازي تي پردي جو پُورو انتظام ڪيو وڃي. جيل جي سپاهيءَ کي ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ جي دروازي تان هٽائي ڪجھ پرڀرو دالان ۾ ٻيهاريو وڃي. ۽ جيئن ته ڀٽي صاحب جي اپيل سُپريم ڪورٽ ۾ هلندڙ هئي، تنهنڪري هُن جي آپگهات جو امڪان به گهٽ هو، تنهنڪري جيستائين اپيل جو فيصلو نه ٿئي ٿيو، بجلي جا سوئچ ۽ ريگيوليٽر وغيره دالان مان هن جي ڪمري ۾ منتقل ڪيا ويا. ڏينهن جو سپاهين کي وارڊ مان ٻاهر تنبوءَ ۾ منتقل ڪيو وڃي، پر اُنهن کي رات جو وارڊ منجهئي رکيو وڃي. ڀٽي صاحب سمورا اعتراض مڃڻ تي 22 مئي 1978ع تي شام جو پنهنجي بُک هڙتال ختم ڪئي، ۽ شام جي ماني کاڌائين. ايئن اُهو نازڪ مامرو پُڄاڻيءَ تي پهتو. بهرحال، ڀُٽي صاحب پنج ڏينهن بُک هڙتال ڪري اختيارين کي اهو ٻُڌايو، ته هُن ۾ سَهپ ۽ پنهنجي مؤقف تي اَٽل رهڻ جي

ڪيتري سگهه، صلاحيت ۽ همت موجود آهي، ۽ ڪيستائين تڪليفون سَهي سگهي ٿو.

## اوائلي ڏينهن

ڀُٽي صاحب جي سينٽرل جيل راولپنڊيءَ جي منتقليءَ جو جيئن فيصلو ٿيو، ته ان وقت جيل ۾ ڪيئي اهڙا ماڻهو به قيد هئا، جيڪي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان ناتو رکندا هئا، يا ڪين مارشل لا اختيارين سندن عام ڪوتاهين تي سزا ڏني هئي. اهڙن سڀني قيدين جون فهرستون ٺاهيون ويون ۽ ڪين پنڊيءَ کان ٻاهر ٻين ضلعي جيلن ۾ منتقل ڪيو ويو، ته جيئن ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران ڪا گڙٻڙ يا هنگامو نه ٿئي. اختيارين اهو به فيصلو ڪيو، ته جيستائين محترم ڀُٽي کي راولپنڊي جيل ۾ رکيو ويندو، ڪوبه قيدي، جنهن جو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان ناتو هُجي، تنهن کي هن جيل ۾ نه آندو وڃي. اُن فيصلي تي پنڊي جيل جون اختياريون ڏاڍو خوش هيون، ته سندن جيل کي صاف ڪيو ويو آهي.

ملاقات ڪندڙ

ڀُٽي صاحب سان هرڪنهن ماڻهوءَ کي ملڻ جي موڪل نه هئي. هُن سان ملڻ لاءِ سُپريم ڪورٽ يا پنجاب حڪومت جي گهرو سيڪريٽريءَ کان اجازتنامو وٺڻ ضروري هوندو هو. سُپريم ڪورٽ اهڙو ڪوبه حُڪم جڏهن

سپرنٽينڊنٽ جيل راولپنڊيءَ کي ڏيندي هئي، ته اهڙن حُڪمن تي عمل ڪان اڳ هُو مونکي ۽ لاڳاپيل مارشل لا اختيارين کي چاڻ ڏيندو هو ۽ جيڪڏهن گهُرج سمجهي ويندي هئي، ته عمل ڪان اڳ سَب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر، مٿئين اختيارين کان مشورو وٺندو هو. حڪومت جو گهرو کاتو جڏهن به ڪو اجازتنامو يا حُڪم، جيل سپرنٽينڊنٽ کي موڪليندو هو، ته اُن جو نقل مونکي به موڪليو ويندو هو ۽ سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر کي الڳ الڳ چاڻ ڏني ويندي هئي ۽ عمل ڪان اڳ مونکي انهن اختيارين کان اجازت به وٺڻي پوندي هئي. اوائلي ڏينهن ۾ هيٺين ملاقاتين جو اچڻ وڃڻ رهيو.

**وڪيلَ**

ڀُٽي صاحب جي اُن مقدمي جي يحييٰ بختيار، دوست محمد اعواڻ، غلام علي ميمڻ، عبدالحفيظ لاکي ۽ پڇاڙڪن ڏينهن ۾ عبدالحفيظ پيرزادي به پيروي ڪئي. سُپريم ڪورٽ هڪ وقت رُڳو ٻن وڪيلن کي ڀُٽي صاحب سان روزانو هڪ ڪلاڪ ملڻ جي اجازت ڏني هئي. جمعي ۽ موڪل وارن ڏينهن ۾ وڪيلَ جيل ۾ اچي نه سگهندا هئا. اوائل ۾ وڪيلن کي ڏينهن جو ٻين کان ٽين وڳي تائين جيل ۾ اچڻ جي اجازت هئي، پر پوءِ شام ڇهين کان اَٺ وڳي دؤران رُڳو هڪ ڪلاڪ لاءِ ٻاهر اگهڻ ۾ ويهي ڀُٽي صاحب سان

ملڻ جي اجازت ملي هئي. ڀُٽي صاحب سان سمورن ملندڙ ملاقاتين جو تفصيل ضميمي نمبر 1 ۾ ڏنو ويو آهي.

**زال ۽ ڌيءَ**

عام حالتن ۾ ڦاهيءَ جي سزا ماتيل قيديءَ جي ملاقاتين کي جيل اختيارين جي مرضيءَ سان ڪجھ منٽ ملاقات جي اجازت ڏني وڃي ٿي ۽ اهڙي ملاقات قانوني طور ويھن منٽ تائين ٿي سگھي ٿي. بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽو کي هفتي ۾ الڳ الڳ هڪ پيرو ملاقات جي اجازت هئي. اُنهن ٻنهي عورتن کي ڪراچيءَ کان پوليس جي هڪ عملدار جي نگرانيءَ ۾ هوائي جهاز ذريعي راولپنڊي آندو ويندو هو ۽ ملاقات کان هڪدم پوءِ کين ٻيءَ فلائيٽ ۾ واپس ڪراچي موٽايو ويندو هو. بيگم نُصرت ڀُٽو کي پهريون پيرو 21 مئي 1978ع تي صبح ساڍي نَائين وڳي جيل ۾ ملاقات لاءِ آندو ويو. هُن جي اُها ملاقات ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ ڪرائي ويئي، جيڪا ٻارهن وڳي پنجٽيهن منٽن تائين هلندي رهي. اُن ملاقات کان هڪ ڏينهن اڳ، سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر بريگيڊيئر ايم ممتاز مَلڪ مونکي پنهنجي آفيس ۾ گھُرايو. هُو دانشور قسم جو ڏاڍو شريف ۽ نيڪدل انسان آهي، جيڪو پنهنجي ڪم ۾ ماهر ۽ ڪامل به آهي. مونکي اُن جهڙن ڪمانڊرن هيٺ گھڻ ڪم ڪرڻ جو وجھ مليو آهي. هُن اُن ڏينهن مونکي ٻُڌايو: اسان

کي ڏاڍو سخت ڪم سونپيو ويو آهي. هڪڙي پاسي اسان جي ملڪ جو اڳوڻو اڳواڻ آهي، جنهن کي بدقسمتيءَ سان هڪ مقدمي ۾ قيد ڪيو ويو آهي، ته وري ٻئي پاسي هاڻوڪا حُڪمران آهن، جن سان اسان کي پوري ايمانداريءَ سان وفادار رهڻو آهي، جنهن لاءِ اسان قسم کنيو آهي. اسان کي اُهو نه سوچڻ گهُرجي، ته ڀُٽي صاحب جو مقدمو سَچو آهي يا ڪُوڙو؛ اُهو ڪم ته سُپريم ڪورٽ جو آهي. تنهنڪري اسان کي جيڪا ڊيوٽي ڏني وئي آهي، تنهن کي پورو ڪرڻو آهي. پوءِ مونکي هُن نصيحت ڪئي، ته اُن ذميداري نڀائڻ ۾ مونکي غيرجانبدار، اَورچ، سُچيت ۽ درستَ رهڻو پوندو. هُن مونکي ٻُڌايو: سُڀاڻي بيگم نُصرت ڀُٽو، محترم ڀُٽي سان ملڻ اچي پئي ۽ پوءِ هُن جا ٻيا مائٽ به ايندا رهندا. ڀُٽي صاحب ۽ سندس مائٽن سان قانونَ ۾ رهي عزت ڏيڻ گهُرجي. آئون محترم ايم ممتاز َملڪ جو اهڙي نصيحت لاءِ نهايت ٿورائتو آهيان.

ٻئي ڏينهن بيگم ڀُٽي جي ملاقات کان اڳ مون جيل سپرنٽينڊنٽ سان اهڙين ملاقاتن بابت تفصيلي ڪچهري ڪئي. مون هُن کي ٻُڌايو: ملاقات ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ ٿيندي. جيئن ته وقت جي ڪا ڪوٺ نه آهي، تنهنڪري ويهن يا ٽيهن منٽن جي بندش نه هوندي. جيڪڏهن ملاقاتي گهڻو وقت وٺي ٿو، ته پوءِ ڪيس يادگيري ڏياري سگهجي

ٿي. ملاقات دؤران ڀُٽي صاحب کي هر قسم جي نويڪلائي ڏني ويندي. هُن جي ڪوٺيءَ جي دروازي تان هٽي ويجهو دالان ۾ بيهندڙ واربر دالان کان ٻاهر هليو ويندو، ته جيئن ملاقات دؤران ڪنهن قسم جي ڪا رنڊڪُ نه ٿئي. منهنجي هدايتن تي جيل سپرنٽينڊنٽ ڏاڍو سُرهو ٿيو، ۽ ٻوءِ چوڻ لڳو: هُن کي اُلڪو هو، ته مارشل لا اختياريون متان وقت جي پابنديءَ سميت ٻيون پابنديون نه مڙهين.

**اوائلي ڏينهن ۾ مختلف عنصرن جو رَويو**

جيل ۾ ڊيوٽيءَ دؤران مونکي اهڙو انوکو تجربو ٿيو، جنهن تي مون پهرين ڪڏهن سوچيو به نه هو. ڀُٽي صاحب جهڙو مهانَ اڳواڻ جيل جي ڪوٺيءَ ۾ مچريل شينهن بڻيل هو. مارشل لا ته سمورن قاعدن ۽ قانونن کان مٿانهون هُجي ٿو. جيل اختيارين ته هر ڪنهن کي ”ها سائين“ پئي ڪيو. بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽو حالتن سان سَرچاءُ لاءِ راضي ڏسڻ ۾ نه پئي آيون، ۽ مون جهڙو سپاهي، جنهن لاءِ فرض نڀائڻ ايمان جو جُزو هو، انهن اَٽوٽندڙ حالتن ۾ گهيريل هو. هي هيون اُهي متضاد حالتون، جن جو ڪجهه تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**اوائلي ڏينهن ۾ ڀُٽي صاحب جو رَويو**

پنڊي جيل ۾ اچڻ تي پهرين ڏينهن صبح سوير جڏهن ڀُٽي صاحب، سپرنٽينڊنٽ جيل راولپنڊي ۽ سپرنٽينڊنٽ جيل

ڪوٽ لکپت لاهور، سيڪيورٽي وارڊ جي اڳڻ ۾ ويهي چاءِ پئي پيتي، ته اُتي ڊيوٽي تي موجود اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ هڪ ڪُرسي کنئي ۽ اڳڻ جي ڪُنڊ ۾ وڃي مٿس ويهي رهيو. ڀُٽي صاحب کي اُن غريب جو پنهنجي سامهون ويهڻ نه وڻيو ۽ کيس چَنڊ ڀَڃيندي چيائين: توکي ڪنهن اجازت ڏني آهي، ته تون اسان جي سامهون ڪُرسي تي ويهه. متان، اڳتي اهڙي حرڪت ڪئي اٿئي. اُنهن ڏينهن ۾ هُو جيڪڏهن ڪنهن وارڊر کي ڊيوٽيءَ تي ڏسندو هو، ته مٿس چوهه چنڊيندو هو. ساڳيءَ طرح هُو نه چاهيندو هو، ته هُن جي ڪوٺيءَ تي رات جو تالو هنيو وڃي، ته جيئن هُو جنهن به مهل چاهي ٻُوئي- ڪاڪُوس ۾ وڃي سگهي. هُن جي اُن رَويي سبب جيل جو هر ماڻهو ڪانئس پري پڃڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. هُن اچڻ سان ئي بُک هڙتال ڪئي. سپرنٽينڊنٽ ۽ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ کيس گهڻي منٿ ميڙ ڪئي، ته هُو پنهنجي بُک هڙتال ختم ڪري، پر هُن اوستائين گِرهه وات ۾ نه وڌو، جيستائين هُن جا مطالبا پُورا نه ٿيا. هُن جيل اختيارين سان بُک هڙتال وارن ڏينهن ۾ ڪافي سخت ۽ ناراضگيءَ جو ورتاءُ رکيو.

**مارشل لا اختياريون**

بئي پاسي مارشل لا اختيارين، ڀُٽي صاحب کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ بچاءُ جي انتظامن ۾ ڪابه کَسائي نه ڪئي هئي،

جنهن تي آئون اڳ ۾ به لکي چُڪو آهيان. هُن جي قيد دؤران نِت نون ويچارن جنم پئي ورتو، تنهنڪري روزانو نوان بچاءُ جا اُپاءُ ورتا ويندا رهيا، جن تي اڳتي لکيو ويندو. مارشل لا اختيارين ڏاڍي ڏيان سان جيل جي هر ماڻهوءَ لاءِ حُڪمناما ڪڍيا. ساڳيءَ ريت پوليس ۽ فوج لاءِ به پڌريون هدايتون ڏنيون ويون، ته جيئن ڀُٽي صاحب جي پاڃ جي سلسلي ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو ڪو اُپاءُ سوپارو ٿي نه سگهي. اصل ۾ حڪومت هُن سان ڦاهيءَ جي سزا ڪاڌل ڏوهاريءَ جو ورتاءُ ڪرڻ پئي گهُريو، پر اُن بابت گهٽي گِهٽيءَ ۾ هئڻ سبب گهُرج کان وڌيڪ بچاءُ جا انتظام پئي ڪيا.

## جيل اختياريون

جيل اختيارين کي ايترن تفصيلي حُڪمن هوندي به مون پنهنجي نوڪريءَ ۾ ايتري غيرذميداري ۽ ڍِرائيءَ جو مظاهرو ڪٿي به نه ڏٺو، جيڪو جيل ۾ ٿيو. جيل سپرنٽينڊنٽ جيل ۾ رُڳو مڪمل اختيار ئي نه رکندو هو، بلڪ عملي طور مطلق العنان هوندو هو. ڊپٽي ۽ اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ به وڏي ڳالهه هوندا هئا. سمورا واربر، جيل جي سگهارين ۽ اوچين ڀتين ۾ پاڻُ کي هر ويچار کان محفوظ ۽ هر قسم سان قلعي بند سمجهندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن قيديءَ

جو ورتاءَ جيل اختيارين کي نٿو وڻي، ته هُن جي اهڙي مالش ڪئي وڃي ٿي، جو هُو پنهنجي باقي قيد وارن ڏينهن ۾ ڪنهن به غلطيءَ بابت سوچي ئي نٿو سگهي. اصل ۾ جيل جون ديوارون ايڏيون ٿُلهيون ۽ اوچيون هُجن ٿيون، جو اندر جو ڪوبه آواز ٻاهر ٻُڌڻ ۾ نٿو اچي. اهو ئي سبب آهي، جو وڏا بدمعاش ۽ غُنڊا پنهنجي قيد دؤران شريف ۽ نيڪ انسان بڻجي وڃن ٿا، ۽ سندن بدمعاشيءَ واري رڳ رُڳو سندن آزاد ٿيڻ کان پوءِ ئي ڦَڙڪي سگهي ٿي. جيل سان لاڳاپي جي هڪ ورهيه ۾ مون مشاهدو ڪيو، ته جيل ۾ حفاظتي انتظام گهٽي لاپرواهيءَ سان ڪيا وڃن ٿا، ۽ جيڪڏهن ڪو قيدي جيل مان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري، ته اهو ڪم اسان جي جيل اختيارين جي لاپرواهيءَ سبب گهٽو ڏُکيو نٿو بڻجي.

پُٽي صاحب جي قيد دؤران مارشل لا اختيارين جا حفاظتي انتظام ۽ طريقيڪار فوجي طور طريقن کان به وڌيڪ ڪَٺن ۽ هوشياري سان ٺاهيا ويا هئا. جيل سپرنٽينڊنٽ ته جيل جو گورنر هُجي ٿو. هُن کي تالن جون چاٻيون پاڻُ کٽڻ ۽ انهن تالن کي پاڻُ کولڻ جو ويچار ڪيئن اچي سگهي ٿو، جڏهن انيڪ وارڊر هُن جي اڳيان ۽ پويان هلڻ لاءِ موجود هُجن. پر مارشل لاءِ اختيارين جي حُڪمن پٺاندر جڏهن به سپرنٽينڊنٽ يا ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ کي سيڪيورٽي وارڊ ۾ پاڻُ

اڪيلي يا ڪنهن مٿئين عملدار سان گڏ وچٿو پوندو هو، ته سمورن تالن جون چابيون هُو پاڻُ ڪٽندو هو. پاڻُ ئي سمورن تالن کي کوليندو ۽ پاڻُ ئي بند ڪندو هو.
جيل ۾ هڪڙو واربر چار ڪلاڪ لڳاتار ڊيوٽي ڏيئي ٿو. ايتري ڊگهي مُدت ۾ ڪو جوان ڪڏهن به گهُرج مهل ڦُڙت نٿو رهي سگهي، تنهنڪري جڏهن ڪو واربر پنهنجي ڊيوٽيءَ دؤران ويٺل يا ڪونگهرا هٽندو هُجي، ته اُن کي ڊيوٽيءَ ۾ ڪا گڙبڙ نٿو سمجهيو وڃي. جڏهن ته فوج ۾ ڪو جوان پنهنجي ٻن ڪلاڪن جي ڊيوٽي دؤران ويهي به نٿو سگهي. ٻئي پاسي جڏهن به جيل اختيارين کي مارشل لا اختيارين جي حُڪمن تي سختيءَ سان پابنديءَ لاءِ چيو ويو، ته هر پيري اهو ئي جواب مليو، ته پُٽو صاحب اڄ يا سُپاڻ چُٽي ويندو ۽ پوءِ ڪيس حڪومت ۾ پيهر اچڻ ۾ گهڻو وقت نه لڳندو. هُنن جي اها گُذارش هوندي هئي، ته مارشل لا اختياريون هُنن جون نوڪريون چو ٿيون ختم ڪرائڻ گهُرن. تنهنڪري جيل جو هر ماڻهو پُٽي صاحب تي ڊيوٽيءَ کي پوريءَ پابنديءَ سان ڏيڻ لاءِ تيار ۽ سنجيده نه هو. بهرحال، مٿئين اختيارين جي هر پيري معائني ۽ چتاءُ تي جيل اختيارين ڪنهن حد تائين پنهنجي رَويي ۾ ڪجهه تبديلي آندي، پر مٿن پورو پروسو ڪري نه پيو سگهجي. جيئن ته ڊيوٽي آفيسر جي نگاهه اٽڪل هر جاءِ تي پهچي

ويندي هئي ۽ ماڙيءَ جا مٿيان فوجي سپاهي به سيڪيورٽي وارڊ ۾ هر ڇُرپر کي چڱيءَ طرح ڏسي ۽ ٻُڌي سگهيا پئي، ۽ گڏوگڏ اينٽيليجنس جو سرشتو به اندروني حالتن جي ڇاڻ رکي پيو، تنهنڪري جيل اختياريون ڪنهن ڳالھ کي گهڻي دير تائين لڪائي رکي نه پيون سگهن، سو ايئن هُنن کي پنهنجي غلطي يا لاپرواهيءَ جو جوابُ ڏيڻو پوندو هو، ۽ نيٺ کين لاچار ڪم دُرست طريقي سان ڪرڻو ئي پوندو هو.

اوائلي ڏينهن ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ ۽ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ، ڀُٽي صاحب کي پُڇڻ تي يا پنهنجي طرفان ٻُڌائي ڇڏيو هو، ته هُن جي ڪمري ۾ جاسوسيءَ جا اوزار (Bugged) لڳل آهن. اُهي ڀُٽي صاحب کي اشاري سان دالان ۾ گهُرائي، سانُس ڳالهائيندا هئا. اُنهن ڏينهن ۾ اُهي همراھ ڀُٽي صاحب کي اجايو ريجهائڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل هئا، ۽ جڏهن به ڀُٽي صاحب ڪنهن ڳالھ تي اعتراض ٿي ڪيو، ته انهن سڄو ڏوھ ڪرنل انچارج تي مڙهيو ٿي. شايد ڀُٽي صاحب جي پُڇڻ تي هنن منهنجو نالو ڪرنل امجد ٻُڌايو ۽ چيو ته اِهو ماڻهو سودائي ۽ مٿي ڦِريل آهي ۽ سندن ڪٽر مُخالفن مان هڪُ آهي. تنهنڪري اوائلي ڏينهن ۾ ڀُٽي صاحب جي وڪيلن اُن ڳالھ جو حوالو ڏيندي پريس ۾ اُهو بيان ڏنو هو، ته اصل ۾ مُک ماڻهو جيل سپرنٽينڊنٽ يارمحمد نه، بلڪ

ڪرنل امجد آهي، جيڪو مارشل لا اختيارين طرفان جيل جي سموري ڪاروبار کي هلائي پيو. ڪجھ هفتن ۾ جيئن ئي مون سيڪيورٽي وارڊ ۾ وڃي ڀُٽي صاحب سان پاڻ ملڻ شروع ڪيو، ته هڪ ٻن ملاقاتن ۾ ئي ڀُٽي صاحب جهڙي سياڻي ماڻهو مونکي چڱيءَ ريت پرکي ورتو ۽ ايئن هُن جو جيل سپرنٽينڊنٽ تان ويساهه ئي کڄي ويو.
ڪجھ عرصي کان پوءِ هڪ ڀيرو جڏهن جيل سپرنٽينڊنٽ سيڪيورٽي وارڊ ۾ ڀُٽي صاحب سان ملڻ ويو، ته ڀُٽي صاحب هُن کي ڏسي چيو: اِجهو اِهو رنجيت سنگھ جو اولاد پيو اچي. اُها ڳالهه جيل سپرنٽينڊنٽ پنهنجن ڪَنن سان ٻُڌي هئي، بلڪ اُن سان گڏ واردرن ۽ اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽن به ٻُڌي هئي؛ تنهنڪري اُن ڏينهن کان هُن جو ڀُٽي صاحب بابت ورتاءُ بلڪل بدلجي ويو ۽ نيٺ هُن سيڪيورٽي وارڊ وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو. پوءِ جيستائين هُن کي ڀُٽي صاحب سڏي نه ٿي گهُرايو، هو پاڻُ اچڻ پسند نه ڪندو هو. جڏهن مون ڀُٽي صاحب سان ملڻ شروع ڪيو، ۽ اسان گهڻو پاڻُ ۾ ٺهي وياسين، ته هُن جيل اختيارين جا قصا مونکي ٻُڌايا، جيڪي اوائلي ڏينهن ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ مون بابت هُن کي ٻُڌائيندو هو. جنهن تي آئون هِن ڪتاب جي ايندڙ صفحن ۾ لکندس.

**ڀُٽو بيگمن جو ورتاءُ**

جن اوچائين تان ڀُٽي صاحب ۽ سندس گهراڻي کي هيٺ ڪيرايو ويو ۽ بلڪ مٿن ڏاڍُ ۽ اَنياءُ ڪيو ويو، اهڙين حالتن ۾ ماءُ ۽ ڌيءَ مان ڪهڙي ورتاءُ واپرائڻ جي اُميد ٿي پئي سگهي. ڪجهه وقت اڳ جن ماڻهن خاطر هر گڏجاڻي ۽ موقع تي هر ماڻهو پنهنجون اکيون نڇاور ڪرڻ لاءِ تيار هو، اڄ انهن لاءِ هڪ عام قيديءَ جي مائٽن جهڙو ورتاءُ ڪرڻ ڪيئن ممڪن هو؟ محترمه بينظير ڀٽو جڏهن به جيل ۾ ايندي هئي، ته سُڪون، ماٺ ۽ وقار سان ايندي هئي ۽ ايئن ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ وڃي هُن سان ملاقات ڪندي هئي. رُڳو ٻي يا ٽين ملاقات کان پوءِ هوءَ جيل سپرنٽيندنٽ جي آفيس ۾ آئي ۽ هُن چيو: چيئرمين صاحب جي ملاقات دؤران ڪابه رنڊڪ نه وڌي وڃي. اصل ۾ تڏهوڪي ڊپٽي سپرنٽيندنٽ گهڻي وقت گُذرڻ کان پوءِ يادگيري لاءِ ڪوٺيءَ ۾ جهاتي پاتي هئي، جنهن حرڪت کي هُن خراب پاتئيو هو. بيگم نُصرت ڀُٽو به جيل ۾ ڀُٽي صاحب سان ملاقات لاءِ ايندي هئي، ته هوءَ چڱي ٿَڌ سان ڪار مان ٻاهر نڪرندي هئي ۽ ڏاڍي باوقار طريقي سان هلندي هئي. هُوءَ اهو چاهيندي هئي، ته هر سپاهي هُن لاءِ ترسڻ بنا دروازو کوليندو وڃي. جيئن وقت گُذرندو ويو، ته هُن جي ورتاءُ ۾ چڱي تبديلي ايندي وئي، خاص طور اُن اَڻوڻندڙ واقعي کان پوءِ، جنهن ۾ هُن پنهنجي سامان جي

تلاشي ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو، ۽ ڀُٽي صاحب سان ملاقات ڪرڻ بغير جيل اختيارين هُن کي واپس موٽائي چڏيو هو.

21 جون 1978ع تي محترمه بينظير ڀُٽو پنهنجي والد سان ملڻ لاءِ جيل ۾ آئي، شايد اهو هُن جو جنم ڏينهن هو. هوءَ پاڻُ سان گڏ هڪ ڪيڪ به کڻي آئي، جنهن کي جيل اختيارين سيڪيورٽي وارڊ ۾ کڻي وڃڻ جي اجازت نه ڏني. محترمه بينظير ڀُٽو ديوٽي تي موجود ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جيل کي چيو: هُو مارشل لا اختيارين کان اجازت وٺي، ته جيئن هوءَ ڪيڪ اندر کڻي وڃي سگهي. ڊپٽي ٽيليفون تي مونکي اهو قصو ٻُڌايو. مون هڪدم سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر سان ٽيليفون تي ڳالهائي، ڪيڪ ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ کڻي وڃڻ جي اجازت ورتي. محترمه بينظير ڀٽو اُن دؤران ڊپٽيءَ جي آفيس ۾ اوسيئڙو ڪندي رهي، ۽ اجازت ملڻ تي ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جيل جو ٿورو مڃي، سيڪيورٽي وارڊ ۾ وئي. اُن ڏينهن هوءَ ڀُٽي صاحب سان گڏ پنج ڪلاڪ ۽ سترهن منٽ رهي. اُن ڏينهن اٽڪل اڍائي ڪلاڪن کان پوءِ بيگم نُصرت ڀُٽو به اچي ويئي، ۽ ٽنهي ڄڻن گڏجي جيل جي ڪوٺيءَ ۾ محترمه بينظير ڀٽو جي سالگرهه جو ڏينهن ملهايو. اُن وقت ڀُٽي گهراڻي تي ڏاڍو خراب وقت آيل هو.

## منهنجو ڪردار

اهڙيءَ حالت ۾ هڪ شخص، جنهن کي مارشل لا اختيارين حفاظتي انتظامن جي اُتم نگرانيءَ جو ڪم سونپيو هُجي، اهو ڪاميابيءَ سان پنهنجي ذميداري نڀائڻ تي هر قسم جو ڦَلُ ته پاڻُ ڪٽڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر جڏهن حالتون بدلجن ٿيون، ته پوءِ اُها سموري ذميداري ٻين جي ڪُلهن تي وجهي ڇڏي ٿو ۽ پاڻُ کي بلڪل معصوم ۽ بيگناه ڄاڻائي ٿو. پر آئون سپاهي آهيان ۽ مونکي پنهنجا فرض نڀائڻ ۽ وفاداريءَ تي گهڻو فخر آهي. ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران حُڪمن جي ڀچڪڙي يا بهانن تي، پوءِ ڀلي اُنهن جو تعلق جيل اختيارين سان هو يا وري پوليس يا فوج سان، مون ڪڏهن به اهڙي ماڻهوءَ جي ڪَنُ مَهٽُ ۾ هٻڪ نه پائئي، پر ڀُٽي صاحب يا سندس گهراڻي جي هر ماڻهوءَ سان منهنجو ورتاءُ سدائين دوستاڻو ۽ همدرديءَ وارو رهيو. مون جيل ۾ ڀُٽي صاحب جي ايتري عزت ڪئي، جيتري ملڪ جي اڳواڻ هوندي آئون هُن جي ڪيان ها. پر ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران آئون خاص نظم ۽ ضابطي پٺاندر پنهنجا فرض نڀائڻ جو پابند هوس. اصل ۾ اهو ئي سبب آهي، جو ڀُٽي صاحب مونکي گهڻو پسند ڪيو ۽ جڏهن به آئون هُن وٽ سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويس، ته هُن اڳڻ ۾ ڪُرسيءَ تي ويٺل هوندي هر ڀيري اُٿي مون سان هٿُ

ملايو ۽ جيڪڏهن پاڻُ ڪوٺيءَ ۾ ليٽيل هوندو هو، تڏهن به مون سان اُٺي ملندو هو. مون هر پيري ڪوشش ڪئي، ته هُن جي اُٿڻ کان اڳ ۾ ئي آئون ڪيس روڪي سگهان، پر هُن مونکي گهڻي عزت ڏني. هُن مون سان گهڻي پنهنجائپ ۽ وڏندڙ ڍنگ سان مختلف مامرن تي ڪچهري ڪئي. مونکي اُهو سوچي اچرج ٿيندو هو، ته هُو مون تي نيٺ ايڏو مهربان ڇو آهي. هُن مون سان ڪڏهن ذڪر ته نه ڪيو، پر پنهنجي قيد دؤران بيگم نصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو سان هُن منهنجي سُٺي ورتاءُ جو ذڪر ضرور ڪيو هوندو. شايد اهو ئي سبب هو، جو 3 اپريل 1979ع تي هُنن ڀُٽي صاحب سان پڇاڙڪي ملاقات کان هڪدم پوءِ مون سان ملڻ گهُريو، ۽ مون کي بيگم نُصرت ڀُٽو پنهنجي پڇاڙڪي اپيل ڪرڻ لاءِ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ضياءَالحق سان ملائڻ لاءِ چيو هو. انهيءَ ڏس ۾ وڌيڪ اُپٽار جي گهُرج نه آهي. هن ڪتاب کي پڙهڻ کان پوءِ هر ماڻهوءَ کي ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران منهنجي ورتاءُ بابت پاڻمرادو اندازو ٿي ويندو.

پڃري ۾ شينهن

19 مئي 1978ع تي شام ڇهين وڳي ڌاري آئون سيڪيورٽي وارڊ ۾ انتظامن جو جائزو وٺڻ لاءِ ويس، تنهن وقت اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ عمر دراز ڊيوٽيءَ تي موجود هو

۽ مون سان گڏ هو. هُن ڪنڊيدار تارن ۾ پهرين دروازي ۾ لڳل تالو کوليو ۽ اسان جي اندر گهڙڻ کان پوءِ وري دروازي کي تالو لڳايو. اهڙيءَ طرح هُن سيڪيورٽي وارڊ جي اڳڻ جي دروازي تي لڳل تالو کوليو ۽ اسان جي گهڙڻ کان پوءِ اُن کي ٻيهر تالو لڳايو. اڳڻ کان دالان ۾ گهڙڻ لاءِ به تالو کوليو ويو ۽ آئون وارڊ ۾ داخل ٿيس، ۽ عمر دراز اُتي واربرن سان گڏ اڳڻ ۾ اوسيئڙو ڪرڻ لڳو.
سڀ کان پهرين آئون کاٻي ڪمري ۾ ويس، جنهن ۾ گارڊ رهندا هئا. اهو ڪمرو تنهن وقت خالي پيل هو. اُتان آئون سامهون واري ڪمري يعني رڌڻي ۾ ويس، جنهن ۾ سمورا ٿانوَ وغيره ڏٺم. فِرج کولي سمورا شربت ۽ پيون کائڻ جون شيون ڏٺم. اُن ڪوٺيءَ ۾ مونکي چار منٽ مس لڳا هوندا. اُتان نڪري اُن لڳولڳ ڪوٺيءَ ۾ ويس، جنهن ۾ گارڊ ڪماندر رهندو هو. اندر جهاتي پائڻ کان پوءِ آئون اڳتي ڪاڪُوس واري ڪوٺيءَ طرف ويس، ته جيئن اُتي صفائيءَ کي ڏسي سگهان، ته منهنجي نظر اوچتو ڀُٽي صاحب تي پيئي، جيڪو هڪ دفتري ڪُرسيءَ تي پنهنجي ڪوٺيءَ جي دروازي جي لوهي سِيخن پويان ويٺل هو. هُو بلڪل ماٺ، ٻيوس، ۽ ڏڪارو پئي لڳو. اهو هيانءُ ڏاريندڙ ۽ ڳوڙها ڳاڙيندڙ ڏيکُ هو. هُن شايد مونکي ڏيان سان ڏٺو پئي. هُن جي اُن لاچاري ۽ ٻيوسي ڏسي مونکي پڇري ۾

شينهن جي يادگيري آئي. اصل ۾ مون لاءِ ايترو ويجهي کان اُن شينهن کي ڏسڻ جي همت نه ٿي ۽ آئون اکيون ڇينڀڙ يا سلام ڇوڙ بنا مٿي ڏسندو، آهستي آهستي ايئن واپس موٽيس، ڇڻ مون هُن کي ڏٺو ئي نه هُجي ۽ خاموشيءَ سان دالان کان ٻاهر اچي پهتس.

جڏهن آئون سيڪيورٽي وارڊ کان ٻاهر آيس، ته مون پنهنجي پاڻُ کي چيو، ته تون پُٽي صاحب کي سلام ڇو نه ڪيو؟ شايد مون ۾ هُن کي ايترو ويجهڙائپ کان اُن حالت ۾ ڏسڻ جي همت نه هئي. آئون ايئن لوهه جي سِيخن پويان بيوسيءَ ۾ ويٺل هُن جي اُن انداز کي ڪڏهن به نه وساري سگهندس. اُن ڏينهن گهر موٽڻ تي مون گهرواريءَ کي سڄو قصو ٻڌايو. هُن پُٽي صاحب کي ”السلام عليڪم“ نه چوڻ تي گهڻو ڏُک ڪيو. منهنجي ٻاهر اچڻ جي ڪجهه گهڙين کان پوءِ پُٽي صاحب هيڊ وارڊر کي اندر گهُرايو، ۽ پُڇيائين: هي شخص جيڪو ڪجهه گهڙيون اڳ اندر آيو هو، سو ڪير هو؟ مون جيتوڻيڪ جيل عملدارن کي ٻُڌايو هو، ته اُهي مونکي جيل جو چيف سيڪيورٽي سپرنٽينڊنٽ ئي سڏيندا، پر هُن اُٽلندو ٻُڌايو: سائين اُهو جيل جو ڊاڪٽر هو. اُن تي پُٽو صاحب مٿس ڪاوڙيو ۽ چيائين: توکي ته ڪُوڙ ڳالهائڻ به نٿو اچي. هُن اٽڪل اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ڊيوٽيءَ تي موجود جيل اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ کي گهُرايو ۽

ساڳيو سوال ڪانئس به پُڇيائين. هُو جيئن ته اُها ڳالهه اڳ ۾ ٻُڌي چڪو هو، تنهنڪري هُن به اهو ساڳيو جواب ڏنو. جڏهن آخري روشنيءَ جو وقت آيو، ته ڊپٽي جيل سپرنٽينڊنٽ سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويو، ته جيئن لڳل تالن جي پڙتال ڪري. ڀُٽي صاحب هُن کي اندر گهُرايو ۽ کانئس پُڇيائين: جيل جو ڊاڪٽر ڪهڙي قابليت جو مالڪ آهي. 18 مئي يعني هڪ ڏينهن اڳ جيل ڊاڪٽر کي سيڪيورٽي وارڊ ۾ ڀُٽي صاحب کي تپاسڻ لاءِ موڪليو ويو هو، پر هُن تپاس ڪرائڻ بغير ڊاڪٽر کي موٽائي ڇڏيو هو. ڊپٽيءَ، ڀُٽي صاحب کي ٻُڌايو: جيل جو ڊاڪٽر تجربيڪار ۽ قابل ماڻهو آهي. پوءِ ڀُٽي صاحب وڌيڪ پُڇيو: هن جيل ۾ ڪيترا ڊاڪٽر آهن. ڊپٽيءَ وراڻيو: سائين، رُڳو هڪ ڊاڪٽر آهي. ڀُٽي صاحب هُن کان وڌيڪ پُڇيو: اهو ماڻهو جيڪو اٽڪل اڌ ڪلاڪ اڳ هتي آيو هو، سو ڪير هو؟ جيئن ته ڪُوڙ جي پاڙُ نٿي ٿئي، تنهنڪري ڊپٽي هڪدم وراڻيو: سائين، هُو ميل نرسنگ آهي، جنهن کي اسان ڊاڪٽر ئي سڏيون ٿا. اُن جواب تي ڀُٽو صاحب، ڊپٽيءَ تي مچرجي پيو ۽ کيس چيائين: مون سان دوکو نه ڪر. هُو فوجي عملدار ئي هو.

**بيگم نصرت ڀُٽو جي پهرين ملاقات**

21 مئي 1978ع تي صبح جو بيگم نُصرت ڀُٽو کي ڀُٽي صاحب سان جيل ۾ ملاقات لاءِ پي آءِ اي ذريعي هڪ

سپرنٽينڊنٽ پوليس سان گڏ ڪراچيءَ کان راولپنڊي آندو ويو. پوليس ڪار هُن کي ايئرپورٽ کان جيل تائين ڪٺي آئي. اُن ملاقات جي خبر اخبارن ۾ به ڇپجي چُڪي هئي، تنهنڪري جيل ٻاهران اُن ڏينهن چڱو ميڙاڪو مَڙل هو. ڪار کي جيل ۾ ورانڊي ۾ بيهاريو ويو. بيگم نُصرت ڀُٽو گاڏي بيهڻ کان هڪدم پوءِ پنهنجي ٻَٽُونءَ مان پرفيوم جي هڪ بوتل ڪڍيا ۽ اُن سان پنهنجي پاڻُ تي ڦوهارو ڪيائين، جنهن جي سُرهاڻ سان ورانڊو هڪدم مهڪي پيو. هوءَ ڪار مان ڏاڍي شانَ سان ٻاهر نڪتي. هُن کي اُن ڏينهن سُنهي وڳي پائڻ سميت پلوڙ ميڪ اپ به ڪيل هو. هُن کي جيل سپرنٽينڊنٽ، جيڪو ورانڊي ۾ سندس آڌرڀاءُ لاءِ بيٺل هو، سِڌو سيڪيورٽي وارڊ ڏانهن وٺي روانو ٿيو. اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ عمر دراز ۽ آئون به ڪجھ فاصلي تي سندن پويان روانا ٿياسين. بيگم نُصرت ڀُٽو جيئن سيڪيورٽي وارڊ جي دالان واري دروازي تي پهتي، ته هُن سپاهيءَ لاءِ لڳل الارم جي سوئچ کي لامارو ڏيئي دٻايائين، جنهن سان سيڪيورٽي وارڊ ۾ الارم وڄڻ لڳو. سمورا گارڊ اڳواٽ ئي ڦُڙت بيٺل هئا، ۽ بيگم ڀُٽو سان گڏ سڄي جماعت کي ايندي پئي ڏٺائون، سو هنن کي روڪ جو اشارو ڏنو ويو. هاڻي بيگم نُصرت ڀُٽو به سمجهي وئي، ته اُهو بٽڻ عام گهنٽي نه آهي، پوءِ چوڌري يارمحمد به ڌيرج سان هُن کي

ٻُڌايو، ته اُهو ٻنڻ هرگز نه دٻايو، ڇوته اُهو سپاهين لاءِ آهي. دالان کان ٻاهرئين تالي کي ٻه ڪوليو ويو ۽ اندرئين سپاهي کي ٻاهر وڃڻ جو اشارو ٿيو ۽ نُصرت ڀُٽو کي ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ موڪليو ويو.

بيگم نُصرت ڀُٽو، محترمه بينظير ڀٽو ۽ ڊاڪٽر نيازيءَ جي ملاقات وقت اسپيشل پوليس جو هڪ انسپيڪٽر انهن جي ملاقات جي نگرانيءَ لاءِ جيل ايندو هو. مارشل لا اختيارين هُن کي دالان ۾، ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ جي دروازي پرسان ويهڻ جي اجازت ڏني هئي. هُو ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ سان گڏ اُتي ويهي رهيو. اندازو اِهو هو، ته ملاقات شايد ڪلاڪ کن هلندي، پر بيگم نُصرت ڀُٽو صبح نَو لڳي پنجٽيهن منٽن کان وٺي ٻارهن لڳي پنجٽيهن منٽن ٻنپهرن تائين يعني ٽي ڪلاڪ ڪوٺيءَ ۾ رهي. پهرين ملاقات ايتري ڊگهي ٿيڻ سبب مارشل لا اختياريون پُڇڻ لڳيون. جنهن تي ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ کي چيو ويو، هُو کين يادگيري ڏياري.

ملاقات کان پوءِ جڏهن بيگم نُصرت ڀُٽو جيل کان رواني ٿي ويئي، تڏهن ڊپٽي ٻُڌايو، ته هُن پڇاڙڪن چاليهن منٽن ۾ کين ڪجهه ڀيرا يادگيري ڏياري هئي، پر جيئن ته بيگم نُصرت ڀُٽو پنهنجي تياريءَ ۾ گهڻو وقت ورتو هو، تنهنڪري ايتري دير

ٿي ويئي. پوءِ واري ملاقاتن ۾ به بيگم نُصرت ڀُٽو سدائين يادگيريءَ کان پوءِ به ڪجھ وقت ضرور وٺندي هئي.

ڀُٽي صاحب جي پنڊيءَ جيل ۾ قيد دؤران 17 مئي 1978ع کان 3 اپريل 1979ع دؤران بيگم نُصرت ڀُٽو چوئيتاليھ ڀيرا هُن سان ڪوٺيءَ ۾ ملاقات لاءِ آئي. انهن ملاقاتن ۾ هُن هڪ سؤ ڏھ ڪلاڪ ۽ ويھ منٽ جو مجموعي وقت ڀُٽي صاحب سان سندس ڪوٺيءَ ۾ گهاريو.

**محترمه بينظير ڀٽو جون ملاقاتون**

بيگم نُصرت ڀُٽو جيان محترمه بينظير ڀُٽو کي به ڪراچيءَ کان هر هفتي هڪ پوليس عملدار جي نگرانيءَ ۾ پي آءِ اي ذريعي راولپنڊيءَ آندو ويندو هو، ۽ ملاقات کان پوءِ ڪيس ٻيءَ فلائيٽ ۾ واپس ڪراچيءَ وٺي وڃبو هو. هُن جي ملاقات جو طريقو بيگم نُصرت ڀُٽو جهڙو ئي هوندو هو. پيءُ- ڌيءُ جي ملاقات دؤران ڪجھ ڪچهري سانتيڪن اشارن جي ٻوليءَ ۾ ٿيندي هئي، جيڪا گهڻو ڪري ڀُٽڪن ذريعي يا وري ڪا ڳالھ لکي سمجهائي يا منتقل ڪئي ويندي هئي. اهڙين ملاقاتن دؤران ماڻهن جا ڪَن اُڀا ٿي ويندا هئا، پر ريڪارڊ رُڳو اهو ئي هوندو هو، جيڪو ڀُٽو گهراڻو چاهيندو هو، ڇوته هُنن وچ ۾ ٿيندڙ ملاقات ۾، ڪافي دير تائين رُڳو ڪاغذ جا ورق اُٿلائڻ جا آواز ٻُڌڻ ۾ ايندا هئا يا وري ماٺار ئي رهندي هئي. جيڪڏهن ڀُٽو

صاحب اختيارين کي ڪجھ ٻُڌائڻ چاهيندو هو، يا وري ڪين ٻنپلائڻ چاهيندو هو، ته پوءِ وڏي آواز سان ڳالھ ٻولھ شروع ٿي ويندي هئي، نه ته پوءِ اوچتو اهڙي سانت چانئجي ويندي هئي، چڻ ڪچهريءَ ڪندڙ ڪوٺيءَ مان ٻاهر نڪري ويا هُجن.

اوائل ۾ ٻي يا ٽين ملاقات دؤران اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ عمر دراز، ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ منجھ جهاتي پاتي، ته جيئن ڪيس ٻُڌايو وڃي، ته سائين وقت گھڻو ٿي ويو آهي، تنهنڪري اُهي هاڻ ملاقات ختم ڪن. عمردرازِ ٻُڌايو، ته هُن ڏٺو ته پيءُ ۽ ڌيءَ ساڳئي کٽ تي ليٽيل هئا، ۽ سندن چهرا هڪٻئي سامهون بلڪل ويجهو هئا. اهو ڏسي هُو هڪدم پوئتي هٽي ويو. ملاقات کان پوءِ محترمه بينظير ڀُٽو سِڌو سپرنٽينڊنٽ جيل جي آفيس ۾ آئي ۽ هُن پنهنجي ڪاوڙ ڏيکاريندي چيو: گھٽ ۾ گھٽ جيل اختيارين کي ايتري ته چڱائي ۽ پنهنجائپ ڏيکارڻ کپي، جو اسان جي ملاقات دؤران رنڊڪُ يا ڪا روڪ نه ٿئي ۽ چيئرمين صاحب جي نجي زندگيءَ ۾ جهاتي پائڻ بند ڪيو وڃي. هُن مارشل لا اختيارين تي به چوھ چنڊيا. هُن جي وڃڻ کان پوءِ اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ سچيءَ ڪهاڻي پيرائتي ٻُڌائي، ته محترمه بينظير ڀُٽو جي ڪاوڙ جو اصل سبب ڪهڙو هو. اُها وارتا ٻُڌي هرهڪ گھڻي اچرج ۾ پئجي ويو. مون هُنن کي

سمجهايو: توهان ماڻهو به ڀُٽي صاحب سان جڏهن ڪا راز جي ڳالهه ڪرڻ چاهيو ٿا، ته هُن کي اشاري سان ڪوٺيءَ مان ٻاهر گهُرايو ٿا. محترمه بينظير ڀُٽو ته هُن جي ڪوٺيءَ کان ٻاهر به نٿي اچي سگهي ۽ پيءُ ڌيءُ وچ ۾ ته هزارين اهڙا راز ضرور هوندا، جيڪي اُهي ٻين کان لِڪائڻ چاهيندا هوندا ۽ وٽن ته رُڳو ڪَنن ۾ ڀُڻڪاٽُ جو ئي هڪ طريقو موجود آهي. بهرحال جيل اختيارين ۾ اُن مامري تي گهٽن ڏينهن تائين مُدو هلندو رهيو.

محترمه بينظير ڀُٽو به ڀُٽي صاحب سان جيل ۾ چوئيتاليهه ڀيرا ملاقات ڪئي ۽ پنهنجي والد سان گڏ مجموعي طور هڪ سؤ ڇهه ڪلاڪ ۽ پندرهن منٽ ڪوٺيءَ ۾ گهاريا.

هڪڙو اڻوڻندڙ واقعو

ڀُٽي صاحب جي راولپنڊي جيل ۾ منتقليءَ جي ڪجهه هفتن کان پوءِ مارشل لا اختيارين کي سُڌ ملي، ته ڀُٽو صاحب پنهنجي بچاءَ ۾ هڪڙو ڪتاب پيو لکي، جنهن لاءِ هُن کي هر قسم جو موادَ، ملاقاتين ذريعي ٻاهران جيل ۾ پهچايو پيو وڃي. مونکي ۽ سپرنٽينڊنٽ جيل کي حُڪم مليو، ته سمورن ملاقاتين جي، خاص ڪري بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽو جي اچڻ ۽ وڃڻ مهل تلاشي ورتي وڃي. اختيارين جو شروع ۾ اِهو ويچار هو، ته وڪيلن کي به تلاشيءَ کان آجو نه ڪيو وڃي، پر سُپريم ڪورٽ انهن

جي تلاشي نه وٺڻ لاءِ چيو، البت ڪورٽ، وڪيلن کي هونئن ئي چتاءُ ڏنو، ته شڪ هئڻ آثار هنن جي به جهَڙتي وٺي سگهجي ٿي.
عدالت جي اُن حُڪم کان هڪدم پوءِ محترمه بينظير ڀُٽو راولپنڊي جيل ۾ پنهنجي والد سان ملڻ لاءِ آئي. هُن وٽ هڪ ڳري بيگ هئي. جيل سپرنٽينڊنٽ اڳواٽ ئي هڪڙي هيڊ واربر کي چئي ڇڏيو هو، ته هُو محترمه بينظير ڀُٽو جو سامان ڪانئس وٺي ڊيٽي جي آفيس اندر هليو ويندو ۽ اهو کولي ڏسندو، ته اُن منجه ڇا پيل آهي. جيئن محترمه بينظير ڀُٽو ڀَڌر ۾ پوليس ڪار مان لٿي، ته اُن هيڊ واربر ڪانئس بيگ ورتو ۽ ڀُڏايل طريقي پٺاندر اندر آفيس ۾ هليو ويو. هيڊ واربر اندر وڃي بيگ جي اجا زنجير ئي مس کولي هئي، ته محترمه بينظير ڀُٽو به اُن آفيس ۾ اچي سَهڙي ۽ هُن کي چيائين: اڙي او ڄَٽ! تون منهنجي بيگ جي جهَڙتي ڇو پيو وٺين؟ واربر کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان پوءِ هُن مارشل لا اختيارين تي به ڪاوڙ ڏيکاري: رت پياڪ، چور ۽ بدنيت. اُهي چورن جيان رات جي اونداهيءَ ۾ آيا. ڌاڙيلن جيان ٽينڪون ۽ توپون پاڻُ سان گڏ ڪٽي آيا ۽ آئيني توڙي جمهوري وزيراعظم جي حڪومت کي ڊاهي، ڪيس هٿائي ڇڏيائون. اِهو چوندي هُن هيڊ واربر جي هٿ مان بيگ ڦُري ورتو. جيل سپرنٽينڊنٽ جو وائڙائپ ۾ وات ئي

پَتجي ويو. پر پوءِ به هُن بينظير ڀُٽو کي اندر وڃڻ ڏنو، ۽ ڀُٽي صاحب سان ملاقات ڪرايائين. جڏهن مارشل لا اختيارين کي اُن مامري بابت چاڻ ڏني ويئي، ته حُڪم مليو، ته هاڻي اڳتي ماءُ، ڌيءَ يا ڪوبه ٻيو ملاقاتي جنهن وقت پوري تلاشي نه ڏئي، ته ڪيس اندر ملاقات لاءِ وڃڻ نه ڏيو، ۽ ملاقات بغير واپس موٽايو وڃي، ايستائين جو بيگم نصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽو جي ٻَنهي جي به جهَڙتي وٺڻ جو حُڪم مليو.
آئون ڀانيان ٿو، ته جون 1978ع جو پڇاڙڪو هفتو هو، جو بيگم نُصرت ڀُٽو ملاقات لاءِ آئي. جيل سپرنٽينڊنٽ هُن جي بيگ کي پوليس ڪار مان ئي ورتو ۽ ڪار جي بونٽ تي رکي بيگ کي کولي ڏسڻ چاهيو. بيگم صاحبه ڪاوڙ ۾ هُن کي گهٽ وڌ ڳالهائي، بيگ هڪدم کانئس ڦُري ورتائين. يارمحمد صاحب ڏاڍي نهٺائيءَ ۽ نِوڙت سان هُن کي چيو: بيگم صاحبه حڪومت مونکي حُڪم ڏنو آهي، ته ملاقات کان اڳ ۽ پوءِ توهان جي سامان جي جهَڙتي ورتي وڃي. بيگم ڀُٽو وڏي واڪي هُن کي چيو: تون ڪير آهين منهنجي بيگ جي جهَڙتي وٺڻ وارو. جيل سپرنٽنڊنٽ وري به هُن کي نهٺائيءَ سان ڌيرج سان چيو: تلاشيءَ جو مٿان کان حُڪم آيل آهي. اُن بغير توهان اندر نٿيون وڃي سگهو. پر بيگم صاحبه تلاشيءَ ڏيڻ کان بلڪل انڪار ڪيو. اُن تي

سپرنٽينڊنٽ، آئون ۽ اسپيشل پوليس انسپيڪٽر، سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ هليا وياسين، جيتوڻيڪ حُڪم قطعي، چِٽو ۽ بلڪل پڌرو ملي چڪو هو، پر پوءِ به اسان مٿئين اختيارين کي ان صورتحال بابت ڄاڻُ ڏني. هُنن پيهر حُڪم ڏنو، ته جيڪڏهن بيگم نُصرت ڀُٽو پنهنجي سامان جي تلاشي نه ڏيڻ تي اَٽل آهن، ته پوءِ هوءَ ڀُٽو صاحب سان ملي نه سگهندي. هُن کي واپس ڪراچي موڪليو وڃي.

سپرنٽينڊنٽ پوليس جيڪو بيگم ڀُٽو کي ڪراچيءَ کان پاڻُ سان گڏ وٺي آيو هو، تنهن ايس ايس پي راولپنڊيءَ سان ٽيليفون تي ڳالهايو، ته بيگم نُصرت ڀُٽو جي ملاقات نه ٿيڻ ٿئي ۽ ڪراچي واپسيءَ جي فلائيٽ ۾ اڃا گهڻو وقت آهي، تنهنڪري هاڻي هُن کي ڪيڏانهن وٺي وڃجي؟ هُن کي ٻُڌايو ويو، ته هُو بيگم نصرت ڀُٽو کي راول ڊيڊُ واري ريسٽ هائوس ۾ وٺي وڃي، ۽ پي آءِ اي جي فلائيٽ ملڻ تائين اُتي ترسن.

پوءِ چوڌري يار محمد، بيگم ڀُٽو کي ٻُڌايو، ته حڪومت هُن جي ملاقات جي اجازت نه ڏني آهي، تنهنڪري هوءَ واپس وڃي سگهي ٿي. بيگم ڀُٽو ويتر مچرجي پئي ۽ هُن جيل سپرنٽينڊنٽ کي ڪافي گهٽ وڌ ڳالهايو. جيئن ته سپرنٽينڊنٽ لاءِ سندس ماتحتن سامهون سخت لفظ چيا ويا هئا، تنهنڪري هُو به ٿورڙو ڪاوڙ ۾ آيو. هُن بيگم نُصرت

ڪي چيو ته هوءَ جيل ڪان موٽي وڃي. جنهن تي بيگم ڀُٽو ويٺر ڪاوڙجي پيئي، ۽ هُن کيس ڌمڪي ڏني: توکي اُن جو اَجرُ ضرور ملندو. ۽ جنهن مهل هُن جي گاڏي ڀَڄَر مان ٻاهر پئي وئي، ته بيگم ڀُٽو چيو: ڪُتا، لعنتي، سُوئر، ڇَٽ....

هيڏانهن ڀُٽو صاحب پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ اوسيئڙو ڪندو رهيو ۽ هڪ ٻه ڀيرا هُن پُڇيو: بيگم ڀُٽو ڇو نه آئي؟ پر هُن کي ڪجهه به نه ٻُڌايو ويو. هُن کي پوءِ مامري بابت پتو پيو، جنهن تي هُن جيل سپرنٽينڊنٽ کي اندر ڪوٺيءَ ۾ گهُرايو، ۽ مٿس ڏاڍو ڪاوڙيو. هُن يارمحمد صاحب کي ڇاٽايو: هُن جي گهرواريءَ سان اهڙي ورتاءُ جي ڪنهن کي همت نٿي ٿي سگهي ۽ ڪانئس اُن جو پلاند ورتو ويندو. هُن کيس وڌيڪ چيو: هزارين جانثار اهڙا آهن، جيڪي ڪنهن به ڀُٽو جي اشاري تي مرڻ مِٽڻ لاءِ تيار آهن. پوءِ، يارمحمد سڄو ڏينهن ماٺ ۽ ڳِڻتيءَ ۾ رهيو.

اُن واقعي جي گهڙُن ڏينهن ڪان پوءِ ڀُٽي صاحب مون سان به اُها ڳالهه ڪئي، ۽ نيٺ ٻُڌايو، ته سپرنٽينڊنٽ عام رواج موجب سڄو الزام ويچاري ڪرنل مٿان ٿاڦيو هو، ته کيس ڪرنل ئي اهڙا حُڪم ڏنا هئا. مون اُن موقعي تي هُن کي سڄو قصو صحيح ٻُڌايو. جنهن تي هُن ڳالهه کي مڃتا ڏني،

پر گڏوگڏ اهو به چيائين: رفيع، توهان جا جرنيل ڪيترين
ڪِريل، تِڇ ۽ ڪَميڻين حرڪتن تي لهي آيا آهن.

## ڀٽي صاحب سان منهنجي پهرين ملاقات

ڀُٽي صاحب جي راولپنڊي جيل ۾ منتقليءَ سان ئي مون ۾
ساڻس ملڻ جو چاهُ اُڀريو، پر ڪجهه سببن ڪري آءٌ ان سان
باقاعدي ملاقاتن ۾ ڪجهه هفتا لڳا. هونئن ته آئون
سيڪيورٽي وارڊ ۾ پهرين ڏينهن يعني 17 مئي 1978ع تي
به ويو هوس، پر هُن سان ملڻ جي همت نه ٿي. پوءِ جيئن
ته اڳ ۾ لکي چُڪو آهيان، ته 19 مئي تي جنهن وقت وارڊ
۾ اندر ويس، هُن کي اُتي ويٺل ڏٺم، پر ساڻس ملڻ جي همت
نه ڪري سگهيس ۽ ماٺ ۾ ٻاهر نڪري آيس. پنهنجي
فرضَ خاطر مئي مهيني جي ٻئي هفتي کان ئي پنڊي جيل ۾
وڃڻ منهنجو روزاني ڪاروهنوار بڻجي ويو هو، بلڪ
ڪڏهن ڪڏهن ته ٻه ٽي ڀيرا به وڃڻو پوندو هو. ڀُٽي صاحب
جي اچڻ کان پوءِ ڏينهن جو گهڻو وقت آئون جيل
سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ يا وري جيل جي اُترئين احاطي ۾
گُذرندو هو، جتي منهنجي بٽالين آفيس سميت منتقل ٿي
چُڪي هئي. سيڪيورٽي وارڊ ۾ چڪر هڻڻ ۽ ڊيوٽي آفيسر
۽ ٻين گارڊن کي ڏسڻ به منهنجو رواج بڻجي چڪو هو.
آئون گهڻو ڪري عام قسم جي پتلون قميص پائيندو هوس
(مون ڪجهه جوڙا ڪپڙن جا ڊيوٽي آفيسر جي ڪمري ۾

ٿِنگي چڙھيا هئا، جو موقعي پٽاندر هڪدم پوشاڪ بدلائي سگهان.) ته جيئن ڀُٽي صاحب سان ملندڙ وڪيلَ ۽ سندن مائٽ مونکي جيل جو ماتحت آفيسر ئي سمجهن، پر وڪيل ته مونکي ٺُرت سُڃاڻڻ لڳا. البت بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو مونکي سُڃاڻڻ ۾ گهڻو وقت ورتو.
پهرين ڪجھ هفتن دؤران جيستائين آئون ڀُٽي صاحب سان نه مليو هوس ۽ مارشل لا اختيارين جا حُڪمَ ڏاڍيءَ سختيءَ سان لاڳو پئي ٿيا، تنهن وقت شايد جڏهن ڀُٽي صاحب اعتراض ڪيا، ته جيل اختيارين سمورا الزام ڪرنل انچارج تي ئي مڙهيا. ڀُٽي صاحب، سندس گهراڻي جي ڀاتين يا وڪيلن پڌرو آهي، ته ڪرنل انچارج کي ئي سمورين سختين جو ذميدار ڪوٺيو. هوڏانهن مون ڀُٽي صاحب سان ملاقات جو وجھ پئي تاڙيو. مون هُن سان ڪوٺيءَ ۾ ملڻ بجاءِ ٻاهر اڱڻ ۾ ملڻ پئي گهُريو، ته جيئن ساڻس کُلي طرح ڳالهائي سگهان. ڀُٽي صاحب کي ڦاهيءَ جي سزا ڪاٽل ڏوهارين جيان اڌ ڪلاڪ صبح ۽ اڌ ڪلاڪ شام جو ڪوٺيءَ کان ٻاهر پسارَ جي اجازت هئي. هُو صبح دير سان اُٿندو هو، ۽ جون جولاءِ مهينن ۾ ته صبح نَائين ڏهين وڳي کان پوءِ ٻاهر چڱي گرمي ٿي ويندي هئي. تنهنڪري هُو صبح جو پسار نه ڪندو هو، ۽ رُڳو شام جو ئي ٻاهر اڱڻ ۾ نڪرندو ۽ چاءِ وغيره پيئندو هو. هڪڙيءَ

شام جو، شايد جُون مهيني جو پهريون يا ٻيو هفتو هو، جڏهن مون پڪ پائني، ته پُٽو صاحب ٻاهر اڪيلو ويٺل آهي، ته مون وٽس ساڻس ملڻ جو ارادو ڪيو. مونکي اُن ڏينهن وردي پاتل ۽ قميص تي پنهنجي نالي واري پليٽ لڳل هئي. مون ڊيٽي سپرنٽينڊينٽ کي گهُرايو، جيڪو تنهن وقت ڊيوٽي تي هو، ۽ چيم: آئون سيڪيورٽي وارڊ تپاسڻ گهُران ٿو. هُن ٻاهر ڪنڊيدار تارن واريءَ واڙ جي دروازي جو تالو کوليو، پوءِ سيڪيورٽي وارڊ جي وارانڊي جو تالو کوليائين ۽ جيئن ته پُٽو صاحب ٻاهر اڱڻ ۾ ئي ويٺل هو، تنهنڪري ڊيٽيءَ کي اُتي ڇڏي آئون اندر هليو ويس. دروازي جي پردي واريءَ ديوار پويان پُٽو صاحب عام ڪُرسي تي ويٺل هو. هُو مونکي اوچتو ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو. آئون هُن کان ٽن يا چئن گزن جي فاصلي تي هوس ۽ سندس مُک جي تاثر ڏسي سگهيس پئي. جيئن پُٽي صاحب مونکي ڏٺو، ته هُن جي مُک تي ڪجھ لالاڻ نروار ٿي ۽ ڪجھ ڪاوڙ جا آثار به ڏسڻ ۾ آيا، ايستائين جو سندس اکين هيٺان ۽ ڳٽن جي مٿين چمڙي ڪجھ پيرا ڦَڙڪي ۽ مون ايئن پائنيو ، ڄڻ مون هروپرو ڏَچو پنهنجي ڪُلهي تي کنيو هُجي. بهرحال، مون هُن جي سامهون ايندي ئي فوجي طريقي سان کيس باادب سلام ڪيو. هڪدم هُن جي مُک تان سندس سڀاءُ جي ڪجھ ڪُوملتا نروار ٿي. پوءِ هُو وري

وسمي ۾ پئجي ويو. هُن پنهنجو ساڄو هٿ وڌائيندي مون سان هٿُ ملايو ۽ چوڻ لڳو: توهان ويهڻ پسند ڪندؤ. هُن مُشقتيءَ کي سڏ ڪيو، ته ڪُرسي کڻي اچي. (پُٽي صاحب کي هڪ قيدي سندس خدمت لاءِ ڏنو ويو هو.) آئون پُٽي صاحب پرسان پيل ڪُرسيءَ تي ويهي رهيس. ڪجھ گهڙيون ماٺ ۾ گُذريون. پوءِ هُن ماٺ ٽوڙيندي چيو: ڪرنل رفيع! (منهنجو نالو منهنجي ورديءَ تي لکيل هو) توهان هتي اچڻ جي تڪليف ڪيئن ڪئي؟ مون وراڻيو: سائين، مون گهڻو اڳ اچڻ پئي چاهيو، پر ڪنهن سبب ايئن ڪري نه سگهيس. هينئر آئون توهان کي رُڳو سلام ڪرڻ آيو آهيان. هُن جواب ۾ چيو: توهان جنهن به مهل چاهيو، وڏي شوق سان اچي سگهو ٿا. جنهن تي مون هُن جو دلي ٿورو مڃيو. اُن پهرين ملاقات ۾ اسان جي وچ ۾ ڪجھ هَٻڪ رهي. هُن مونکان پُڇيو، ته آئون چاءِ يا وري ڪافي پيئندس؟ مون هُن کي تُرت جواب ڏنو: سائين، منهنجي ڪا خاص پسند نه آهي، توهان جيڪو پسند ڪندا، سو آئون به پي وٺندس. جيئن ته منهنجي اچڻ کان اڳ پُٽي صاحب مُشقتيءَ کي چاءِ آڻڻ لاءِ چيو هو، تنهنڪري هُن اُن کي آواز ڏنو، ته منهنجي لاءِ به چاءِ آڻي. اسان چاءِ ڪنهن قدر ماٺار ۾ پيتي. مون چاڻي واڻي هُن کان ڪنهن خدمت جو نه پُڇيو، ڇوته مونکي ڊَپُ هو، ته هُن ڪنهن ڪم لاءِ چيو، ۽

اُهو منهنجي اختيار ۾ نه هوندو، ته پوءِ چا ٿيندو. سياڻي ۽ ڏاهي ماڻهوءَ هئڻ سبب ڀُٽي صاحب اُن قصي کي ئي نه ڇيڙيو. چاءِ پيئڻ کان پوءِ اجازت وٺڻ کان اڳ مون هُن کي چيو: شايد توهان کي مون مان ڪجهه شڪايتون هُجن. پر هُن هڪدم وراڻيو: نه، ڪا خاص نه. مون هُن کان وڃڻ جي اجازت گهُري ۽ اُٿي کيس فوجي طريقي سان سلام ڪيم. هُو به اُٿي بيٺو ۽ مون سان هٿُ ملايائين ۽ چوڻ لڳو: ڪرنل رفيع، ڪڏهن ڪڏهن چَڪر ضرور لڳائيندو ڪر. مون وراڻيو: سائين، آئون ضرور ايندو رهندس. ۽ پوءِ آئون سيڪيورٽي وارڊ کان ٻاهر آيس.

مونکي ڀُٽي صاحب سان ملاقاتن بابت ڪي خاص هدايتون نه مليون هيون. اوائل ۾ جڏهن به سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر مونکان ان بابت پُڇيو، ته مون کيس ٻُڌايو، ته آئون سيڪيورٽي وارڊ ۾ وڃي هُن سان ڪڏهن به نه مليو آهيان ۽ رُڳو جيل اختيارين جي ’سپ ٽيڪ‘ جي رپورٽ تي توهان کي اُن قسم جي رپورٽ ڏيان ٿو. هڪڙي ڏينهن هُن جي اُن قسم جي سوال تي مون کيس چيو: سائين، پڌري ڳالهه اها آهي، ته مونکي ڀروسو نه آهي، ته ڇا ڀُٽو صاحب ذاتي طور جيل ۾ حاضر آهي يا نه. جيل اختيارين جي ’سپ ٽيڪ‘ رپورٽ تي آئون به توهان کي روزانو ’سپ ٽيڪ‘ رپورٽ ڏئي ڇڏيان ٿو. اُن ڏينهن مونکي سب مارشل لا

ايڊمنسٽريٽر چيو: توکي ڪڏهن ڪڏهن اندر وڃي هُن سان ضرور ملڻ گهُرجي. اُن ڏينهن کان پوءِ، جيئن ته مونکي دستخطي چيڪ ملي ويو هو، تنهنڪري مون سيڪيورٽي وارڊ ۾ وڃي ڀُٽي صاحب سان ملڻ شروع ڪيو ۽ اُن اجازتنامي کي چڱيءَ ريت واپرايم. منهنجي ڀُٽي صاحب سان ملڻ تي جيل اختياريون اهو ئي سمجهنديون رهيون، ته مونکي مارشل لا اختيارين طرفان هُن سان ملڻ يا ڪنهن خاص ڳالهه ٻولهه جو حُڪم مليو هوندو.

منهنجون پوءِ واريون ملاقاتون

منهنجي اوائلي ملاقاتن ۾ ڀُٽو صاحب چڱو ساوڌان رهندو هو. هُن جو ويچار هو، ته آئون شايد جنرل ضياءَالحق جو خاص ماڻهو آهيان ۽ سندس هر ڳالهه جنرل صاحب تائين پهچائيندو هوندس. پر مون هُن کي چٽو ٻُڌايو هو: منهنجا جنرل صاحب سان اهڙا ڪي به لاڳاپا نه آهن. بهرحال، هُن کي گهڻي دير تائين اهو شڪ ضرور رهيو هوندو، جيستائين اسان پاڻ ۾ گهڻو گهرا نه ٿياسين. آئون جڏهن به سيڪيورٽي وارڊ ۾ ڀُٽي صاحب سان ملڻ ويس، ته هُن جي مون ڏاڍي عزت ڪئي. جيڪڏهن آئونورديءَ ۾ هوندو هوس، جيڪا بلڪل گهٽ موقعن تي پائيندو هوس، ته هُن کي فوجي طريقي سان سلام ڪندو هوس. نجي پوشاڪ يا شام جو راندين واري ويسُ ۾ هوندو هوس، تڏهن به رائج

طور طريقن پڻاندر ڪيس سلام ڪندو هوس. پوءِ جڏهن
اسان پاڻُ ۾ گهرا ٿياسين، تڏهن به آئون هُن سان ڪڏهن
پوڳ يا عام لهجي ۾ ڪا ڳالهه ٻولهه نه ڪئي. آئون پڇاڙيءَ
تائين هُن جي گهڻي عزت ڪندو رهيس، ڇوته هُن جي
شخصيت مون تي گهڻو اثر ڇڏيو هو. سچائي اها آهي، ته
منهنجو هُن سان عام ورتاءُ اهڙو هو، ڄڻ هُو ملڪ جو
وزيراعظم هُجي ۽ آئون فوجي عملدار. هُن جي شخصيت
ايڏي وڻندڙ ۽ موهيندڙ هئي، جو هر ماڻهوءَ هُن جو چاهيندڙ
بڻجي ويندو هو. ڪجهه عرصي تائين ته هُن جي عزت
ڪرڻ جا سبب رُڳو اُهي هئا، جيڪي آئون چئي چُڪو
آهيان، پر هُن جي قيد جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ جڏهن به مون
تي اهڙيون ڳالهيون کُليون، جيڪي بلڪل ناانصافيءَ تي
ٻَڌل هيون، ته مونکي سخت ڏُک پهتو ۽ منهنجي ضمير ڏاڍو
پڇتايو. انهن حالتن کي آئون هن ڪتاب ۾ مناسب جاءِ تي
لکندس.
سمورين سچائين هوندي به هڪ سپاهيءَ جو فرضَ پين
سپني ڳالهين تي اُتم رهيو، تنهنڪري منهنجي فرضن
سميت منهنجو ورتاءُ به گهڻو دوستاڻو رهيو.
جيڪڏهن مون ڪنهن صبح مهل هُن جي ڪوٺيءَ جو
معائنو ڪيو، ته عام طور ڳالهه ٻولهه سلام دُعا تائين مس
رهندي هئي. هُن جو ورتاءُ يا ڳالهه ٻولهه به رسمي هوندي

هئي، ۽ جيڪڏهن هُو اختيارين کي ڪجھ ٻُڌائڻ چاهيندو هو، ته مون سان تِکو به ڳالهائيندو هو، پر هُن جي مُک تي سدائين مُرڪ ئي رهندي هئي، يا هُو هڪ اَک دٻائي ڇڏيندو هو ۽ پنهنجو آواز کُهرو بڻائي ڇڏيندو هو، ته جيئن ڳُجها اوزار هر لفظ کي چڱيءَ ريت ٻُڌي سگهن ۽ ريڪارڊ ٿي سگهن. شام جو جڏهن آئون هُن جي ڪوٺيءَ ۾ ويندو هيس، ته هُو چوندو هو: هتي گهٽي گهُٽ ۽ ٻُوسٽ آهي. ٻاهر اڱڻ ۾ هلي ٿا ويهون. ۽ اسان ٻاهر کُلي ڪچهري ڪندا هئاسين. ۽ جڏهن آئون رات جو نَائين يا ڏهين وڳي کان پوءِ سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويندو هوس، تنهن وقت ماڻهو پنهنجو دُڪان بند ڪري ڇڏيندا هئا، ته اسان ڪيئي ڪلاڪن تائين ڪچهرين ۾ گهاريندا هئاسين. اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن به آئون پنهنجي گهڙيءَ کي ڏسندو هيس، ته هُو مونکي چوندو هو: ڪرنل رفيع، آئون تنهنجي ذميداريءَ ۾ آهيان، جيستائين آئون توسان گڏ آهيان، تيستائين توکي وقت جو ڪو ويچار يا تَڪڙ نه هئڻ گهُرجي. رات جو دير سان جڏهن به آئون هُن جي ڪوٺيءَ ۾ ويندو هوس، ته هُو ڏاڍو خوش ٿيندو هو. اهڙين ملاقاتن ۾ ڀُٽو صاحب گهڻو ڳالهائيندو هو، ڇوته جيل ۾ هُن جا وڪيل ٿورڙي وقت لاءِ ايندا هئا، ۽ اُهي به رُڳو مقدمي بابت ڳالھ ٻولھ ڪندا هئا. ڀُٽو عورتون هفتي ۾ رُڳو هڪڙو چڪر ئي مس هڻي

سگهنديون هيون ۽ ايتريون نِجي ڳالهيون ٿينديون هونديون، جو اُنهن کي ختم ئي نه ڪري سگهندا هُجن. اهڙي طرح جيل اختياريون رُڳو هڪ اڌ منٽ لاءِ ئي اندر وجي سگهنديون هيون ۽ اُهي به ڪوٺيءَ ۾ ڳالهائيندا هئا. اصل ۾ مون ڪانسواءِ ٻُٽي صاحب سان اندر يا ٻاهر ڪو جيل وارو ويهي ڪچهري ڪرڻ جو سوچي به نه سگهندو هو. جيل جو هيٺيون اسٽاف يعني واردر وغيره ته ويچارا اَٽپڙهيل ۽ ڪنهن قسم جي ڪچهريءَ جي قابل ئي نه هئا. تنهنڪري جڏهن به آئون هُن جي هَٿ چڙهي ويندو هوس، ته هُو گهٽيون ڳالهيون ڪندو هو. هُو عام طور اُن ڏيهن جون خبرون، جيڪي اخبار ۾ ڇپجنديون هيون يا تازن حالتن تي ڀرپور تبصرو ۽ حڪومت جي پاليسين تي تنقيد ڪندو هو. منهنجي ۽ هُن جي ويهڪ عام طور هڪطرفي هوندي هئي. سچو وقت هُو ئي ڳالهائيندو هو ۽ آئون ويٺو ويچار سان ڪيس ٻُڌندو رهندو هوس. ڪچهريءَ ۾ منهنجو حصو ’ها سائين‘، ’نه سائين‘، ’آئون ڪجھ نٿو چئي سگهان، سائين‘ وغيره ئي هوندو هو. آئون ويساهه سان چئي سگهان ٿو، ته مون اڄ ڏينهن تائين هُن جهڙو ڏاهو، سياڻو ۽ دانشور ماڻهو نه ڏٺو آهي. هُو مون سان هڪطرفي ڪچهري شروع ڪندو هو. آئون ها سائين، نه سائين سان جواب ڏيندو رهندو هوس، پر پوءِ به هُو مونکي پاڻ سان گڏ ملائي

اوچتو سوال ڪندو هو. ۽ جيڪڏهن آئون چوندو هوس، ته مونکي افسوس آهي، ته آئون اُن بابت ڪجھ نٿو چئي سگهان، ته هُو هڪدم موضوع بدلائي ڇڏيندو هو ۽ ٻين مامرن تي ڳالهائڻ شروع ڪندو هو ۽ پوءِ اوچتو اُن نُڪتي تي ايئن موٽي ايندو هو، جو آئون لاجواب ٿي ويندو هوس. هُو ڪڏهن ڪڏهن مونکي ڪچهريءَ ۾ جوش، ڪاوڙ ڏياريندو، پڙڪائيندو يا ڄاڻي واڻي غلط ڳالهائيندو هو ۽ جيڪڏهن پوءِ به آئون خاموش رهندو هوس، ته پوڳ وچان مونکي چوندو هو، ته رفيع صاحب ايترو به پاڻُ کي اَڻڄاڻ ظاهر نه ڪر. بهرحال، هُن جون ڳالهيون ٻُڌڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو ۽ ايئن مون تي گھڻا راز کُلندا ويا. جڏهن هُو سُرهو ۽ سانت هوندو هو، ته پنهنجي شهوتي تجربن تي به ڪجھ نه ڪجھ اؤس ڳالهائيندو هو. اوائلي ڏينهن ۾ هُن جا اهڙا ويچار مونکي ڪجھ اچرج جهڙا لڳا ۽ آئون سمجهندو هوس، ته شايد هُو مونکي عام فوجي سمجهي پنهنجي پروسي ۾ وٺڻ گهُري ٿو، يا اُن فوجي ڪمزوريءَ کي هُشي ڏيارڻ چاهي ٿو. پر پوءِ آئون سمجهيس، ته اُهو جيل ۾ مايوسيءَ وغيره جو اثر آهي. اهڙين گهَڙين ۾ هُن ڪيئي پرديدارن جو به ذڪر ڪيو، پر آئون هن ڪتاب ۾ انهن ڳالهين کي ڪا جاءِ نه پيو ڏيان.

اسان جي ملاقاتن دؤران پُٽي صاحب ڏيهي ۽ پرڏيهي حالتن تي به روشني وڌي. گهڻين ڏيهي ۽ پرڏيهي شخصيتن تي به ڳالهايائين. انهن موضوعن تي آئون هن ڪتاب ۾ ’پُٽو صاحب جون ڳالهيون‘ واري بابُ ۾ لکندس، پر ٿن ڳالهين ڪانسواءِ، جن جو ڳجهه ۾ رهڻ ئي قومي توڙي ملڪي مفاد ۾ آهي.

مُهارن ۽ ڏندن جي تڪليف

راولپنڊي جيل ۾ قيد دؤران پُٽي صاحب جون مُهارون ۽ ڏندَ اڪثر ڪيس سُور ڏيندا رهيا. ڪڏهن ڪڏهن هُن جون مُهارون گهڻيون سُڄي پونديون هيون ۽ منجهانئن رَت وَهڻ لڳندو هو. هُو روزانو ڪجهه پيرا لِسٽرين سان گُرڙيون ڪندو هو. اُن مقصد لاءِ لِسٽرين جي بوتلن جو چڱو ذخيرو وٽس هروقت موجود هوندو هو. آگسٽ 1978ع ۾ سُور وڌڻ سبب هُن ڪنهن ڏندن جي سرجن کي گهُرائڻ لاءِ چيو. انهن ڏينهن ۾ هُو ڪاڌو کائي نه سگهندو هو. جيل سپرنٽينڊنٽ به مونکي ٻُڌايو، ته پُٽي صاحب جي مُهارن ۽ ڏندن ۾ سخت سُور آهي ۽ هُو ڪاڌي کائڻ کان به لاچار آهي. مون سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر کي حالتن بابت ڄاڻُ ڏني. (بريگيڊيئر خواجا راحت لطيف صاحب آگسٽ 1978ع جي پهرئين هفتي ۾ بريگيڊيئر ايم ممتاز َملڪ صاحب کان چارج ورتي هئي، ۽ پڇاڙيءَ تائين هُو اُهو فرض نڀائيندو رهيو.)

بريگيڊيئر خواجا راحت لطيف (پوءِ ميجر جنرل) جنرل هيڊ ڪوارٽر ۾ سرجن جنرل کي چيو، ته ڪمبائنڊ مليٽري اسپتال مان ڪنهن سُٺي ڏندن جي سرجن کي پنڊي جيل ۾ ڀُٽي صاحب جي علاج لاءِ موڪليو. اُن تي ميجر محمد حنيف خٽڪ کي راولپنڊي جيل موڪليو ويو. هُو ڏندن جو ڏاڍو قابل سرجن هو. هُو 26 آگسٽ 1978ع تي صبح جو پنڊي جيل ۾ آيو ۽ اٽڪل اڌ ڪلاڪ تائين ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ رهيو، ۽ سندس علاج ڪيائين. ڀُٽي صاحب کي اُن جي علاج مان هڪدم فائدو ٿيو. ميجر حنيف خٽڪ علاج کان پوءِ مونکي ٻُڌايو: ڀُٽو صاحب سخت جِنجي وائيٽس بيماريءَ ۾ ورتل آهي ۽ هُن کي وڌيڪ علاج جي گهُرج آهي. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ڀُٽي صاحب مونکي ميجر محمد حنيف خٽڪ لاءِ وري چيو. پر اختيارين هُن کي ٻيهر ڀُٽي صاحب جي علاج لاءِ اجازت نه ڏني ۽ مونکي ٻُڌايو ويو، ته هاڻي ڪنهن به فوجي ڊاڪٽر کي ڀٽي صاحب جي علاج لاءِ گهُرايو نه ويندو. هيڏانهن ڀُٽو صاحب، هر ڀيري ميجر محمد حنيف خٽڪ لاءِ چوندو رهيو. منهنجي ٻيهر چوڻ تي مونکي ٻُڌايو ويو، ته ڀُٽي صاحب کي ڄاڻايو وڃي، ته اُهو ڏندن جو سرجن پنڊيءَ مان بدلي ٿي ويو آهي. جيتوڻيڪ ميجر محمد حنيف خٽڪ پوءِ ليفٽيننٽ ڪرنل ٿيو ۽ ان وقت کان راولپنڊي ملٽري اسپتال ۾ ئي ڪم ڪندو

رهيو ۽ دل جي باءِ پاس سبب هن انگلينڊ ۾ جُون 1990ع ۾ لاڏاڻو ڪيو.
پُٺي صاحب جي وات جي تڪليف وڌي ويئي، ته ڊاڪٽر طارق محمود ۽ پوءِ ڊاڪٽر رشيد کي راولپنڊي اسپتال مان گهُرايو ويو، جيڪي هُن جو علاج سيپٽمبر 1978ع ۾ ڪندا رهيا. پوءِ جڏهن ڊاڪٽر ظفر نيازي صاحب کي جيل مان آزادي ملي، ته هُن 24 ۽ 27 نومبر 1978ع تي جيل ۾ پُٺي صاحب جي ڏندن وغيره جو علاج ڪيو. حڪومت کي ڊاڪٽر ظفر نيازيءَ جو پُٺي صاحب سان اڪيلو ملڻ پسند نه هو، تنهنڪري ڊاڪٽر محمد سليم چيما کي به، جيڪو پرنسپل ڊي مونٽمورنسي ڪاليج آف ڊينٽسٽري لاهور هو، گهُرايو ويندو هو، ۽ ٻئي ڊاڪٽر گڏجي پُٺي صاحب جو علاج سندس ڪوٺيءَ ۾ ڪندا هئا. مونکي پتو پيو، ته اُهي ٻئي ڊاڪٽر ذاتي طور هڪ ٻئي کي پسند نه ڪندا هئا. بهرحال، انهن سيڪيورٽي وارڊ ۾ 3 ڊسمبر 1978ع کان 3 فيبروري 1979ع تائين پٺي صاحب جو چار پيرا علاج ڪيو.
15 جنوري 1979ع تي ڊاڪٽر مُبشر جي زال ڊاڪٽرَ زينت، جيڪا پيٿالوجسٽ به آهي، سينٽرل اسپتال راولپنڊيءَ مان آئي ۽ هُن پُٺي صاحب جي رَت جو نمونو ورتو. 3 فيبروري 1979ع جي ڏينهن ڊاڪٽر نيازي ۽

ڊاڪٽر چيما، ڀٽي صاحب جي علاج لاءِ جيل ۾ آيا. علاج کان پوءِ ڊاڪٽر چيما صاحب، جنرل شاهه رفيع عالم، ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر سان ملڻ لاءِ آيا. آئون اُن وقت جنرل صاحب سان گڏ سندس آفيس ۾ ويٺو هوس. هُن ڪچهريءَ ۾ جنرل صاحب کي ٻُڌايو: هُو پاڻُ ڊينٽل سرجن سميت پيٿالوجسٽ به آهي، تنهنڪري هُن کي پتو پيو آهي، ته ڊاڪٽر زينت مُبشر، ڀُٽي صاحب جي رَت ۾ اهڙي بيماري ڳولڻ جي ڪوشش پئي ڪري، جيڪا خطرناڪ هُجي، ته جيئن فني طور ڀُٽي صاحب کي ڦاهي نه ڏئي سگهجي. جنرل شاهه رفيع عالم صاحب هُن جو ٿورو مڃيو ۽ ڪيس پروسو ڏياريائين: ڊاڪٽرن کي اُن عمل جي اجازت نه ڏني ويندي ۽ ڀُٽي صاحب جي رَت جو تجزيو اهڙي ليباريٽريءَ مان ڪرايو ويندو، جتي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي پُهچ نه ٿي سگهي.

بهرحال، ڀُٽي صاحب جي مُهارن جي بيماري پڇاڙيءَ تائين رهي ۽ پڇاڙڪي رات (3-4 اپريل 1979ع) جنهن مهل ڀُٽي صاحب کي سندس ڦاهيءَ جي چاڻ ڏني وئي، تڏهن به هُن جيل سپرنٽينڊنٽ کان باقي مطالبن سان گڏ اهو مطالبو به ڪيو، ته هُن جا ڏند ۽ مُهارون گهڻيون خراب آهن، تنهنڪري ڊاڪٽر ظفر نيازيءَ کي هڪدم هُن سان ملايو وڃي، ته جيئن هُو هُن کي اُن تڪليف مان ڇوٽڪارو

ڏياري سگهي. سڄو تفصيل هِن ڪتاب جي بابُ ’پڇاڙڪو پَلُ‘ ۾ لکيو ويو آهي.

عيد مُبارڪ

سال ۾ ٻنهي عيدن جي موقعن تي 111 بريگيڊ جي پلٽڻ جا ڪمانڊنگ آفيسرَ عام طور آرمي هائوس وڃي صدر کي عيد واڌايون ڏيندا هئا. عيدالفطر جيڪا شايد سيپٽمبر 1978ع جي پهرئين هفتي ۾ آئي، تنهن جي موقعي تي آئون پنهنجي گهرواريءَ سان گڏ آرمي هائوس ۾ صدر صاحب ۽ بيگم صاحبه کي عيد واڌايون ڏيڻ ويس. واپسيءَ تي اسان راولپنڊي جيل وٽان لنگهياسين پئي، ته منهنجي گهرواريءَ، ڀُٽي صاحب بابت پُڇيو ۽ چيائين: ڇا اسان هينئر وڃي هُن کي به عيد واڌايون ڏئي سگهون ٿا. مون وراڻيو: ايئن ممڪن نه آهي ۽ هوءَ چو ٿي مونکي فوج مان ڪيرائڻ چاهي. هوءَ چوڻ لڳي: تون اڪيلو ته وڃي سگهندين، تنهنڪري هُن کي اسان سڀني طرفان به عيد واڌايون ڏجانءِ.

مون جواب ڏنو: اڄ ته مونکي گهڻو ڪمُ آهي، تنهنڪري جيل ۾ وڃڻ شايد ممڪن نه ٿي سگهي. هُن زور ڀريو، ته مونکي اڄ ئي وڃي ڀُٽي صاحب کي عيد واڌايون ڏيڻ گهُرجن، ڇوته عيد واري ڏينهن ’عيد واڌايون‘ ڏيڻ جو هُن کان وڌيڪ حقدار ڪير ٿي سگهي ٿو؟ ۽ گڏوگڏ اهو به

چيائين: هُن طرفان پُٽي صاحب کي عيد واڌائين سميت سندس نيڪ ۽ دلي تمنائون به پهچايون وڃن.
گهرواريءَ کي گهر ڇڏڻ کان پوءِ آئون سِڌو جيل جي سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويس، جتي پُٽو صاحب ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو ڪُرسيءَ تي ماٺ ۾ ويٺل هو، جيڪو اُن ڏينهن پٿاندر گهڻو هنيانءُ ڏاريندڙ منظر هو. مون هُن کي عيد واڌايون ڏنيون، ته هُو مُرڪيو ۽ منهنجو ٿورا مڃيائين. عيد سبب هر پاسي موڪل هئي، ۽ ڊيوٽي وارا ماڻهو به پنهنجي دُڪان کي تالو هڻي ويا هئا. مون پُٽي صاحب کي ڪولي ٻُڌايو: آئون ۽ منهنجي گهرواريءَ جڏهن ڪجهه گهڙيون اڳ پرواري واري رستي تان لنگهياسين پئي، ته هُن چاهيو پئي، ته اسان ٻئي جڻا هتي اچي توهان کي عيد واڌايون ڏيون، پر ايئن ممڪن نه هو. بهرحال، هُن طرفان به توهان عيد واڌايون ۽ نيڪ تمنائون قبول ڪيو. پُٽو صاحب ٿورڙو جذباتي ٿيو ۽ چيائين: آئون توهان جي بيگم جو گهڻو ٿورائتو آهيان. ۽ هُن به موٽ ۾ عيد واڌايون ۽ نيڪ تمنائون ڏنيون. اُن موقعي کان پوءِ پُٽي صاحب ڪيئي پيرا مونکان پُڇيو، ته منهنجي گهرواريءَ جو ڪهڙو حال آهي ۽ هر پيري نيڪ خواهشون ڏيکاريائين.

مُشقتي

جيل جي قيدين مان جيڪو قيدي ڪاڌو رَڌڻ ڄاڻندو هو، سو ڀُٽي صاحب کي هن جي ڪم ڪار لاءِ نوڪر طور ڏنو ويو هو، جنهن کي عام طور مُشقتي سڏيو وڃي ٿو. اوائلي ڏينهن ۾ هڪ فوجي ڇاڇوڪڙ کي، جنهن کي ڪورٽ مارشل ۾ سزا ملي هئي، ۽ پنڊي جيل ۾ هُن پنهنجو قيد پئي پوڳيو، جيل اختيارين ڀُٽي صاحب سان مُشقتي طور ڪم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. بيگم نُصرت ڀُٽو ڀيريون پيرو جڏهن ڀُٽي صاحب سان ملاقات لاءِ پنڊي جيل ۾ آئي، ۽ اُن مُشقتي چاءِ وغيره هُن کي ڏني، ته بيگم نُصرت ڀُٽو هُن سان ڳالهايو، جنهن مهل هُن جي واتان ڪو انگريزي لفظ نڪتو هوندو، جنهن تي بيگم نصرت ڀُٽو هُن جي ماضي بابت سوال پُڇيا. هُن مُشقتي ٻُڌايو: هُو فوج مان ڀڄي ويو هو، جنهن سبب هاڻي هِن جيل ۾ سزا پيو پوڳي. شايد بيگم نصرت ڀُٽي کي شڪ ٿيو هوندو، ته فوج هُن کي ڀُٽو صاحب جي مُخبري لاءِ اِن ڪم تي لڳايو هوندو. ملاقات کان پوءِ بيگم نُصرت ڀُٽو اخبارن کي بيان ڏنو: مُشقتي سِلهه جو مريض آهي ۽ ڀُٽي صاحب سان گڏ نوڪر طور ڪم ڪرڻ لاءِ موزون نه آهي. جيل جي ڊاڪٽر کان هُن جو معائنو ڪرايو ويو، ته هُو سِلهه جي بيماريءَ کان آجو نڪتو. هونئن به آئون پڪ سان چئي سگهان ٿو، ته اُن

مُشقتيءَ جو فوج يا جيل جي اختيارين سان ڪو ميلاپ نه هو. بهرحال، ٽُرت هُن جي قيد ختم ٿيو، ۽ ڪيس ڇڏيو ويو. ٻيو مُشقتي جنهن کي جيل اختيارين اِن ڪم لاءِ چونڊيو، سو به فوجي بورچي هو، جنهن ڪنهن ڏوهه آڌار جيل ۾ قيد پئي پوڳيو. اُهو مُشقتي ڀُٽي صاحب جي خدمت دؤران هُن سان گهڻو ويجهو ٿي ويو. هُو ڪوٺيءَ ۾ فوج خلاف رڳو ڳالهائيندو ئي نه هو، بلڪ مارشل لا اختيارين لاءِ گهڻي ڪِني ٻولي به واپرائيندو هو. حُڪم مليو، ته هُن کي هتان هٽائي ڪنهن سخت ڪم تي لڳايو وڃي. هُن کي خوشخبري ٻُڌائي وئي، ته ڪجهه ڏينهن ۾ هُن جي سُٺي ڪم سبب سندس باقي قيد به معاف ٿي ويندو. پر سيڪيورٽي وارڊ مان ٻاهر آڻي هُن کي ڪنهن مُشقت سان ڀرپور ڪم تي لڳايو ويو. هُن بيوقوف کي ڀُٽي صاحب جي خدمت ۽ خوشنوديءَ سميت پنهنجو آرام به راسُ نه آيو. ٽيون مُشقتي جنهن جو نالو عبدالرحمان هو، گولڙا ويجهو ضلع راولپنڊيءَ جو رهندڙ هو. هُن مُشقتيءَ، ڀُٽي صاحب جي گهڻي خدمت ڪئي. هُو هُن سان گڏ پڇاڙڪي وقت تائين رهيو. هُو ڀُٽي صاحب کي دل ۽ جان سان چاهيندو هو ۽ ڏينهن رات سيڪيورٽي وارڊ جي رڌڻي ۾ ڀُٽي صاحب جي حُڪم جي اوسيئڙي ۾ رهندو هو. ڀُٽي صاحب کي جڏهن 4-3 اپريل 1979ع تي رات جو ڦاهيءَ لاءِ وٺيو پئي ويا، ته هُن شخص

جي هٿ ۾ چاءِ جي پيالي هئي، جيڪا ڀُٽو صاحب جي پاڳُ ۾ نه هئي، جنهن جو تفصيلي بيان هن ڪتاب جي ايندڙ صفحن ۾ ڪيو ويندو.

وارن جو انداز

ڀُٽو صاحب مٿي جا وارَ چڱا وڏا رکندو هو. راولپنڊي جيل ۾ اٽڪل يارهن مهينن جي قيد دؤران هُن رُڳو هڪ ڀيرو وارن جي سَنوارت ڪرائي. آڪٽوبر 1978ع ۾ هُن جيل اختيارين کي حجام لاءِ چيو. ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جي نگرانيءَ ۾ هڪ حجام کي، جنهن جي پوشاڪ ۽ وار ڪَترينڊڙ اوزارن جي صفائيءَ جو خاص اهتمام ڪيو ويو هو، سيڪيورٽي وارڊ ۾ موڪليو ويو. وار لهرائڻ کان پوءِ ڀُٽي صاحب هُن جا ٿورا مڃيا ۽ هڪ سؤ روپيا کيس انعام ۾ ڏنا، پر هُو پئسا نه وٺڻ تي اَٽل رهيو. مونکي ٻُڌايو ويو، ته ڀُٽي صاحب هُن کي چيو هو: تون غريب پاڪستانين مان هڪُ آهين ۽ منهنجي هي جِند به شايد توهان ماڻهن لاءِ قربان ٿيندي. هيءَ ته بلڪل ننڍڙي رقم آهي. اِها اڄ رات تنهنجي ٻارن جي مانيءَ لاءِ آهي. ان تي حجام اها رقم اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي ورتي.

ڀُٽو ۽ مذهب

ڀُٽي صاحب جي سيڪيورٽي وارڊ ۾ اچڻ کان پهرين هُن جي ڪوٺيءَ ۾ نماز پڑهڻ جو هڪڙو مُصلو رکيو ويو هو،

پر ڪنهن به هُن کي ڪڏهن نماز پڙهندي نه ڏٺو. هُن جي ڪوٺيءَ ۾ پڇاڙڪي ڏينهن قرآن مجيد جو هڪڙو ننڍڙو نُسخو، جيڪو اٽڪل هڪ انچ ڊگهو ۽ مُنو انچ ويڪرو هو، چانديءَ جي ايتري سائيز جي پيتيءَ ۾ بند پيل ڏٺو ويو، جيڪو شايد ڪنهن ويجهي مائٽ هُن کي ڏنو هوندو. مون سان ڀُٽي صاحب مذهب تي ڪڏهن به نه ڳالهايو. پڇاڙڪن ڏينهن ۾ جڏهن به مون الله تعاليٰ جي مهانتا، سندس رحمتن ۽ بخششن جو ذڪر ڪيو، ته هُن ڪڏهن ڳالهه اڳتي نه وڌائي.

فيبروري يا مارچ 1979ع ۾ هڪڙي ڏينهن مونکي چوڻ لڳو: ڏس جيل سپرنٽينڊنٽ چوڌري يارمحمد مونکي نصيحت ڪري ٿو، ته آئون نماز پڙهان ۽ الله تعاليٰ کان معافي گهُران. آئون ڀانيان ته هُن اهو سمجهيو هوندو، ته جيل سپرنٽينڊنٽ هُن جي همت ۽ حوصلو ٽوڙڻ چاهي ٿو، پر رمضان جي مهيني ۾ ڀُٽي صاحب سمورا روزا باقاعدگيءَ سان رکيا. سحري ۽ افطار جو باقاعدي بندوبست رکندو هو. پڇاڙڪي رات مون هُن جي ڳچيءَ ۾ هڪڙي تسبيح به ڏٺي. آئون ڀانيان ٿو، ته ڀُٽي صاحب جو لاڙو ٿورڙو صوفي مَت ڏانهن هو، ۽ هُو مذهبي رسمن ۽ نماز وغيره جو ڪو خاص خيال نه رکندو هو. مولوين کان هُن کي سخت چِڙ هئي، ۽ چوندو هو: پاڪستان ۾ اسلام کي

سپ کان وڏيڪ نقصان پهچائيندڙ اُهي اَٽپڙهيل مولوي آهن.

جيل سپرنٽينڊنٽ جو خواب

جون يا جولاءِ 1978ع جي ڳالهه آهي، جو آئون چوڌري يارمحمد جي جيل آفيس ۾ ساٽس گڏ ويٺل هوس. سيڪيورٽي وارڊ جي چابين جو ڇڳو هُن جي سامهون ميز تي پيل هو، جنهن کي ڏسي هُن مُرڪيو ۽ چوڻ لڳو: ڪرنل صاحب! آئون توهان کي هڪڙو سچو سَپنو ٻُڌايان ٿو. چوڻ لڳو: ”197ع جي اوائل ۾، مون هڪڙي رات سَپني ۾ ڏٺو، ته محترم ذوالفقار علي ڀٽو (تنهن وقت پاڪستان جو وزيراعظم) هن جيل (سينٽرل جيل راولپنڊي) ۾ آيو آهي ۽ جيل جو معائنو پيو ڪري. هُن عورتن جي وارڊ ويجهو مونکي چابين جو هڪڙو ڇڳو هٿ ۾ ڏنو. پوءِ چوڻ لڳو: صبح اُٿندي ئي مون پنهنجي زال کي ٻُڌايو، ته شايد وزيراعظم جناب ڀُٽو صاحب مونکي وڏي ذميداري سونپڻ گهُري ٿو ۽ پوءِ زال مُڙس ۾ ڪجهه ڏُڪا لڳڻ لڳا. سَپني تي ڳالهائيندي چوڌري يارمحمد ميز تي پيل چابين جو ڇڳو کنيو ۽ چيائين: هاڻي مونکي پتو پيو آهي، ته اُن سَپني جو مطلب ڇا هو. مارشل لا اختيارين، سيڪيورٽي حُڪمن ۾ سيڪيورٽي وارڊ جي حفاظت جي ذميداري جيل سپرنٽينڊنٽ تي وڌي هئي. سيڪيورٽي وارڊ ۾ لڳل سمورن

تالن جون چاٻيون هروقت پاڻُ وٽ رکڻ، تالا کولڻ ۽ بند ڪرڻ کي جيل سپرنٽينڊنٽ جو ذاتي فرض بڻايو ويو هو، جنهن کي هُو پنهنجي بيعزتي سمجهندو هو. جڏهن جيل سپرنٽينڊنٽ جيل مان غيرحاضر هوندو هو، ته ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ اُهو ڪم پاڻُ نڀائيندو هو. ڪيئي وارڊرن جو گڏ هئڻ انهن صاحبن کي گهٽو اَٽوٽندڙ پائنبو هو. اِها هئي اُها ڳري ذميداري، جيڪا جيل سپرنٽينڊنٽ جي چوڻ موجب هُن جي سچي سپني جي نتيجي ۾ ڪيس سونپي ويئي هئي، پر هُو اُن کي پنهنجي توهين جو سبب سمجهندو هو.

## وڌيڪ احتياطَ

جيئن ڀُٽي صاحب کي موت جي سزا خلاف سُپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي وئي، ته حڪومت هُن کي راولپنڊي منتقل ڪرڻ ۽ پنڊي جيل ۾ رکڻ تي سوچڻ ويچارڻ لڳي. اوائل ۾ ڏهه ڪورَ هيڊڪوارٽر اُن ڪم جو تفصيل سان جائزو ورتو ۽ ڀُٽي صاحب کي جيل ۾ رکڻ جو منصوبو بڻايو. پوءِ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر اُن ڪم کي سنڀاليو. من هن ڪتاب جي شروع ۾ تفصيل سان لکيو آهي، ته عورت وارڊ ۾ ڪيئن سُڌارو ۽ ڦيرڦار ڪئي وئي، ته جيئن هُن کي ڀُٽي صاحب لاءِ سيڪيورٽي وارڊ بڻايو وڃي. انهيءَ جو سڀ کان وڏو مقصد ڀُٽي صاحب کي جيل ۾ رکي،

حفاظتي انتظامن کي پوريءَ طرح سامهون رکڻو هو، ته جيئن ڪنهن به حالت ۾ هُن کي جيل کان ٻاهر ڪڍڻ يا اغوا ڪرڻ جو امڪان نه رهي، يا سندس زندگيءَ کي وقت کان اڳ ختم نه ڪري سگهجي. اُن هڪ شخص لاءِ جيل، پوليس ۽ فوج جا ايترا سپاهي ڏنا ويا ۽ ايڏا مضبوط دفاعي انتظام ڪيا ويا، جيڪي ڪيئي هزار قيدين لاءِ به گهٽا هئا. جيئن ته انهن سمورن سيڪيورٽي انتظامن واسطي مونکي ضابطي، نگراني ۽ بچاءَ تي مقرر ڪيو ويو هو، تنهنڪري مونکي ڀُٽي صاحب کي ڦاهي ڏيڻ تائين روزانو ڪنهن نه ڪنهن مسئلي تي مٿئين اختيارين جي آڏت لاءِ کين جواب ڏيڻو پوندو هو. آئون اٽڪل هڪ ورهيه تائين انهن مسئلن سان گڏ سُمهندو ۽ جاڳندو رهيس.

**غير معمولي احتياط**

جيل ۾ سپاهين، واچ ٽاورن، ڪنبيدار تارن، الارم وڄڻ جي اوزارن، فلڊ روشنين ۽ ٻين سائنسي اوزارن سميت اُنهن دفاعي هٿيارن جو چار وڇايو ويو هو، جن جو ذڪر پهرين ئي چُڪو آهي، پر ٻيا غيرمعمولي احتياط به ڪيا ويا هئا، جيڪي هيٺئين ريت آهن:

**سرنگ ذريعي ڀڄڻ**

مونکي هر پيري سُرنگ ذريعي ڀُٽي صاحب کي ٻاهر ڪڍڻ بابت يادگيري ڏياري وئي، جنهن لاءِ هروقت پوليس

۽ فوج وارا جيل جي چؤڌاري رات جو گشت ڪندا رهندا هئا. جيئن ته جيل جي اولهندي طرف واريءَ وڏي ديوار، جيڪا ڊسٽرڪٽ ڪورٽ ۽ ريلوي لائين طرف هئي، سا سيڪيورٽيءَ وارڊ جي بلڪل ويجهو هئي، ۽ اُتان ڪنهن اُپاءُ جو وڏيڪ جوکو به هو، تنهنڪري اُن علائقي کي عام طور رات جي گشت جو خاص علائقو ڪوٺيو ويو. گڏوگڏ ريلوي لائين، جيل جي وڏي ديوار ۽ ساڻس گڏ ويندڙ رستي سان اٽڪل ٻارهن تيرهن فٽ هيٺ گهرائيءَ مان لنگهندي هئي، تنهنڪري اُتان سُرنگ هڻڻ ويتر موزون پائنبو هو. ريلوي لائين کان اولهه طرف ڊسٽرڪٽ ڪورٽ جي ڪجهه گهرن مان به سُرنگ کوٽڻ قياس کان ٻاهر نه هو. جيل کان آرمي هائوس ڏانهن ويندڙ رستي تي جيل جو باغيچو وغيره آهي، اُتان به سُرنگ جو اُڊڪو ٿيو. نالا لئي، جيل جي اوڀر ۾ ڪجهه فاصلي تي واقع آهي، هتان به سُرنگ کوٽڻ جو ڪجهه امڪان ٿي سگهيو پئي. ڏينهن جي روشنيءَ ۾ انهن علائقن جي خاموش سارسنڀال لڌي ويندي هئي ۽ رات جي اونداهيءَ ۾ اُهي علائقا گشت ڪندڙن جي پيرن هيٺان رهندا هئا. صبح سوير هڪ خاص گشت، جيڪو رُڳو ٻن يا ٽن جوانن تي ٻَڌل هوندو هو، انهن علائقن جو چڪر هڻندي هو، جيڪي ڪنهن به تبديلي يا تازي مٽيءَ جو ڪوبه نشان وغيره ڳولڻ جا ذميدار هئا، جيتوڻيڪ سيڪيورٽي وارڊ

جي فرشن کي ڀُٽي صاحب جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي لوھ، بجري، ريتي ۽ سيمينٽ جي ميلاپ سان پڪو ڪيو ويو هو، پر پوءِ به ڪو جوڪو ڪنيو نه پئي ويو.

**عوامي حملو**

حڪومت عوام جي ميڙ يا گروھ جي حملي کان به ڊِنل هئي. پاڪستان پيپلز پارٽي اندروني طور عوام کي ڀڙڪائي، جيل تي ٻاهران حملو ڪري يا جيل ۾ قيدين کي بغاوت ڪرائي، ڀُٽي صاحب کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري سگهي پئي. اُن قسم جي حملن سان نبرڻ لاءِ زميني رُڪاوٽون ٺاهيون ويون هيون. پوليس جي گهڻو تعداد موجود هو. ڀُٽي صاحب جي پنڊي جيل ۾ منتقليءَ کان اڳ انهن سمورن قيدين کي، جن جو ڪنهن به طريقي سان پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان ناتو ٿي سگهيو پئي، ٻين جيلن ۾ منتقل ڪيو ويو ۽ گهُرج موجب فوجي طاقت به ڪنهن امڪاني حملي جي مقابلي لاءِ تيار هئي.

**ڪمانڊو قسم جو زميني حملو**

اختيارين کي سيڪيورٽي وارڊ تي ڪمانڊو قسم جي زميني حملي جو پڻ ڊَپُ هو، جنهن سان ڀُٽي صاحب کي جيل مان آزاد ڪرائي پيو سگهجي. هڪڙو سُٺو سِکيل ڪمانڊو جَٿو، جيل جي مُک دروازي ۽ ٻَڌر جي علائقي يا جيل جي ديوار کي ڪيئي جاين تي ڌماڪيدار مادي سان اُڏائي، جيل

۾ گهڙڻ کان پوءِ پُٽي صاحب کي اغوا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهيو پئي. اُن قسم جي اُڌڪي کي سامهون رکندي پڌر جي ٻنهي لوهي دروازن تي، جن جي وچ ۾ اٽڪل پنجويهه- ٽيهه فٽ فاصلو هو، هروقت تالو لڳل هوندو هو، ۽ انهن ٻنهي دروازن تي الڳ الڳ سپاهي مقرر هوندا هئا. انهن دروازن جي تالن جون چاٻيون هڪ خاص جاءِ تي رکيون ويندبون هيون. ڪجهه ماڻهو ئي ڪڏهن ڪڏهن انهن لوهي دروازن ۾ ٺهيل درين کي واپرائيندا هئا، ۽ لوهي دراوزا هروقت بند رهندا هئا. گڏوگڏ پَڌر کان ٻاهر رستي تي هڪڙو ٻيو لوهي دروازو به هو، جنهن کي هروقت سپاهيءَ جي نگرانيءَ ۾ تالو لڳل هوندو هو. رستي کان جيل طرف ايندڙ ڪنهن به گاڏيءَ کي ڪنهن به طرح اچڻ نه ڏنو ويندو هو، جيستائين سپاهيءَ کي گاڏيءَ جي جهَڙتي وٺڻ سان آٿتُ نه ٿيندو هو ۽ مقصد پُڇڻ کان پوءِ گاڏيءَ جي داخلا جو لکيل اجازتنامو نه ڏسندو هو. انهن ڏينهن ۾ ڪابه گاڏي جيل ۾ اوستائين داخل ٿي نه سگهندي هئي، جيستائين ڊيوٽي آفيسر کان اجازت نه ورتي ويندي هئي. اُهي سمورا احتياط اُن اُلڪي کي سامهون رکندي ڪيا پئي ويا، ته متان ڳجهيءَ طرح ڪنهن گاڏيءَ ۾ بارود نه هُجي: چوته اهڙيءَ حالت ۾ بارود واري گاڏيءَ کي پَڌر ۾ بيهاري سڄي علائقي کي ڌماڪي سان اُڏائڻ ۽ اوسيئڙي ۾ ويٺل ڪماندو جَٿي لاءِ

سيڪيورٽي وارڊ تائين رستي ڳاهڻ واري مقصد جي پوراءُ جو امڪان نه رهي.
اُنهن احتياطن سميت سيڪيورٽي وارڊ جي چؤڌاري مشين گنون ۽ راڪيٽ لانچر به لڳل هئا، جن تي هروقت سپاهي بيٺل هوندا هئا، ته جيئن اُن قسم جي ڪنهن به ڪوشش کي ناڪام بڻايو وڃي. گڏوگڏ سيڪيورٽي وارڊ کي ڪَنڊيدار تارن جي ويڙهن وچ ۾ ايئن ڳاهيو ويو هو، جو ڏسڻ وائسڻ کان بغير رُڪُو فرشتا ئي اهڙي جاءِ تي پهچي سگهيا پئي.
27 پنجاب جا جوانَ جيل جي اُترئين حصي ۾ رهندا هئا. هنگامي حالت ۾ اُن حصي کان ٻاهر وڏي رستي تي نڪرڻ لاءِ، مُک دروازي کي خاص طريقي سان محفوظ بڻايو ويو هو، ته جيئن ڪوبه ماڻهو يا گروهه اُن دروازي جي لنگهُ تي فائر ڪري کيس بند ڪري نه سگهي ۽ جيل جي ڪنهن به حصي ۾ تُرت ملندڙ ڪَمڪ کي روڪي نه سگهي. گڏوگڏ جيل ۽ سندس حصي وچ ۾ جيل جي ديوار تي چڙهڻ لاءِ خاص قسم جي ڏاڪڻين جو به بندوبست ڪيو ويو هو، ته جيئن اَڻوڻندڙ حالت ۾ اندروني طور سيڪيورٽي وارڊ جي علائقي يا جيل جي ڪنهن به ٻئي حصي ۾ تُرت ڪَمڪ پهچي سگهي.

**زميني ۽ هوائي حملو**

زميني حملي سميت هوائي حملي جو به امڪان موجود هو، تنهنڪري اختياريون اُن بابت به ڳڻتيءَ ۾ هيون. سيڪيورٽي فورس ڪمانڊر هيٺ هوائي جهازن کي ڪيرائڻ واري هڪ بيٽريءَ به جيل ۾ مقرر ڪئي ويئي هئي. اُن بيٽريءَ جون گنون جيل ۾ ۽ ٻاهر اُن طريقي سان لڳايون ويون هيون، جو ڪوبه هوائي جهاز يا هيلي ڪاپٽر ڪنهن به ريت جيل ويجهو اچي نه سگهي. پاڪستان انٽرنيشنل ايئرلائنز، پاڪستان ايئرفورس ۽ آرمي ايويئيشن بيس ڌميال کي چتاءُ ڏنو ويو هو، ته جيل جي علائقي يا سندس ويجهو اُڏامون هرگز نه ڪن. هوڏانهن اينٽي ايئرڪرافٽ گنن کي به حُڪم ڏنو ويو هو، ته جيڪڏهن ڪو جهاز يا هيلي ڪاپٽر جيل مٿان اُڏامي، ته اُن کي هڪدم فائر ڪري ڪيرايو وڃي. ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران ٻه ڀيرا هڪ جهاز غلطيءَ سان جيل مٿان اُڏام ڪئي، پر ٻئي ڀيرا خوشقسمتيءَ سان آئون پاڻُ جيل ۾ هوس ۽ حالتن کي ڏسي سپاهين کي فائر ڪرڻ کان روڪيم، نه ته شايد گهٽ تجربيڪار ڊيوٽي آفيسر اهڙو فيصلو ڪري نه سگهي ها، ۽ غلطيءَ سان اُڏام ڪندڙ جهاز کي پنڊي شهر تي ڪيرايو وڃي ها، جنهن سان اخبارن وغيره کي چڱو موادَ ملي وڃي ها. اُنهن موقعن کان پوءِ جهاز اُڏائيندڙن کي سخت چتاءُ ڏنو ويو هو.

سيڪيورٽي وارڊ جي چوڌاري ۽ جيل ۾ ٻين جاين جي ڇتن تي گھٽيون چوڪيون کُليل هوا ۾ قائم هيون. هوائي جهازن وسيلي انهن چوڪين تي راڪٽن وغيره سان گيس جي حملي جو خطرو به هو، جنهن سان سپاهين ۽ ٻين جوانن کي ٿوري يا وڌيڪ دير لاءِ بيهوش ڪري سگهجي پيو. اهڙيءَ حالت ۾ الارم ۽ گيس ماسڪ جي واهپي ۽ ٽُرت امدادي منصوبي جو به سوچيو ويو هو. گڏوگڏ متبادل مورچابنديءَ جي به جوڙجڪ ڪئي وئي هئي.

**هوائي ڇَتين جو حملو**

ڇَتين وسيلي حملي بابت اڳواٽ ئي منصوبو سوچيو ويو هو، تنهنڪري 3 ايف ايف ريجمينٽ جي هڪ ڪمپني، سيڪيورٽي فورس ڪمانڊر کي اُن قسم جي حملي آڏار مدد لاءِ ڏني وئي هئي. 3 ايف. ايف بٽالين اُنهن ڏينهن ۾ وزيراعظم هائوس جي لاڳاپيل علائقي ۾ موڪلي وئي هئي، ۽ اُن جي هڪ ڪمپنيءَ کي اهو فرض سونپيو ويو هو، ته ڇَتين واري جَتي جي ڪوشش سبب اُها اُن کي ناڪام بڻائيندي.

**ماسڪُ يا بُرقعي جو واهيو**

ڀُٽي صاحب جي پهرين زال امير بيگم صاحبه پردیدار عورت هئي. هوءَ به راولپنڊي جيل ۾ هُن سان ملڻ ايندي هئي. هوءَ سدائين پردي ۾ يعني بُرقعي ۾ ايندي هئي ۽ واپس

به ايئن پردو ڪري ويندي هئي. مونکي چتاءُ ڏنو ويو هو، ته متان اهڙيءَ مُلاقات ۾ ڀُٽو صاحب پنهنجي گهرواريءَ جو بُرقعو پائي جيل مان ٻاهر نڪري وڃي، ۽ امير بيگم، ڀُٽي صاحب جي چهري جو ماسڪُ پنهنجي چهري تي پائي سندس جاءِ تي ڪوٺيءَ ۾ ويهي رهي. هر اهڙيءَ ملاقات کان هڪدم پوءِ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ وڃي ڀُٽي صاحب سان ڳالهائي اِها پڪ ڪندو هو، ته واقعي ڀُٽو صاحب پاڻُ جيل ۾ موجود آهي. اُن پڪ کان پوءِ ئي هُن جي بيگم صاحبه کي جيل مان ٻاهر ڪڍيو ويندو هو.

هائيجيڪ يا يرغمال بنائڻ جي ڪوشش

سيڪيورٽي فورس جي ڪنهن اهم شخص کي هاءِ جيڪ ڪري يرغمالي بڻايو وڃي، ته اُن صورتحال کي مُنهن ڏيڻ لاءِ به مختلف طريقا سوچيا ويا هئا. آئون جيئن ته گهڻو ڪري جيل جي مختلف حصن ۾ ايندو ويندو هوس، تنهنڪري مونکي ساوڌان ڪيو ويو هو. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن مارشل لا اختيارين مان ڪنهن خاص ماڻهوءَ کي يرغمالي بڻائي، ڀُٽي صاحب جي آزاديءَ جو مسئلو اُٿاريو وڃي، تڏهن به هڪ خاص منصوبو سوچيو ويو هو.

**منهنجي نگراني**

ڀُٽو صاحب ته جيل ۾ قيد هو، پر اسان جا اينٽيليجنس وارا منهنجي پُوري نگراني ڪندا هئا. منهنجي گهر، ٽيليفون،

ملاقاتين، ڇُرپر، هر ڳالهه جي نگراني ڪئي پئي وئي. اوائل ۾ مون اوچتو پاڻئيو، ته منهنجو ٽيليفون ٽيپ ڪيو پيو وڃي، جيئن ته منهنجو ايڊوانس اينٽيليجنس ڪورس ڪيل هو، ۽ پوءِ مليٽري اينٽيليجنس ۾ ٽي سال ۽ اسپيشل سروس گروپ ۾ ست ورهين تائين رهيس ۽ اُن ۾ ڇگو وقت امريڪي اسپيشل فورسَ سان گڏ به گهاريو هو، تنهنڪري مونکي ٽُرت پتو پئجي ويو، ته منهنجو ٽيليفون ٻُڌو پيو وڃي. مون پنهنجي گهر ۾ به ٻُڌائي ڇڏيو هو، ته ڪنهن قسم جي اجائي ڳالهه پولهه ٽيليفون تي نه ڪئي وڃي. اُنهن ڏينهن ۾ جڏهن به آئون گاڏيءَ ۾ ٻاهر نڪرندو هوس، ته مونکي پتو پئجي ويندو هو، ته منهنجو پيڇو ڪيو پيو وڃي. منهنجي گهر تي به اُن قسم جي نگراني ٿي پئي. اسان ڏاڍو ساوڌان ٿي وياسين. هوڏانهن منهنجن پُراڻن دوستن به، جن تنهن وقت انٽر سروس اينٽيليجنس ۽ اينٽيليجنس بيورو ۾ ڊيوٽي پئي ڪئي، منهنجون پراڻيون يادگيريون تازيون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ مون سان ملاقاتن جو سلسلو شروع ڪيائون. مونکي بلڪل پتو هو، ته مون نازڪ ڪم نپايو پئي، تنهنڪري حڪومت پَڪ سان چاهيندي، ته منهنجي نگراني ڪئي وڃي، ته جيئن مون منجهه ڪو غلط لاڙو جنم نه وٺي. بهرحال، اهڙيءَ حالت ۾ انسان پنهنجي سموري آزادي وڃائي ويهي ٿو ۽ منهنجي حالت به قيديءَ

ڪان ڪنهن به طرح گهٽ نه هئي. مون پنهنجي گهرواريءَ کي پُڌائي ڇڏيو هو، ته ڪو به ماڻهو بجلي يا ٽيليفون وغيره ٺيڪ ڪرڻ لاءِ اسان جي گهر ۾ اُوستائين داخل نه ٿئي، جيستائين آئون پاڻُ گهر تي موجود نه هُجان، ته جيئن ڪنهن به قسم جو ڪو گُجهو اوزار اسان جي گهر ۾ لڳايو نه وڃي. مون هونئن به پنهنجي گهر ۾ جاسوسي اوزارن کان بچاءَ جو طريقو پاڻ ڳولي ڪڍيو هو.

**ڀُٽي صاحب کي جيل مان ڪڍڻ لاءِ ٽن عملدارن جو ضروري هئڻ**

اختيارين کي اِهو اُلڪو هو، ته مٿان آئون پاڻُ يا سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر يا ڪو ٻيو عملدار، ڀُٽي صاحب کي جيل مان ڪنهن منصوبي پٽاندر يعني پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان سازش ڪري ٻاهر ڪڍي نه وڃي: تنهنڪري اِهو حُڪم ڏنو ويو، ته جيستائين سيڪيورٽي بٽالين ڪمانڊر، سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر- ٽئي ڄڻا حاضر نه هُجن، تيستائين ڀُٽي صاحب کي اوچتو جيل مان هرگز ڪڍيو نه ويندو. هڪڙي ڇاتل سُڇاتل منصوبي پٽاندر جيڪڏهن ڀُٽي صاحب کي سُپريم ڪورٽ ۾ حاضري ڏيڻي هُجي، ته ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر، سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ مونکي ڪافي اڳ حُڪم ملي ويندا، پر هُن جي اوچتو جيل مان ڪنهن ٻيءَ جاءِ ڏانهن

منتقليءَ لاءِ اسان ٿنهي چڱن جو هئڻ ضروري هو. البت
جيڪڏهن جيل ۾ باهه لڳي يا اُن قسم جي ڪا اوچتي حالت
جنم وٺي، ته گهٽ ۾ گهٽ اسان مان ٻه عملدار حاضر ٿيندا
۽ مونکي ٿئين عملدار طرفان ڪوڊ ذريعي حُڪم ڏنو
ويندو، ته پُٽي صاحب کي فلاڻي جاءِ تي منتقل ڪيو وڃي.
انهن جاين جو ”اوچتن منصوبن“ ۾ تفصيل سان ذڪر ڪيو
ويو آهي. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن مٿئين اختيارين مان
ڪنهن هڪُ کي يرغمال بڻايو وڃي، ۽ مونکي ٽيليفون تي
پُٽي صاحب کي ڪنهن ٻيءَ جاءِ ڏانهن منتقليءَ لاءِ چيو
وڃي، تڏهن به اهڙيءَ حالت ۾ مونکي ٽيليفون تي ڏنل حُڪم
کي نه مڃڻ جي پڌري هدايت ڪئي وئي هئي. مونکي اُهو
به پڌرو ٻُڌايو ويو هو، ته آئون حُڪمن جي مناسب سَنگهر
يعني آئون سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ ڊپٽي مارشل لا
ايڊمنسٽريٽر ڪانسواءِ هن معاملي ۾ ڪنهن ٻئي جو ڪوبه
حُڪم هرگز نه مڃيندس، پوءِ ڀلي اهو ڪهڙي به حيثيت يا
اختيار رکندو هُجي. هڪ ڀيري مونکي ڊپٽي مارشل لا
ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ گهُرايو ويو ۽ جنرل صاحب
مونکي ٻُڌايو: ڪنهن پارٽيءَ ۾ فلسطين لبريشن آرميءَ جي
ڪجهه ماڻهن ڀٽاڪ هڻندي چيو آهي، ته اُهي پُٽي صاحب
کي جڏهن به چاهين جيل مان ڪڍي پاڪستان کان ٻاهر
ڪڍي وڃي سگهن ٿا. مون هُن کي جواب ڏنو: جيڪڏهن اُهي

فلسطيني ماڻهو ايڏا قابل هُجن ها، ته پوءِ اڄ اسرائيلي انهن جي گهرن ۾ ويٺل ئي نه هُجن ها. بهرحال، مون کان اهڙيءَ ڪوشش کي ناڪام بنائڻ بابت سُوال ۽ جواب پُڇيا ويا ۽ وڏيڪ ڦُڙت رهڻ لاءِ چيو ويو.

## تنهنجي قيمت ڪيتري آهي؟

هڪڙي ڏينهن جي ڳالهه آهي، ته جڏهن آئون ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ويس، ته جنرل شاهه رفيع عالم مون کان انگريزيءَ ۾ پُڇيو: رفيع تنهنجو مُلهه ڪيترو آهي؟ جيئن ته هُن مون کان اُهو سوال اوچتو پُڇيو هو، تنهنڪري آئون اُهو سوال سمجهي نه سگهيس. مون وڌيڪ چِٽائيءَ لاءِ ڪيس چيو: سائين توهان جو ڇا مطلب آهي؟ تڏهن هُن مُرڪندي مونکي ٻُڌايو: فلاڻو بريگيڊيئر جيڪو اسپيشل سروس گروپ ۾ نوڪريءَ ڪري هاڻي فوج مان وڃي چُڪو آهي، تنهن کي وڏي رقم ڏيڻ جو واعدو ڪيو ويو آهي، پر شرط اُهو آهي، ته هُو ڀُٽي صاحب کي جيل مان اغوا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي. اها رقم ڪروڙين رپين ۾ هئي. مون جنرل صاحب کي ٻُڌايو: جيستائين منهنجو فرض آهي، ته مونکي ڪابه رقم خريدي نٿي سگهي ۽ جيستائين احتياطَ جي ڳُهرج آهي، ته اُها حد کان وڌيڪ ڪئي پئي وڃي. هُن

مون سان اُن مامري تي وڏيڪ ڪچهري ڪئي، جنهن سان هُو پوريءَ طرح مطمئن ٿي ويو.

**اوچتو منصوبو**

حڪومت عوام جي گهيراءُ يا فسادَ وغيره بابت گهڻو ڊِنل هئي. جيل ۾ اوچتو باهه لڳڻ جي حالت ۾ ڀه ڀُٽي صاحب جي مُنتقليءَ جو منصوبو ٺاهيو ويو هو. اهڙي اوچتي حالت ۾ هُن کي هيٺين جاين تي وٺي وڃڻ جو انتظام ڪيو ويو هو.

اوچتي ۽ اتفاقي حالت ۾ جيڪڏهن چانوٽيءَ جو علائقو ۽ رستو جوکي کان آجو هُجي، ته پوءِ ڀُٽي صاحب کي 27 پنجاب جي هيڊڪوارٽر ويسٽ رِج ۾ وٺي وڃڻو هو، اُن مقصد لاءِ جاءِ تيار هئي، ۽ هر قسم جي بچاءَ جو بندوبست به ٿيل هو. اُن لاءِ ڪوڊورڊ ’سعيد جو گهر‘ هو. ميجر سعيد (پوءِ ليفٽيننٽ ڪرنل) منهنجو ڊپٽي ڪمانڊر هو.

جيڪڏهن چانوٽي يا ويسٽ رِج جو علائقو ڪنهن سبب غيرمحفوظ هُجي، ته پوءِ ڀُٽي صاحب کي وزيراعظم هائوس جي علائقي ۾ 3 ايف. ايف ريجمينٽ جي آفيسر ميس جي هڪ خاص ڪمري ۾ وٺي وڃڻو هو؛ جنهن لاءِ ’يعقوب جو گهر‘ ڪوڊ مقرر ڪيو ويو هو.

جيڪڏهن مٿيان ٻئي رستا خطرناڪ هُجن، ته پوءِ ڀُٽي صاحب کي ڪوڊ ’ڊبل بيڊ‘ پٽاندر جيل کان 10 ڪور هيڊڪوارٽر آفيس چڪلالا ۾ منتقل ڪرڻو هو.

اُن اتفاقي منصوبي تي عمل لاءِ ڪيئي پيرا ريهرسل ڪئي وئي. چونڊيل جوانن، گاڏين ۽ هٿيارن وغيره جو بندوبست ڪيو ويو هو. اهڙيءَ اتفاقي حالت ۾ ڊاڪٽرن، اسٽريچر، دونهين جا بم ۽ ٻيو سامان به ڏنو ويو. اصل ۾ ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران شروع کان پڇاڙيءَ تائين احتياطَ ۽ وڏيڪ احتياطَ جو سلسلو هلندو رهيو ۽ روزانو نِت نيون اڳواٽ رٿائون ۽ نِت نوان منصوبا ٺهندا رهيا، جو نيٺ هُن کي ڦاهي ڏني وئي.

**ٻن قيدين جو جيل مان ڀڄڻ**

سيڪيورٽي وارڊ جي بچاءُ لاءِ ته سڄيءَ دنيا جي احتياطن تي عمل ڪيو ويو، پر باقي جيل جي حالت اُها ئي ساڳي رهي، جيڪا عام حالت ۾ هوندي هئي. ڊسمبر 1978ع جي هڪڙيءَ رات جو ٻه قيدي، جن مان هڪ آزاد ڪشمير ۽ ٻيو ضلع راولپنڊي سان تعلق رکندو هو، پنڊي جيل مان ڀڄڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. ٻئي ڏينهن جڏهن آئون جيل جي آفيس پهتس، ته مون سپرنٽينڊنٽ ۽ جيل جي اسٽاف کي ٿورڙو ماٺ ۽ گهٻرايل ڏٺو. منهنجي پُڇڻ تي مونکي نه ٻُڌايو ويو. آئون هڪدم سيڪيورٽي وارڊ ويس، جتي ڀُٽي صاحب کي سُتل ڏٺم. ڪجھ گهڙين کان پوءِ مُشقتي، ڀُٽي صاحب کي صبح جي چاءِ آڻي ڏني ۽ آئون ساڻس دُعا سلام کان پوءِ آپريشن روم ۾ ڊيوٽي آفيسر وٽ ويس. اُتي اسان جي

اينٽيليجنس اهلڪار مونکي ٻُڌايو، ته رات ٻه قيدي جيل مان ڀڄي ويا آهن. مونکي جيل سپرنٽينڊنٽ کان پوريءَ پُڇا ڳاڇا تي پتو ڪيو، ته ٻه قيدي جيل جي اُپرندي حصي جي ديوار هيٺان مِينهن جي پاڻيءَ جي نيڪال واري پائيپ مان نڪري ڀڄي ويا آهن. مون وڃي اُن جاءِ جو معائنو ڪيو، پر مونکي ويساهه نه آيو، ته ڪو ماڻهو اَئِن نَون انچن جي پائيپ مان به نڪري سگهي ٿو. بهرحال، جيل اختيارين انهن کي اُن ناليءَ مان ڪڍي ڇڏيو! اُن ڏينهن ناليءَ جي ٻنهي ڇيڙن کي لوهه جي سِيخن سان بند ڪيو ويو. پوءِ پتو پيو، ته اُهي قيدي جيل جي ديوار ٽِپي اُتر اوڀر طرف نڪري ڀڳا هئا ۽ شايد اُهي مليٽري ڊيري فارم جي پاسي کان نڪتا هئا.
ٻئي ڏينهن اُها خبر اخبارن ۾ ڇپي. مُک اختيارين کي اهڙي خبر پڙهي گهڻي ڳڻتي ٿي. مون کان پڇيو ويو، ته جيل ۾ ۽ چوڌاري ايترن سخت انتظامن هوندي به قيدي ڀڄڻ ۾ ڪيئن سوڀارا ٿيا؟ مون جيل ۾ سيڪيورٽيءَ جو تفصيل ٻُڌايو ۽ اِهو به ڄاڻايو ته جيستائين سيڪيورٽي وارڊ جو لاڳاپو آهي، ته اُتي اهڙو ڪوبه اُلڪو نه آهي، البت جيل جي ڪاروبار سان منهنجو ڪوبه ناتو نه آهي. مونکي پوءِ به چتاءُ ڏنو ويو، ته جيل سان لڳولڳ ٻاهر پوليس گشت ۾ وڌيڪ سُڌارو آندو وڃي، ته جيئن جيل جي چوڌاري سيڪيورٽيءَ وڌيڪ مؤثر رهي.

جيل اسٽاف جي ڪافي ڪَنُ مهٽُ ٿي، جنهن جو اثر ڪجهه ڏينهن تائين رهيو، پر پوءِ وري اُهي ساڳيا لاٿُون، ساڳيا ڇُگهه! بهرحال، جيل ۾ ۽ ٻاهر اهڙا انتظام ڪيا ويا، جو وري ڪنهن قيديءَ کي پڇڻ جي همت نه ٿئي.

## ڀُٽي صاحب جون ڳالهيون

آئون ٿئين بابُ ’اوائلي ڏينهن‘ ۾ ’منهنجون پوءِ واريون ملاقاتون‘ جي عُنوان ۾ لکي چُڪو آهيان، ته ڀُٽي صاحب جي اُنهن انڪشافن تي لکندس، جيڪي هُن مون سان ڪيئي ملاقاتن ۾ ٿيل ڪچهرين ۾ ڪيا هئا. جيل ڊيوٽيءَ دؤران مون جيڪي گهڙيون سپ ڪان وڌيڪ قيمتي پانئيون، اُهي هيون ڀُٽي صاحب سان ٿيل ڪچهريءَ جون گهڙيون. اُنهن ڳالهين ۾ ڪيستائين ڀُٽي صاحب سچائيءَ کان ڪم ورتو يا هڪ سياسي اڳواڻ طور جيڪو به چيو، تنهن بابت آئون پَڪ سان ڪجهه نٿو چئي سگهان. اُهو فيصلو هر پڙهندڙ کي پاڻُ ڪرڻو پوندو. جيستائين مون کان ٿي سگهيو، آئون انهن ڳالهين کي ريڪارڊ تي آڻيان پيو، ته جيئن مون جيان سمورا پڙهندڙ به انهن ڳالهين مان لاڀُ پرائي سگهن. ڀُٽو صاحب قيد دؤران مون سان سدائين انگريزي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو هو ۽ آئون به ڪوشش ڪري

هُن سان ساڳيءَ ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو هوس. هُن جا انڪشاف هيٺين ريت آهن:

**پاڪستان ۽ ايٽمي طاقت**

ڀُٽي صاحب پنڊي جيل ۾ مون سان اُن مامري تي ڪجھ ڀيرا ڳالھ ڪئي. ڪڏهن هُن پاڪستان ۽ هندستان جي لاڳاپن جي سلسلي ۾ اُن مامري تي ڳالهايو، ته ڪڏهن پاڪستان جي شديد گهُرج ۽ ترقيءَ کي مُدو بڻائيندي اُن طاقت جو ذڪر ڪيائين. امريڪا، اسرائيل ۽ اُلهندي ملڪن جي پاليسين پٺاندر پاڪستان جي بدقسمتيءَ تي ڳالهايائين ۽ پاڪستان جي بقا خاطر ڀُٽي صاحب جڏهن آمريڪا جي چِتاءَ کي به رد ڪيو هو، ته هُن کي اِن ڪال ڪوٺڙيءَ تائين پهچايو ويو.

به ٽي ڀيرا هُن پاڪستان ۽ هندستان جي ڀيٽ ڪجھ اُن انداز سان ڪئي: هندوئن جي ڪوشش هئي، ته پاڪستان نه ٺهي، ته جيئن اُهي اَکنڊ ڀارت جو سَپنو پورو ڪري سگهن. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پهرين اٺڪل ٽيهن ورهين ۾ هندستاني حڪومت دِل سان ڪڏهن به پاڪستان جي وجود کي نه مڃيو ۽ تڏهن کان هندستاني حڪومت، پاڪستان کي ختم ڪرڻ پويان رهي آهي. پوءِ جڏهن ٽئين دُنيا جي ملڪن ۾ جهيڙا ٿين ٿا، ته بدقسمتيءَ سان سُپر پاور به طاقتور جو يا پنهنجي مفاد جو ساٿ ڏين ٿا. اُهي طاقتون اسلام جي

سدائين مخالفت ڪنديون رهيون آهن. هندستان جو فلسفو اِهو آهي، ته برابر يا پاڻ کان طاقتور سان دوستي ڪريو ۽ ڪمزور سان زبردستي. بدقسمتيءَ سان اسان جا وسيلا هندستان جيترا نه آهن ۽ اسان فوجي لحاظ کان هُن جي برابريءَ جو ڪڏهن سوچي به نٿا سگهون، بلڪ هندستاني وسيلا، صنعت توڙي حرفت، مالي توڙي فوجي لحاظ کان ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ترقي ڪندا پيا وڃن. جڏهن ته اسان اُن لحاظ کان پنهنجو تناسب برقرار رکڻ ۾ به ڏکيائين ۾ ورتل آهيون. 1974ع ۾ هندستان ايٽمي ڌماڪو ڪري ايٽمي ٽيڪنالوجيءَ ۾ دُنيا جي پهرين درجي جي قومن ۾ پنهنجو مقام ماڻي ورتو آهي. هيڏانهن اوڀر پاڪستان کي اسان کان زبردستي ڌار ڪري اسان تي چِٽو ڪيو ويو آهي، ته جڏهن به اسان ڪمزور ٿياسين، ته هُو اسان تي چڙهي، اسان کي پنهنجو غلام بنائڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ ايئن اسان کان ٻارهن تيرهن سؤ ورهين جي تاريخ جو پلاند وٺندو. تنهنڪري اسان جي سيڪيورٽيءَ جو اڪيلو ذريعو ايٽمي طاقت ماڻڻ ۾ ئي آهي، جيڪو هندستان کي اسان سان باعزت طريقي سان رهڻ تي مجبور ڪندو. جيڪڏهن جاگرافيائي ۽ فوجي حڪمت عملي پٽاندر ڏٺو وڃي، ته پاڪستان ايٽمي طاقتن ۾ گهيريل آهي. اسان روس، چين، هندستان ۽ آمريڪا، جيڪو هندي سمنڊ ۾ سپ کان وڌي

ايٽمي طاقت آهي، جي وچ ۾ گهيريل آهيون. اُن علائقي ۾ چين ڪانسواءِ، جنهن سان اسان جا انتهائي دوستاڻا لاڳاپا آهن، باقي سڀ اسان جي خلاف آهن، ۽ اهڙين ڏُکين حالتن ۾ اُهي ڪڏهن به اسان جو ساٿُ نه ڏيندا.
ڀُٽي صاحب چيو: آئون پاڪستان کي اُن قابل بنائڻ ۾ اڻٽڪل ڪامياب ٿي چُڪو هوس. هندستان کي ته مخالفت ڪرڻي ئي هئي، جوته مون هُن جي مقصد جي راھ ۾ هڪ وڏي رُڪاوٽ ٺاهي پئي، پر آمريڪا ۽ روس جي ساٿارين پنهنجي عالمي پاليسيءَ پٽاندر منهنجي سخت مخالفت ڪئي. اوائل ۾ آمريڪا مونکي لالچ ڏني، پوءِ چيائين: پنهنجا هٿ چو ٿو ساڙين. پر آئون جڏهن قوم ۽ ملڪ خاطر پنهنجي مقصد تي اَٽل رهيس، ته اسان جي اُن دوست مُلڪ ڏٺو، ته آئون پنهنجي ڌُن ۾ مست آهيان، تنهنڪري پنهنجي قابل پرڏيهي وزير هينري ڪسينجر ذريعي مونکي آخري چتاءُ ڏنائين، ۽ چِٽو چيائين: جيڪڏهن تون پنهنجي ڌُن تان نه هٽئين، ته اسان توکي باقي دُنيا لاءِ نمونو بڻائيندا سين، ته جيئن اُن قسم جي همت جو مستقبل ۾ ڪو سوچي به نه سگهي. پوءِ ڪرنل رفيع! اُن مُلڪ توهان جي جنرل ذريعي مونکي هِن حالت (سيڪيورٽي وارڊ ڏانهن اشارو ڪندي) تائين پهچايو.

هڪڙي ٻئي موقعي تي ڀُٽي صاحب، آمريڪا کي پاڪستان ۽ اسلامي دنيا جو يهودي لابيءَ سبب دُشمن نمبر هڪ ڪوٺيو ۽ صاف لفظن ۾ چيائين: مون پاڪستان کي مهانتا ۽ قومي عزت پٺاندر پهرئين درجي ۾ آڻڻ پئي گهُريو. جيڪڏهن مونکي ٿورڙو وڌيڪ وقت اجا ملي ها، ته آئون اُن ڏکئي ڏاڪي کي به پار ڪري وٺان ها. چوڻ لڳو: مونکي پنهنجي پاڻ تي فخر آهي، ۽ اِها ڳالهه هڪ نه ٻئي ڏينهن اسان جي قوم کي به سمجهه ۾ ضرور ايندي. هُن ٻڱهو ساهُ کڻندي چيو: ڪرنل، آئون ناممڪن کي ممڪن بنائيندڙ هوس. پر انهن جرنيلن ۾ ايتري همت، ڏاهپ ۽ قومپرستي ڪٿي آهي، جو منهنجي اڻڪل مڪمل ڪمن کي اڳتي وڌائين. هڪ به گهڙيون سوچڻ کان پوءِ چوڻ لڳو: انهن کي ائين ڪرڻ ئي ڪير ڏيندو. سي آءِ اي ته هن وقت دُنيا جي سمورين حڪومتن کان وڌيڪ سگهارو ۽ طاقتور ادارو آهي. ڪجهه گهڙيون ماٺار کان پوءِ چوڻ لڳو: اڄ تنهنجو جنرل، آمريڪين جو پالتُو ۽ ساٿاري ٻٽيل آهي، پر سپاٽي جڏهن هُن انهن جي حُڪمن تي ڌيان نه ڏنو، ته سندس انجام به اهڙو ئي ٿيندو، جهڙو اهڙي قسم جي سامراجي دلالن جو ٿئي ٿو.

ڀُٽي صاحب مون سان ڪجهه ڀيرا مختلف وقتن تي پاڪستان، آمريڪا لاڳاپن تي ڳالهائيندي چيو: جيئن ته

يهودي اثر هر آمريڪي حڪومت تي گهڻو وڌيڪ رهندو، تنهنڪري آمريڪا، اسلامي دنيا ۾ خاص ڪري پاڪستان جو ڪڏهن به سچُ نه رهندو ۽ ڪنهن به پاڪستاني قومي اڳواڻ کي نه چاهيندو.
ڀُٽي صاحب جي پاڪستاني قوم لاءِ سڀ کان وڏي سوکڙي هڪ ملاقات ۾ مُنهنجي پُڇڻ تي ڀُٽي صاحب چيو: هُن جو پاڪستاني قوم لاءِ سڀُ کان وڏو ڪم اِهو هو، جو هُن پنهنجيءَ قوم کي سياسي سُجاڳي ڏني. مون پنهنجي پيڙهيل ۽ ڏُتڙيل عوام کي محروميءَ جي سوچ مان ڪڍيو. چوڻ لڳو: ڪرنل! آئون جيئرو رهان يا نه رهان، پر هاڻي ڪابه طاقت اسان جي غريب عوام کان اُها سوچ ڦُري نه سگهندي. پوءِ چيائين: آئون سمجهان ٿو، ته اهو ئي ڪم منهنجو عوام کي، جيڪي گهڻو ڪري پيڙهيل ۽ ڏُتڙيل آهن، سڀ کان وڏي سوکڙي هوندي.

**جنرل ضياءَ الحق کي چيف آف آرمي اسٽاف بنائڻ**

جڏهن منهنجي ۽ ڀُٽي صاحب وچ ۾ ويچارن جو سَرچاءُ ٺيڪ ٿيو، ته هڪڙي ڏينهن مون همت ڪري کانئس پُڇيو: سائين، توهان جنرل ضياءَالحق صاحب کي فوج جو اڳواڻ ڪيئن چونڊيو. هُن ٿوريءَ دير کان پوءِ چيو: پائي، اُها جنرل ٽِڪا خان جي سفارش هئي. ٽِڪا صاحب سفارش ڪئي، ته هُن کان پوءِ جنرل ضياءَالحق کي سندس جانشين

ٻڌايو وڃي. جنرل ٽِڪا خان جو ويچار هو، ته جنرل ضياءَالحق مذهبي قسم جو ماڻهو آهي، ۽ فوج جو اڳواڻ ٿيڻ کان پوءِ هُو پنهنجين نمازن ۾ رُڌل رهندو ۽ حڪومت لاءِ سياسي مامرن ۾ ڪابه ڏُکيائي پيدا نه ڪندو. پُٽي صاحب جي اُن بيان جي سچائي الله تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو، ڇوته هُن کي ڦاهي ملڻ جي گهڙي وقت کان پوءِ جنرل ٽِڪا خان هڪ اخباري بيان ۾ چيو هو، ته هُن جنرل ضياءَالحق کي فوج جو اڳواڻ بنائڻ جي مخالفت ڪئي هئي. پُٽي صاحب اُن ملاقات ۾ مونکي اِهو به ٻُڌايو هو: جنرل عبدالمجيد مَلڪ به چيف آف آرمي اسٽاف جي عهدي لاءِ موزون شخص هو. جنرل عبدالمجيد مَلڪ ڏاهو، سياڻو ۽ قابل جنرل هو، پر هُو بدقسمتيءَ سان اُهو عهدو ماڻي نه سگهيو. جيتوڻيڪ هُن گهڻو چاهيو، پر قسمت سندس ساٿُ نه ڏنو. مون پُٽي صاحب کي جنرل عبدالمجيد مَلڪ جي ماتحت اسپيشل سروس گروپ ۾ نوڪريءَ جو حال ٻُڌايو، ۽ هُن جي سرواڻيءَ ۾ 1965ع جي جنگ جو به ذڪر ڪيو ۽ پوءِ 1971ع جي جنگ ۾ سندس نمايان ڪارڪردگيءَ جا تفصيل به ٻُڌايا، تڏهن چوڻ لڳو: هُو نِهٺو، سياڄهو ۽ سمجهدار جنرل آهي ۽ فوج جو سُٺو اڳواڻ ثابت ٿئي ها، پر ائين ٿي نه سگهيو.

**پٽي صاحب وٽ ڪيس ڦاسي اچڻ جو ويچار نه هئڻ**

ڀُٽو صاحب پنهنجي زندگيءَ جا پڇاڙڪا 323 ڏينهن راولپنڊي جيل ۾ قيد رهيو. اُن دؤران آئون پانيان ٿو، ته هُن کي ڪڏهن به اِها پڪ نه ٿي هئي، ته ڪيس ڦاهيءَ تي لٽڪايو ويندو. هُن جي وڪيلن، ڪُٽنب جي ڀاتين ۽ جيل ۾ ملندڙ اٽڪل سمورن ماڻهن هُن کي اُن مقدمي بابت سدائين اُهو چيو، ته اِهو رُڳو سياسي تماشو آهي. هُن کي پرڏيهي ملڪن جي اڳواڻن ۽ ڪيئي ٻين شخصيتن طرفان جنرل ضياءَالحق ۽ سندس حڪومت تي پوندڙ اثر جي به ڄاڻ هئي. گڏوگڏ ڀُٽي صاحب جي ڪجھ پرڏيهي دوستن جنرل ضياءَالحق صاحب کان هُن جي معافيءَ جو واعدو به ورتو هو، جنهن بابت آئون پانيان ٿو، ته ڀُٽي صاحب کي به اُن ڏس ۾ ڄاڻ ڏني وئي هئي. مقدمي جي اپيل جي پڇاڙڪن ڪجھ مهينن ۾ جڏهن مونکي پتو پيو، ته حڪومت ڀُٽي صاحب کي ڦاهيءَ ڏيڻ تي اَٽل آهي، ته مون ڪيس پنهنجو مخلصاڻو مشورو ڏنو. پر هُن هر ڀيري اهو ئي جواب ڏنو: اِهو مقدمو ڪُوڙو ۽ جُڙتو آهي، تنهنڪري هُن کي ڪا پرواھ نه آهي، ته اُن جو ڪهڙو نتيجو نڪري ٿو. پر هُو ڪُوڙ آڏو ڪڏهن به ڪنڌُ نه جهُڪائيندو. ڀُٽي صاحب جي اُن بهادريءَ واري جواب هُن جي عزت منهنجي دل ۾ ويتر وڌائي ڇڏي. بلڪ جڏهن 3 اپريل 1979ع جي شام ڀُٽي صاحب کي سرڪاري طور ٻُڌايو پئي ويو، ته هُن کي

پڇاڙڪي فيصلي پٺاندر هاڻي ڦاهي ڏني پئي وڃي. (پورو تفصيل ’پڇاڙڪا پَلُ‘ ۾ ڏنل آهي) ته ڀُٽو صاحب اُن موت جي سَنيهي تي مُرڪيو پئي. آئون اُن وقت وائڙو ٿي ويو هوس ۽ هُن کي ڦاهي ڏيڻ تي زبردست ڳڻتيءَ ۾ ورتل هوس.

جيئن ته مون اِهو ڊرامو اوائل کان پڇاڙيءَ تائين ڏٺو آهي، تنهنڪري پوريءَ پَڪ سان چئي سگهان ٿو، ته ڀُٽي صاحب کي ڦاهيءَ جي ڦَندي تي چڙهڻ جو ڪڏهن به ڪو ويچار نه آيو هو.

**منهنجو مخلصاڻو مشورو**

ڀُٽي صاحب راولپنڊي جيل ۾ قيد دوران مونکي اهو تاثر ڏنو، ته هُن کي اِن مقدمي بابت ٿورڙي به ڳڻتي نه آهي، ۽ جڏهن به مون هُن کي ان بابت ڪجهه چيو، ته هُن اهو ئي جواب ڏنو: جيئن ته مُقدمو ڪُوڙو آهي، تنهنڪري هُو ڳڻتي ڇو ڪري؟ جڏهن اسان هڪٻئي کي چڱيءَ ريت سمجهڻ لڳاسين ۽ مونکي پَڪ ٿي، ته هُو منهنجي عزت ڪري ٿو، ۽ هُن اهو سمجهيو، ته آئون سندس سچڻ آهيان، ته پوءِ مون هُن کي ڪجهه پيرا صلاح ڏني: هُن کي اِن مقدمي ۾ ايڏو لاپرواهه ٿيڻ نه گهُرجي. پر هُن سدائين اِهو ئي جواب ڏنو: هُن جو اُن ۾ ٿورڙو به ڏوهه نه آهي. مون هُن کي چيو: توهان وڏا سياستدان، ڏاها ۽ سمجهُو آهيو، تنهنڪري

پنهنجي اُن ذات ۽ قابليت کي واپرائي اِن حالت مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهُرجي، پر هُن اُتلندو فوجي جنتا کي اُن جو ذميدار ڪوٺيو. مون هُن کي چيو: سائين، جيڪڏهن توهان اهو چئو، ته توهان انهن جرنلن کان اسٽاف ڪاليج جا ڪاڪُوس صاف ڪرائيندؤ ۽ ڪوبه آئين جي پيچڪڙيءَ ڪرڻ واري ڏوهه کان بچي نه سگهندو، ته توهان جو چا ويچار آهي، ته اُهي ماڻهو توهان کي ايئن چڙي، پنهنجا ڏچا سِرَ تي کڻندا؟ بهرحال، مون ڪجهه پيرا دلي سچائيءَ سان هُن کي چيو، ته هُن کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان اُن حالت مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهُرجي. اهو امڪان آهي، ته هُو منهنجن دليلن سان قائل نه ٿي سگهيو هُجي. بهرحال، هُن هر پيري مونکي اهو ئي جواب ڏنو: هن مقدمي ۾ هُو بيڏوهي آهي، تنهنڪري هُو چو پنهنجي خودداريءَ جو سؤدو ڪري. اِهو امڪان آهي، ته اهڙو رستو واپرائڻ ۾ هُن جو سياسي ڪردار خراب ٿيندو هُجي، يا هُن کي ويساهه هُجي، ته کيس ڪڏهن به اهڙي سزا نه ملندي.

ڀٽي صاحب جا ڪجهه ماڻهن بابت ويچار

اسان جي ملاقاتن دؤران ڀُٽي صاحب مختلف وقتن تي ڪجه ماڻهن بابت پنهنجا رايا هئا، جيڪي آئون هيٺ ڏيان ٿو.

## فيلڊ مارشل ايوب خان

هڪڙي ڏينهن چوڻ لڳو: ايوب خان صاحب انمول ۽ غيرمعمولي صلاحيتن وارو ماڻهو هو. هُو ڊگهي قد، سهڻو ۽ اثرائتوشخصيت جو مالڪ هو، پر هُو گهوٽالن کي مُنهن ڏيڻ جو اهلُ نه هو، ۽ دلي طور ڪمزور شخص هو. (هُن پنهنجي هٿُ جي آڱوٺي ۽ ڪلمي واري آڱريءَ وچ ۾ اٽڪل انچ جيترو فاصلو رکي اها ڳالهه سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.) جيئن ته پُٽي صاحب کي ايوب خلاف جدوجهد دؤران جيل ۾ وجڻ مهل ڪاڏي ۽ دوائن ڪانسواءِ باقي ڪنهن قسم جي ڪا شيءِ نه ملي سگهندي هئي، تنهنڪري چوڻ لڳو: هڪ پيري ايوب خان صاحب هُن کي جيل ۾ وِسڪيءَ جي بوتلن جو هڪ ڪِريٽ موڪليو هو، ۽ جيئن ته هُن کي ساڻس ٿيل ٿوري چِگائي ۽ پلائي به سدائين ياد رهي ٿي، تنهنڪري اُها سوکڙي به کيس ياد رهي. جڏهن هُو پاڻُ حڪومت ۾ موٽي آيو، ته ايوب خان صاحب جي گهرپاتين کي ٽيڪس کان بچڻ جي الزام ۾ جهليو ويو هو، پر هُن اُن احسان کي سارينديءَ، سندس گهرپاتين جي مدد ڪئي ۽ اُن ڏچي کان سندن جِند ڇڏائي.

پُٽي صاحب کي ايوب خان صاحب کان سڀ کان وڏو ڏوراپو اهو هو، ته هُن پهريون مارشل لاءِ هڻي قوم ۽

لوڪشاهي تي وڏو ظلم ڪيو. هُن جي چوڻ هو، ته اِهو قدم ايوب خان جو معاف نه ٿيڻ جوڳو گُناهه هو.

**ايئر مارشل اصغر خان**

ايئرمارشل اصغر خان صاحب کي ڀُٽو صاحب ناپسند ڪندو هو. ڪجھ موقعن تي جڏهن به ايئرمارشل اصغر خان صاحب جو ڪنهن نه ڪنهن انداز ۾ ذڪر ٿيو، ته مون ڇاتو ته ڀُٽو صاحب هُن کان نفرت ڪري ٿو. هُن اصغر خان صاحب بابت هڪ ڀيرا چيو: هُو عام سِڌو سادو ماڻهو آهي ۽ سياست بابت هُن کي الف، ب جي به ڄاڻُ نه آهي. هُو سخت هوڏي ماڻهو آهي ۽ ڪڏهن به سياست ۾ سوڀارو نه ٿيندو.

مونکي انهن ڀن اڳواڻن وچ ۾ اصلي اختلافن جي ڪنهن خاص سبب جو ڪو پتو نه هو. جڏهن آئون ڀُٽي صاحب سان گڏ هوس، تنهن وقت آئون محترم اصغر خان صاحب سان ڪڏهن به نه مليو هوس. بهرحال هُن جي لگن، سچائي ۽ ايمانداريءَ بابت گهڻو ڪجھ ٻُڌي چُڪو هوس. بدقسمتيءَ سان هُن جي پارٽي تحريڪ استقلال جڏهن کان ٺهي آهي، تنهن هيستائين ڪو ڪارنامو به نه ڏيکاريو آهي ۽ اصغر خان صاحب جا سياسي ساٿي به هُن کي عام طور ڇڏيندا رهيا آهن. شايد ڀُٽي صاحب جي چوڻ موجب، اصغر خان صاحب جي سختگيري گهڻي حد تائين دُرست هُجي، ڇوته

اڄ اسان جي سياستدانن سياست کي واپار سمجهي ڇڏيو آهي. ڪُوڙ، دوکو، ٺڳي ۽ ڪُپٽ وغيره اسان جي سياست جا ٿنڀا بڻجي چُڪا آهن. اسان جا اڪثر سياستدان، جڏهن اليڪشن وڙهن ٿا، ته انهن جو مقصد اهو هُجي ٿو، ته ڪٿيل پارٽين مان هُجن، يا ڪجهه رعايتن جي موٽ ۾ انهن ۾ شامل ٿي وڃون، ته جيئن چونڊن ۾ خرچ ڪيل رقم کي جيئن به ٿئي گهٽ ۾ گهٽ ستر پيرا ۽ جيڪر موسم گهڻو وڏيڪ سُٺو ٿي وڃي، ته سَت سؤ پيرا وڌائي سگهن. صاف پڌرو آهي، ته اِهو مُلڪ ۽ قوم کي لُٽڻ ئي آهي. آئون سمجهان ٿو، ته اُن راند ۾ اصغر خان صاحب جهڙو ديشُ ڀڳت ۽ ايماندار شخص ناڪام سياستدان ئي رهندو ۽ ڊنڊ جا پڪي ته ڪڏهن به هُن جي چوڌاري گڏ نه ٿيندا. هُن کي ڪنهن ٻئي ڏيهه ۽ سماج ۾ هئڻ گهُرجي ها. اِهو منهنجو ذاتي تجزيو آهي. اِهو به امڪان آهي، ته ڀُٽي صاحب جي ناپسنديدگيءَ جا سبب ڪي ٻيا هُجن.

**ايئر مارشل نُور خان**

هڪ ملاقات ۾ محمد حيات ٽُمن، جيڪو ڀُٽي صاحب جو سياسي صلاحڪار رهيو هو، تنهن بابت ڳالهه ٻولهه ٿي. شايد اُن ڏينهن وارين اخبارن ۾ حيات ٽُمن صاحب جو ذڪر ٿيل هو. ڀُٽي صاحب چيو: ملڪ محمد حيات ٽُمن پنهنجي قسم جو ماڻهو آهي، پر هيستائين هُن مارشل لا اختيارين

سامهون پنهنجي پاڻُ کي ڪنهن حد تائين پروسي جوڳو شخص ثابت ڪيو آهي. اُن ويهڪ ۾ پُٽي صاحب ايئرمارشل نُور خان صاحب جو به ذڪر ڪيو. هُن چيو: نُور خان ڏاڍو هوشيار، سياڻو ۽ سمجهُو ماڻهو آهي. ايئرفورس سُٺو ايڊمنسٽريٽر ۽ قابل عملدار پيدا ڪيو آهي، پر هُو مُهمجوئي، مشهوري ۽ عزت جو خواهشمند آهي. مون هُن کي ٻُڌايو، ته آئون ايئرمارشل نُور خان کي چڱيءَ ريت سُڃاڻان ٿو. جڏهن هُو پاڪستان ايئرفورس جو ڪمانڊر انچيف هو، ته مون پشاور ۾ پيرا شُوٽ اسڪول جي ڪمان پئي ڪئي. هُن پيرا شُوٽ جمپ لاءِ ڪجهه ڏينهن منهنجي اسڪول ۾ سِکيا ورتي هئي. اصل ۾ هُن سمورن هوابازن کي پنهنجو نمونو بنائڻ پئي چاهيو، ته جيئن اُهي به ٻپ توڙي جوکي ۽ هَبڪ بنا پيراشوٽ چال ڏين ۽ جڏهن به انهن کي جهاز جي خرابيءَ جي حالت ۾ ٽُپو ڏيڻو پوي، ته هروڀرو ڇِند نه وڃائين، يا ٽنگ وغيره ڀڃرائي نه وجهن، بلڪ ڇٽيءَ ذريعي سکيل طريقي موجب زمين تي بچاءَ سان لهي سگهن. هُن جي سِکيا ۽ ڇٽيءَ ذريعي چال ڏيڻ دؤران مون ايئرمارشل صاحب کي دلير ۽ بهادر ماڻهو پاتئيو. ڀُٽو صاحب چوڻ لڳو: نُور خان کي منهنجي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ کپندو هو، پر هُو اَڻچاتل سببن خاطر ايئن ڪري

نه سگهيو. هُن جهڙي متحرڪ شخصيت، ۽ قابل ايڊمنسٽريٽر جي منهنجي پارٽيءَ کي گھُرج هئي.

**جنرل يحيٰ خان**

جڏهن به يحيٰ خان جو ذڪر نڪتو، ته ڀُٽي صاحب هُن کي سُٺن لفظن سان ياد ڪيو، پر هر ڀيري خاص مُرڪ سان هُن جو ذڪر ڪيو. هڪ ڀيري چوڻ لڳو: جنرل يحيٰ خان ڏاڍو سُٺو ۽ ڏاهو ماڻهو هو. هُو سُٺي سپاءُ وارو هو، پر شرط اهو ته هُن جي پيٽ نه هُجي ۽ جيڪڏهن شراب جي نشي ۾ هوندو هو، جو عام طور هوندو هو، ته پوءِ هُو انسان نه، بلڪ شيطان بڻجي ويندو هو. ڪجھ ٻيون ڳالهيون به ٿيون، جن کي لکڻ اَڻوڻندڙ ۽ اڻنگو آهي.

**مولانا ڪوثر نيازي**

قيد دوران ڀُٽو صاحب، مولانا ڪوثر نيازيءَ صاحب مان گهڻو خوش نه هو. ڪجھ ڀيرا هُن جو ذڪر ٿيو، ته ڀُٽي صاحب ڪجھ ڪاوڙ ۽ ڪِروڌ ڏيکاريو. هڪڙي ڏينهن چوڻ لڳو: مولانا ڪوثر نيازيءَ هوشيار آهي ۽ دماغ به سُٺو اٿس، پر هُو مولوي جو مولوي رهيو. ڀُٽي صاحب کي مولوين کان گهڻي چِڙ هوندي هئي.

ڀُٽي صاحب جي ڦاهي جي گهڻي عرصي کان پوءِ منهنجي مولانا سان هڪ ڏينهن اوچتو ملاقات ٿي. مون هُن سان ڀُٽي صاحب جي ڪاوڙ جو ذڪر ڪيو، جنهن تي چوڻ

لڳو: سائين، آئون ڀُٽي صاحب جو ڏاڍو ٿورائتو آهيان، ۽ هُن جي دلي گهرائين سان عزت ڪريان ٿو ۽ ڪيس پنهنجو اڳواڻ سمجهندو رهندس. جڏهن اسان ڏٺو، ته ڀُٽي صاحب ۽ فوج وچ ۾ ٽڪراءُ ٿيو آهي ۽ اهڙيءَ حالت ۾ رُڳو هُن جو ئي نه، بلڪ پارٽي ۽ مُلڪ جو به نقصان ٿيندو، ته اسان دلي ڪوشش ڪئي، ته اُن ٽڪراءُ کان بچجي. هر باشعور ماڻهو کي اُن ٽڪراءُ جي نتيجي بابت ڄاڻ هئي. مون چاهيو، ته هر طرح سان ڀُٽي صاحب کي بچايو وڃي ۽ جيڪو رستو اسان جي ڪجهه ساٿين واپرائڻ گهُريو آهي، تنهن کان بچجي، ته جيئن مارشل لا اختيارين ۽ ڀُٽي صاحب وچ ۾ ٺاهه جو ڪو رستو ڪڍيو وڃي. اسان جي ڪوششن کي بدقسمتيءَ سان غلط سمجهيو ويو ۽ اسان جي فوج سان ٺاهه جي ڪوشش کي ته بلڪل ئي غلط ڪوٺيو ويو. اُن ٽڪراءُ جو نتيجو ڪهڙو نڪتو؟ اهو ئي جنهن جو مونکي ڊَپُ هو، يعني اسان پنهنجو اڳواڻ وڃائي ويٺاسين.

هُن وڌيڪ چيو: جن ماڻهن جو ويچار هو، ته آئون فوج سان گڏجي ويو آهيان، تِن ڀاڱُ سمجهيو هوندو، ته منهنجو رَويو اُن حڪومت سان ڪيئن هو، جڏهن آئون سينيٽ جو ميمبر هوس. مون اُن حڪومت جي هر غلط پاليسيءَ کي پوري قوم آڏو هر طريقيءَ سان پڌرو ڪيو ۽ اُن جي کُلي مخالفت ڪئي.

پارٽيءَ جي پلائيءَ لاءِ اسان چاهيو، ته اُن کي ملڪي توڙي قومي بنياد تي ايئن رکيو وڃي، جيئن هن جي باني محترم ذوالفقار علي ڀُٽي ان لاءِ سوچيو ۽ ڪيس ٺاهيو هو، پر بدقسمتيءَ سان جڏهن اهو ڪُٽنبي مامرو بڻجي ويو، ته اسان ماٺ ۾ نويڪلا ٿي وياسين.

## محترمه بينظير ڀٽو

ڀُٽو صاحب پاڪستان، عام سياست، ڏيهي توڙي پرڏيهي حالتن ۾ پنهنجي مقدمي بابت ته گهڻيون ڳالهيون ڪندو رهندو هو، پر هُن پنهنجي ڪُٽنب بابت بلڪل گهٽ ڳالهايو. البت جڏهن به محترمه بينظير ڀُٽو جو ڪنهن طرح ذڪر ٿيو، ته هُن سدائين اُن بابت هڪ خاص قدردانيءَ جي انداز ۾ ڳالهايو. هُو عام طور چوندو هو: ڪرنل رفيع! آئون جيئرو رهان يا نه رهان، پر مونکي پروسو آهي، ته منهنجي ڌيءَ منهنجو مقصد هر حال ۾ پُورو ڪندي، چوته الله تعاليٰ هُن کي گهڻيون خوبيون ڏنيون آهن. هوءَ رُڳو پڙهيل لکيل ئي نه، بلڪ گهڻي هوشيار، سياڻي ۽ عقلمند به آهي. هُو جڏهن اِهو چوندو هو، ته بينظير ۾ سياست کي سمجهڻ جي هُن کان وڌيڪ صلاحيت ۽ قابليت آهي، ته منهنجي دماغ ۾ اهو سوال اُپرندو هو، ته هوءَ ته اڃا شاگرديءَ جي زماني ۾ آهي. هُن کي اڃا تائين سياست سان ڪو واسطو ئي نه پيو آهي ۽ نه ئي عملي زندگيءَ جو ڪو

تجربو اٿس، ته ڀُٽو صاحب جي اها ڳالهه منهنجي سمجهه کان مٿانهين پائنبي هئي. بهرحال، آئون سدائين هڪ پيءُ جا ويچار پنهنجي لاڏلي ڌيءَ بابت ڪجهه شڪ سان ٻُڌندو رهندو هيس. هُو سدائين چوندو هو: آئون جيئرو رهان يا نه رهان، منهنجي ڌيءَ پاڪستان جي ڏُتڙيل ۽ پيڙهيل عوام کي سندن مقصد واريءَ واٽ تائين سوڀ سان گڏ وٺي ويندي. هو محترمه بينظير ڀُٽو جي ڏاهپ ۽ دماغي صلاحيتن کي گهڻو ساراهيندو هو. بلڪ هڪ پيري ته هُن چيو هو: بينظير پاڪستان ۽ هندستان جي تاريخ ۾ بينظير بڻجي ويندي.

مونکي بينظير ڀُٽو سان جيل ۾ ڪڏهن به ڳالهائڻ جو وَجهه نه مليو، البت هوءَ جڏهن به ڀُٽي صاحب سان ملڻ آئي، ته آئون عام طور اُتي موجود هوندو هوس، پر هڪڙي پاسي بيهي کين ويچار سان ڏسندو ۽ ٻُڌندو رهندو هوس، تنهنڪري هُن سان ڪڏهن به ڪنهن مامري تي ڳالهه نه ٿي. مونکي ياد نه آهي، ته ڀُٽي صاحب پنهنجي پُٽن بابت ڪڏهن ڪجهه چيو هُجي. ڪجهه موقعن تي هُن جي گهرواريءَ جو ذڪر ضرور ڇڙيو، جيڪو مون هن ڪتاب ۾ موزون جاءِ تي لکيو آهي. ڀُٽي صاحب پنهنجي ٻي ڌيءَ صنم ڀُٽي بابت به ڪجهه نه چيو. البت هُو اُن سان گهڻي محبت ڪندو هو، چوته پڇاڙڪي رات هُن پنهنجي اولاد

مان رُڳو صنم جو نالو هر پيري ٿي ورتو. ڇڻ پڇاڙيءَ مهل هُن کي سپ ڪان ننڍي ڏيءَ گهڻو ياد آئي هئي.

**شاهه رضا شاهه پهلوي**

جڏهن شاه رضا شاه پهلويءَ خلاف ايران ۾ وڏي پئماني تي عوامي مظاهرن جو سلسلو شروع ٿيو، ته هڪڙي ڏينهن ڀُٽي صاحب چيو: مون شاه کي ٻُڌايو هو، ته توهان ڪيستائين ڏَڪڻ بند ڪري رکندا، پر منهنجي اِها ڳالهه شاه کي نه وڻي هئي. رضا شاه ايراني قوم سان سچو نه هو ۽ هُن کي آمريڪي نصيحتون وڏيڪ هوشَ سان ڪنهن حد تائين مجڻ کپنديون هيون. بدقسمتيءَ سان اڄ هر اهڙو اڳواڻ رُڳو آمريڪين تي ئي پروسو ڪري ٿو ۽ نيٺ منجهانئن هرهڪ کي ڌَڪُ کائڻو پوي ٿو. جيڪو به حاڪم يا اڳواڻ پنهنجيءَ قوم جي جذبن ۽ سوچ کي نٿو سمجهي، تنهن کي قوم سدائين ٽُڏا هڻي پري اُڇلائي ڇڏي ٿي. هُن جو چوڻ هو: شاه لاءِ شايد خراب وقت اچي پيو ۽ ايراني قوم به ڏَچن ۾ ڦاسندي.

**جنرل محمد اقبال کي ميار**

جنرل محمد اقبال صاحب اُنهن ڏينهن ۾ ڊپٽي چيف آف آرمي اسٽاف مقرر ٿيو هو. هڪڙي ڏينهن ڀُٽي صاحب ڳالهين ڳالهين ۾ چيو: هُن جي گهرواري بيگم نُصرت ڀُٽو قذافي اسٽيڊيم لاهور ۾ ڪرڪٽ مئچ دؤران پوليس هٿان زخمي

ٿيڻ سبب اسپتال ۾ ڪجھ ڏينهن علاج هيٺ رهي هئي، جنرل اقبال کي، جيڪو اُتي جو ڪور ڪمانڊر هو، اسپتال وڃي گهٽ ۾ گهٽ سندس طبيعت ئي پُڇڻ کپي ها. اهو هُن جو سُٺو اخلاقي اشارو هُجي ها.
آئون جنرل محمد اقبال جي ماتحت مليٽري اينٽليجنس ڊائريڪٽريٽ ۾ نوڪري ڪري چُڪو هوس ۽ ساڻس سُٺا ناتا هئا. جنرل صاحب جيئن لاهور مان پنڊي آيو، ته مون هُن سان ملاقات ڪئي ۽ جڏهن آئون وٺائنس موٽڻ لڳس، ته هُن مونکي چيو، ته هُن سان ڪڏهن ضرور ملندو رهان. ڀُٽي صاحب جي اُن ڏوراپي کان پوءِ آئون جنرل صاحب سان ملڻ ڪڏهن به نه ويس، چوته انهن ڏينهن ۾ منهنجي ڳُجهي نگراني پئي ٿي، ۽ مون چاڻي واڻي ڪنهن سينيئر عملدار سان ملڻ بند ڪري ڇڏيو هو، تنهنڪري آئون ڀُٽي صاحب جي اُن ڏوراپي جو ذڪر جنرل صاحب سان ڪڏهن به نه ڪري سگهيس.

**محترم غلام مصطفيٰ کر**

مونکي ڀُٽو- کر وچ ۾ گرم توڙي سرد لاڳاپن کي ڄاڻڻ جو چاهه هو. مون به ٿي ڀيرا ڀُٽي صاحب کان مناسب موقعن تي پُڇيو، ته هُن ۽ کر صاحب جي ناتن ۾ هيٺ مٿانهين جو ڪهڙو سبب هو؟ هُو هر ڀيري ڪجھ ٻُڌائڻ بغير رُڳو مُرڪندو هو. نيٺ هڪڙي ڏينهن چوڻ لڳو: ڪرنل اِهو

سياست جو مامرو آهي، جيڪو ڪنهن فوجيءَ جي سمجهه کان مٿانهون آهن. پوءِ مون ڪڏهن به پيهر هن سان اُن مامري تي ڳالهائڻ جي همت نه ڪئي.

**محترم انور سادات**

هڪڙي ڏينهن شايد اخبارن ۾ مصر يا اسرائيل بابت ڪا خبر پڙهي چوڻ لڳو: مصر جو صدر انور سادات، عرب مفادن کي آمريڪين جي دٻاءُ ۾ اچي گهڻو نقصان پهچايو آهي. انور السادات کي ڪنهن ڏينهن پنهنجي قوم کي جواب ڏيڻو پوندو. ان کي اصولن کي ايئن پاسيرو رکڻ نه گهُربو هو. ڀُٽي صاحب ڪئمپ ڊيوڊ معاهدي ۽ مصر- اسرائيل لاڳاپن تي تنقيد ڪئي. چوڻ لڳو: جيڪو به اڳواڻ قومي اُمنگن جي پرواهه نٿو ڪري، قوم به تنهن جي پرواهه نٿي ڪري. محترم انور سادات کي ڪنهن ڏينهن ۾ اُن جو نتيجو ڀوڳڻو پوندو. ڪجهه ورهين کان پوءِ سادات کي جڏهن هڪڙي قومي ڏينهن جي تقريب ۾ ڪجهه فوجين گولين سان پروڻ ڪري قتل ڪيو، ته مونکي ڀُٽي صاحب جون ڳالهيون ياد آيون.

**جنرل ضياءَ الحق**

اسان ٻنهي چڙن وچ ۾ جنرل ضياءَالحق صاحب بابت گهٽي گهٽ ڪچهري ٿي. هڪڙي ڏينهن چوڻ لڳو: جنرل ضياءَ

کي سياسي ماڻهن کان اَٿاهه ڏچا سَهڻا پوندا. هُن لاءِ حڪومت
گُلن جي سيج ثابت نه ٿيندي.
به يا ٽي پيرا ايئن اتفاق ٿيو، جو آئون ٻنپهرن کان پوءِ پُٽي
صاحب سان گڏ سيڪيورٽي وارڊ جي اڱڻ ۾ ويٺل هوس،
ته جنرل ضياءَالحق صاحب جي سُواري جيل جي ديوار
سان لڳ رستي تان لنگهي. هُن جي سواري اڳيان هُوٽر
واري گاڏي به هوندي هئي، جيڪا هارُن وڄائي هرهڪ
کي چتاءُ ڏيندي ويندي هئي، ته پاڪستاني صدر جي
سُواري لنگهي پئي. اُن گاڏيءَ جي هُوٽر جو آواز ٻُڌي هر
پيري مون پُٽي صاحب جي مُک تي هڪ نرالي ڪاوڙ جا
اُهڃاڻ ڏٺا ۽ هُن جو ورتاءُ گهڻي دير تائين ڪجھ بگڙيل
رهندو هو.

**پاڪستاني فوج جو سڀ کان وڏو جنرل**

هڪڙي ڏينهن پاڪستان- هندستان جنگ 1965ع جو
ذڪر ڇڙيو، ته مون پُٽي صاحب کان پُڇيو: سائين، توهان
اُن زماني ۾ پرڏيهي وزير هئا. اسان جي پرڏيهي کاتي اُن
جنگ کان اڳ ۾ اُهو ڇو نه سوچيو، ته هندستان اسان جي
سرحدن تي حملو ڪندو. چوڻ لڳو: پرڏيهي کاتي ته اُن جو
اڳواٽ اندازو لڳائي ورتو هو، پر فيلڊ مارشل ايوب خان
هڪ جوائنٽ گڏجاڻيءَ ۾ اُن امڪان کي رد ڪيو هو.
جنرل هيڊڪوارٽر به اُن ساڳيءَ غلطيءَ کي ورجايو هو.

گڏوگڏ جنرل اختر مَلڪ کي ڪشمير جي چمب جوڙيان محاذ تي نه روڪيو وڃي ها، ته هُو ڪشمير ۾ هندستاني فوج کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏي ها، پر ايوب خان ته پنهنجي لاڏلي جنرل يحيٰ خان کي سورمو بنائڻ پئي گهُريو. 1965ع جي جنگ جي اُن ذڪر دؤران پُٽي صاحب، جنرل اختر مَلڪ جي گهڻي ساراهه ڪئي؛ چوڻ لڳو: اختر ملڪ باڪمال جنرل هو. هُو مهانَ سپهه سالار هو. هُو بهادر ۽ همت وارو هو، ۽ سپاهياڻي فن کي چڱيءَ ريت سمجهندو هو. هُن جهڙو جنرل پاڪستاني فوج اڃا تائين جنم نه ڏنو ويو آهي. پوءِ مُرڪندي چوڻ لڳو: باقي جنرل سڀ ته جنرل راڻي آهن.

**پاڪستان ۾ اسلامي حڪومت**

جنرل ضياءَالحق صاحب اوائل ۾ ته ڪجهه اُن مامري تي چوندو رهيو، پر هُن شايد 1978ع جي پڇاڙيءَ ۾ سرڪاري اعلان ڪيو، ته پاڪستان ۾ اسلامي حڪومتي نظام جوڙيو ويندو. اُن اعلان جي ٻئي يا ٽئين ڏينهن جڏهن آئون پُٽي صاحب سان سيڪيورٽي وارڊ ۾ مليس، ته چوڻ لڳو: ڪرنل رفيع، تنهنجو جنرل ڪهڙو اسلام هِن ملڪ ۾ رائج ڪندو. اُهو اسلام ڪارخانيدارن جو هوندو يا مولوين جو، يا وري عوام جي ڪنهن حصي جو؛ چوته مولوي ڪنهن ٻيءَ ڳالهه تي سُهمت ٿي سگهن ٿا، پر اسلام تي ڪڏهن به هڪ راءِ نٿا جوڙي سگهن. پوءِ چوڻ لڳو: اِهو وڏو دوکو آهي، جيڪو

اسان جي اپوجھ ۾ سادي عوام سان ڪيو پيو وڃي. جنرل ضياءَالحق ڪڏھن به اُن اعلان تي عمل نه ڪندو.

اڄ ڪيئي ورھيه گُذرڻ کان پوءِ جڏھن جنرل ضياءَالحق کي به اسان جي دوستن پنھنجي مطلب نڪرڻ کان پوءِ شھيد ڪري ڇڏيو، ته مونکي ڀُٽي صاحب جي اُھا ڳالھ بلڪل دُرست پائنجي ٿي. مون ڪجھ محترم ۽ ذميدار پاڪستانين کي به اھو چوندي ٻُڌو آھي، ته ضياءَالحق اسلام لاڳو ڪرڻ ۾ سچو نه ھو، ۽ رُڳو زباني لپاڙ ھڻندو ھو. ھُن بدقسمتيءَ سان اسلام جي نالي تي پنھنجي حڪومت کي زندگيءَ جي پڇاڙڪي گھڙين تائين ڊيگھ ڏني، پر اسلامي نظام لاءِ ھُن ڪجھ به نه ڪيو. انھن ماڻھن جو چوڻ ھو، ته اُن ۾ ڪو شڪ نه آھي، ته اسلامي نظام لاڳو ڪرڻ ۾ ڏُکيائون ھيون، پر بدقسمتيءَ سان ھُن به اُن مھانَ ڪم کي رڳو سياسي نعرو بڻائي، باقي سياستدانن جيان قوم کي بيوقوف ئي بڻايو.

**منھنجو جيون پاڪستان جو ڀاڳُ آھي**

ڀُٽو صاحب اڪثر چوندو ھو: ڪرنل رفيع، منھنجو ڪنڌُ ويو، ته پاڪستان به ختم ٿي ويندو. آئون اُن جملي جو مطلب ڪڏھن به سمجھي نه سگھيس ۽ ھر ڀيري سوچيندو ھوس، ته ڀُٽو صاحب ايئن ڇئي ڇا ٿو ٻُڌائڻ گھُري. اھو جملو اٽڪل ڪيئي ڀيرا ھُن مختلف موقعن تي مون کي چيو ھوندو.

مونکي سُڌ آهي، ته محترم عبدالحفيظ پيرزادي به جڏهن مارچ 1979ع ۾ جنرل ضياءَالحق صاحب سان ملاقات ڪئي هئي، ته هُن به اُن قسم جا ويچار پڌرا ڪيا هئا، پر ضياءَالحق صاحب اُن ويچار کي ڀُٽي صاحب جو وَهم ۽ انومان سمجهي امڪان کان ٻاهر ڪوٺيو هو.

**پاڪستان ۾ آباديءَ جو مسئلو**

هڪ ڀيري اسان جي ڪچهريءَ ۾ پاڪستان ۾ وڌندڙ آباديءَ جو مسئلو به سامهون آيو. شايد مامري تي اُن ڏينهن اخبار ۾ ذڪر ٿيو هو. مون همت ڪري اُن مامري تي ڪجھ چيو: آئون ڀانيان ٿو، ته پاڪستان جو اهو ڳنڀير مسئلو آهي. اسان جي آبادي تيزيءَ سان وڌي پئي ۽ آباديءَ ۾ اهو ڏينهون ڏينهن واڌارو اسان جي وسيلن کي ختم پيو ڪري، تنهنڪري اسان مادي ترقيءَ ۾ اُتي جو اُتي بيٺا آهيون. عوام جي اٽڪل سمورن مصيبتن جو وڏو سبب اسان جي آباديءَ ۾ واڌارو آهي. ڀُٽو صاحب چوڻ لڳو: ڀائي، انهن اَٽيڙ هيل مولوين کي ڪير سمجهائي. ايوب خان اُن مسئلي تي ضابطي آڻڻ لاءِ ڪجھ ڪرڻ گهُريو ٿي، ته انهن ناسمجھ مولوين هُن کي ڇا نه چوڻ شروع ڪيو هو. پوءِ هُو مُرڪيو ۽ چوڻ لڳو: اسان جي فوج آبادي گهٽائڻ جو فرض ايئن نڀائيندي رهي، ته اِهو مسئلو پاڻمرادو نِبيرجي ويندو.

## احمدي مسئلو

هي اهڙو مسئلو هو، جنهن تي ڀُٽي صاحب ڪيئي ڀيرا ڪجھ نه ڪجھ چيو. هڪ ڀيري چوڻ لڳو: رفيع، اُهي ماڻهو چاهين ٿا، ته اسان انهن کي پاڪستان ۾ اُهو رُتبو ڏيون، جيڪو يهودين جو آمريڪا ۾ آهي- يعني اسان جي هر پاليسي سندن مرضيءَ مطابق هلي. بهرحال، قومي اسيمبليءَ انهن کي غيرمسلم ڪوٺيو، ته اُن ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوھ آهي.

هڪڙي ڏينهن اوچتو مونکان پڇيائين: ڪرنل رفيع، ڇا احمدي هاڻي اِهو چون پيا، ته منهنجيون هاڻوڪيون مصيبتون انهن جي خليفي جي ڀِٽ پاراتي جو نتيجو آهن، جو آئون ڪال ڪوٺيءَ ۾ پيو آهيان. هڪ ڀيري چوڻ لڳو: ڀائي، جيڪڏهن انهن جي عقيدي کي ڏٺو وڃي، ته اُهي حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي آخري پيغمبر ئي نٿا مڃين، ۽ جيڪڏهن اُهي مونکي کين غيرمسلم ڪوٺڻ جو ذميدار ڪوٺين ٿا، ته پوءِ ڪا ڳالھ نه آهي. پوءِ چوڻ لڳو: آئون ته وڏو گناھگار آهيان، ۽ الاءِ منهنجو اهو عمل ئي منهنجي گناهن جو ڪفارو بڻجي پوي ۽ الله منهنجا سمورا گُناھ اُن نيڪ عمل آڌار معاف ڪري.

ڀُٽي صاحب جي ڳالهين مان آئون اِهو اندازو لڳائيندو هوس، ته شايد هُن وٽ گناھ وغيره جي ڪا خاص سوچ نه

آهي، پر اُن ڏينهن مونکي سمجهه ۾ آيو، ته مامرو اُن جي اُبتڙ آهي.

**آئون پاڻ فوج کي ڪيئن ٿو برباد ڪري سگهان**

پُٽي صاحب ڪيئي پيرا مونکي چيو: آئون پاڻُ جنهن فوج جو معمار آهيان، تنهن کي ڪيئن ٿو برباد ڪري سگهان. اُنهن ڏينهن ۾ شايد فوج ۾ اِهو پرچار ٿيو پئي، ته محترم پُٽو ۽ سندس پارٽي فوج کي برباد ڪرڻ گهُري ٿي. هُن چيو: مون کي ته مُلڪ، قوم ۽ فوج خراب حالت ۾ ملي. اوپر پاڪستان جي ڏار ٿيڻ کان پوءِ مُلڪ ٽُٽل هو. قوم ۽ فوج شڪست کانپوءِ مايوس هئي. مون ڏينهن رات جاکوڙي هن قوم کي جيئرو ڪيو. فوج جيڪا ساڻِي ٿي چُڪي هئي، تنهن ۾ جان وڌي. هُن کي سُٺا هٿيار ڏنا، سندن اخلاق مٿانهون ڪيو، همت پيدا ڪئي. هُن ۾ ٻيهر زندگيءَ جي لهر ڦوڪي. هاڻي توهان جا جرنيل چون پيا، ته پُٽي فوج کي برباد ڪرڻ گهُريو پئي. آئون هن ملڪ ۽ فوج کي ٺاهيندڙ آهيان. آئون هن کي برباد ڪرڻ جي ڳالهه ڪيئن ٿو سوچي سگهان؟

هڪڙي ڏينهن چوڻ لڳو: مونکي پارٽيءَ جي ڪيئي ماڻهن مشورو ڏنو، ته دنيا جي اڪثر فوجن مان بَٽ مين جي سهولت ختم ڪئي ويئي آهي، پر اسان وٽ اُها بينڪيتي رسم موجود آهي. اسان جي فوج ۾ عملدارن سميت جونيئر

ڪميشنَ عملدارن کي به اها سهولت مليل آهي. اهڙيءَ طرح اسان جا انيڪ سپاهي فوجي ڪم نه، بلڪ نوڪر جو ڪم ڪن پيا. اهو عمل ڪنهن سپاهيءَ جي خودداريءَ جي نفي ڪري ٿو. اسان جي فوج اُن سرشتي سبب اٽڪل ٻه ڊويزن نفريءَ کان محروم پئي ٿئي. پر حالت اها وڃي بيٺي آهي، جو ڳاڙهي ڦيٿي وارا عملدار ته ڊرائيور، بورچي، نوڪر ۽ ٻٽ مين به الڳ الڳ رکن ٿا. بلڪ سينيئر ريٽائر آفيسر به پنهنجي مرڻ تائين ڪيئي سپاهي پنهنجي گهرن ۽ زمين تي رکيو ويٺا آهن، جڏهن ته اُهي پگهار ۽ راشن فوج کان وٺن پيا. ڪيئي سائين چيو، ته اُن قسم جي لعنت کي فوج مان ختم ڪيو وڃي، پر مون چيو، ته ڀُٽي جي دؤر ۾ نه، بلڪ پوءِ اها لعنت پاڻمرادو فوج مان نڪري ويندي. چوڻ لڳو: رفيع صاحب، آئون ته هر خيال کان فوج جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ سدائين تيار رهيو آهيان، ته جيئن اسان جو فوجي دل لڳائي پنهنجي نوڪري ڪري. پوءِ ڀُٽو فوج کي ختم ڪرڻ جو ڪيئن ٿو سوچي سگهي؟

**اوڀر پاڪستان جو حادثو**

مون پاڻ ڀُٽي صاحب سان اوڀر پاڪستان جي حادثي تي ڪڏهن نه ڳالهايو هو، بلڪ جڏهن ڪنهن وقت پريس ۾ اُن حادثي تي ڪا خبر يا ڪالم ڇپيو، هُن ۽ سندس پارٽيءَ تي

تنقيد ڪئي ويئي يا ڪين نشانو بنايو ويو، ته هو عام طور اُن تي ڳالهائيندو هو. هُو سدائين اهو چوندو هو: هُن جو اوپر پاڪستان جي سانحي سان ڪو ناتو نه هو. پر جيڪڏهن توهان ماڻهن جا حق ڦٻائيندا ۽ دٻائيندا، ته پوءِ اُهي هڪ نه ڏينهن توهان خلاف ضرور اُٿي اُپا ٿيندا. مارشل لا هر پيري لڳڻ ۽ فوج ۾ بنگالين جي تعداد نه هئڻ برابر ڏسي انهن جي دل ۾ اهو ويچار جنم ورتو هو، ته حڪومت ۾ ڪين حصو ڪڏهن به نه ملي سگهندو. پوءِ فوج جو واهپو به غلط طريقي سان ٿيو ۽ پڇاڙيءَ ۾ هندستان وجھ وٺي اسان کي ٻن ٽُڪرن ۾ ورهائڻ ۾ وڏو ڪردار نڀايو. جڏهن به اُن مامري تي ڳالھ ٿي، ته هُن سدائين زور ڏيئي چيو: هُن جو اُن ۾ ٿورڙو به ڏوھ نه آهي. هڪ پيري هُن مونکي ٻُڌايو: روس جي حڪومت پنهنجي سفير کي هن وٽ موڪلي، محترم مجيب الرحمان کي قيد مان ڇڏڻ جي درخواست ڪئي هئي. ڪنهن پاڙيسري سُپر پاور جي درخواست رد ڪرڻ ڪنهن عقلمندي جي ڳالھ نه هئي، تنهنڪري مون محترم مُجيب کي ڇڏڻ جو حُڪم ڏنو.

**ناشُڪري قوم**

سُپريم ڪورٽ مان هُن جي اپيل نامنظور ٿيڻ کان پوءِ هڪ ڏينهن هُن چيو: پاڪستاني قوم ڏاڍي ناشُڪري قوم آهي. مون هن قوم لاءِ ڇا نه ڪيو، بلڪ هن قوم جي شهرت ۽

طاقت، جنهن لاءِ مون سدائين جاکوڙيو، اُن جي سزا مونکي جيل ۾ واڙي ڏني پئي وڃي ۽ منهنجي قوم کي ڪا پرواھ ئي نه آهي. چوڻ لڳو: ڪاش آئون تُرڪي يا جرمنيءَ ۾ جنم وٺان ٿا. اُهي به اهڙيون قومون آهن، جيڪي منهنجو قدر ڪن ها، ۽ مون کي پُوري عزت ۽ مچتا ڏين ها. هڪڙي ٻئي موقعي تي پُٽي صاحب چيو: جرمن دُنيا جي پلوڙ قوم آهي. دنياوي طاقتن هُن کي ٽُڪرن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، پر اُهو ڏينهن پري نه آهي، جڏهن اها قوم وري اُڀرندي ۽ سڄي دُنيا انهن جي اڳواڻيءَ تي فخر پائيندي. هُن تُرڪن جي بهادري ۽ قوميت تي به هڪ ڏينهن اهڙي قسم جا ويچار پڌرا ڪيا هئا.

نواب محمد احمد خان قصوريءَ جي قتل جو مقدمو

پُٽي صاحب ڪيئي پيرا مون کي چيو: ڪرنل رفيع، الله شاهد آهي، ته منهنجو اُن مقدمي سان ڪنهن به قسم جو ڪو ناتو نه آهي. اهو بلڪل ڪُوڙو مُقدمو آهي ۽ مونکي اُن ۾ هروڀرو ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اِها ڳالھ هُن مون سان ڪيئي پيرا ڪئي.

**خراب ورتاءُ تي پٽي صاحب جي شڪايت**

پُٽو صاحب سدائين شڪايت ڪندو هو، ته هُن سان سُٺو ورتاءُ نه پيو ٿئي. هُن ڪجھ پيرا مونکي چيو: جڏهن هُو ملڪ جو اڳواڻ هو ۽ ولي خان، عطاءُالله مينگل، خيربخش

مري ۾ غوث بخش بزنجو صاحب کي قيد ڪيو ويو هو، ته هُن ريسٽ هائوسَ تي لکين روپيا خرچ ڪري سُڌاريو ۽ سينگاريو هو، ته جيئن اُهي اڳواڻ آرام سان پنهنجا ڏينهن گهارين. جڏهن جنرل ٽِڪا خان صاحب ۽ پيرزادي صاحب کي جهليو، ۽ مارشل اختيارين جنرل ٽِڪا صاحب کي مري ريسٽ هائوس ۾ ۽ پيرزادي صاحب کي سندس ڪراچيءَ واري گهر ۾ رکيو، ته پُٽو صاحب سخت ڪاوڙيو ۽ چوڻ لڳو: جيئن ته اُهو تنهنجو فوجي جرنيل آهي، تنهنڪري هُو ريسٽ هائوس ۾ مزا پيو وٺي، ته پوءِ ڇا آئون هن ملڪ جو اڳواڻ نه هوس، جو مونکي هِن جيل ۾ ڏِڪي اُڇلايو ويو آهي. هُو چوندو هو: اهو منهنجي عزت جو سُوال آهي. هڪ پيري هُو ڏاڍي جوش ۾ اچي چوڻ لڳو: ڪرنل، آئون انهن سڀني کان پلاند وٺندس. مون هُن کي ڌيرج سان ياد ڏياريو: سائين توهان اُن قسم جي ڳالهين سبب ته اها تڪليف پوڳيو پيا. ته هُن هڪدم چيو: اِها ڳالهه رُڳو منهنجي ۽ تُنهنجي وچ ۾ آهي.

هڪڙي ٻئي موقعي تي هُو ايئن ڪاوڙ ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو: جيڪڏهن هڪڙو پُٽو به جيئرو رهيو، ته ضرور پلاند وٺندو. جڏهن مون وري هُن کي يادگيري ڏياري، ته چوڻ لڳو: ڪرنل رفيع، اها ڳالهه رُڳو اسان ٻنهي جي وچ ۾ آهي.

بهرحال جيل جي سخت پابندين ۽ اَدِنگي ورتاءَ تي پُنّي صاحب کي گهڻي شڪايت رهي.

**پنّي صاحب جو بيمثال حافظو**

پُنّي صاحب جي يادگيري انمول هئي. هُو پراڻين ملاقاتن جا صحيح لفظَ، مهل، ڏاڏُو ۽ تاريخ بلڪ واقعن جي عام ڏُز جاڻُ به ياد رکندو هو، ۽ هر موقعي تي ٿيل ڳالهه ٻولهه، ايستائين جو پوشاڪ ۽ ڪا ڳالهه ڪهڙي انداز ۾ چئي وئي هئي، سان عام جُزن تائين هُن جي ذهن ۾ سمايل هوندي هئي. مون جڏهن به ڪا ڳالهه ڪئي، ته هُو مونکي گهڻي وقت کان پوءِ به اُها ڳالهه ياد ڏياريندو هو، ته فلاڻي موقعي تي توهان اِها ڳالهه ڪئي هئي. مون جيڪڏهن جيل سپرنٽينڊنٽ کي ڪا ڳالهه چئي، ۽ اُن مامري تي پُنّي صاحب سان اختلاف ٿيو، ته هُو هڪدم اسان جي پراڻي ڳالهه جو حوالو ڏيندو هو. اسان فوج ۾ عام طور پنهنجي ڊائريءَ واپرائيندا آهيون، ته جيئن ياداشت ڊائريءَ جي مدد سان موٽائي سگهجي، پر پُنّي صاحب جي دماغ ۾ هروقت اُها ڳالهه لکجي ويندي هئي، ۽ هُو ڪنهن عام ڳالهه کي به ياد رکندو هو. اهڙي تيز يادگيريءَ وارو ڪو ٻيو ماڻهو مون پنهنجي سڄيءَ زندگيءَ ۾ نه ڏٺو آهي.

**محترم پيرزادي جي جنرل ضياءَ الحق سان ملاقات**

عبدالحفيظ پيرزادو صاحب به ڀُٽي صاحب جي وڪيلن مان هڪُ وڪيل هو. هُو ڀُٽي صاحب جي پنڊي جيل ۾ قيد جي اوائلي ڏينهن ۾ ته ڪڏهن نه آيو هو، پر سُپريم ڪورٽ مان اپيل نامنظور ٿيڻ کان پوءِ هُو ڪيئي ڀيرا جيل ۾ ڀُٽي صاحب سان مليو. پيرزادو صاحب 14 فيبروري کان 31 مارچ 1979ع تائين ارڙهن ڀيرا ڀُٽي صاحب سان جيل ۾ ملڻ آيو. اُن دؤران شايد مارچ 1979ع ۾ هُو جنرل ضياءَالحق صاحب سان به مليو هو ۽ ڀُٽي صاحب جي مقدمي تي ساڻس تفصيلي ڳالهه ٻولهه ڪئي هئائين. مونکي ڪٿان اُڏامندي خبر ملي، ته پيرزادي صاحب، جنرل ضياءَالحق صاحب کي ڀُٽي صاحب جي معافيءَ جي درخواست ڪئي ۽ هُن کي چيائين: جيڪڏهن ڀُٽي صاحب کي جيئرو نه ڇڏيو ويو، ته پوءِ ملڪ ڪنهن وڏي گهوٽالي ۾ ڦاسي پوندو ۽ شايد اُن گهوٽالي سبب اوپر پاڪستان جيان مُلڪ وري ٽُٽي نه وڃي. پر جنرل ضياءَالحق هُن جي اُن دليل سان هرگز سُهمت نه ٿيو.

اُن خبر ٻُڌڻ کان پوءِ مون ڀُٽي صاحب سان اُن مامري تي ڳالهايو، جنهن تي هُن چيو: ها، پيرزادي اُهي دليل منهنجي مرضيءَ بغير جنرل ضياءَ کي ڏنا آهن. اِهو سڀ ڪجهه هُن جو پنهنجو ويچار هو، جنهن کي جنرل ضياءَ مڃڻ کان انڪار ڪيو هو.

**پٽي صاحب جو هٿُ ۽ سندس زندگيءَ جي لِيڪ**

مون پاڪستان مليٽري اڪيڊمي ڪاڪول ۾ جڏهن سِکيا پئي ورتي، تڏهن مونکي هڪ ساٿي ڪيڊٽ ذريعي هٿُ سُڃاڻپ جو شوق پيدا ٿيو. ڪميشن ماڻڻ کان پوءِ مون اُن شُغل کي چڱي ڀِنڀيرتا سان ورتو. ڪيئي ڪتاب پڙهيا، انيڪ هٿ به ڏٺا. هاڻي به جڏهن ڪنهن وقت ڳوٺ وڃان ٿو، ته پوڙهيون عورتون پنهنجن گهر ڀاتين سان مونکي گهيري وٺن ٿيون. پر آئون جڏهن انهن کي ٻُڌايان ٿو، ته مون کان اهو علم کَسجي ويو آهي، ته اُهي ڏاڍو رُسامو ڪن ٿيون. پر پوءِ به زور پرين ٿيون، ته سندن هِن ڀار جي قسمت بابت ڪجھ ته ٻُڌايان.

ڪافي عرصي کان مون پامسٽريءَ جي پڙهائي ۽ پريڪٽس ڇڏي ڏني آهي، پر پوءِ به ورلي ڪنهن هٿ کي ڏسڻ سان ڪجھ وڏين لِيڪن تي نظر دوڙائي وٺان ٿو.

جنهن ڏينهن کان پُٽي صاحب سان جيل ۾ مِلڻ شروع ٿيو، ۽ هُن سان گڏ ويهي ڪچهريءَ جو سلسلو هليو، ته منهنجو هٿُ ڏسڻ جو پراڻو چاهه جاڳي پيو. اصل ۾ پُٽو صاحب گهٽيون ڳالهيون ڪندو هو، اُنهن ڳالهين دؤران هُن جي وات سان گڏ سندس هَٿَ به هوا ۾ لهرائيندا رهندا هئا. منهنجون اکيون هُن جي هٿُ تي چميل رهنديون هيون. هُن جي هٿن جي لِيڪن کي هر پيري ڏسندو رهندو هوس. هُن

جون شمسي ۾ قسمت جون لِيڪون بلڪل پڌريون هيون. مون دل، دماغ ۾ زندگيءَ جون لِيڪون به چڱي ويچار سان ڏٺيون. اُن مقدمي سبب آئون هُن جي زندگيءَ جي لِيڪ کي هر پيري ڏسندو هوس. هن جي اُها لِيڪ پهرين ڪجهه ورهين کانسواءِ، جيڪا عام طور هر هَٿ تي ساڳي ئي هُجي ٿي، سا گهري، صاف، ڪنهن رنڊڪ يا وڍُ بنا شروع کان ڪَرائيءَ تائين بلڪل چِٽي هئي، يعني زندگيءَ جي لِيڪ ٽُٽل ڦِٽل، پيٺ يا ڪَٽ وغيره کان آجي هئي. گڏوگڏ زندگيءَ جي مددگار لِيڪ به موجود هئي. مونکي هُن جي هٿ تي ڪنهن حادثي يا اوچتي موت جي ڪابه نشاني نه ملي. تنهنڪري مونکي ويساهه پئي ٿيو، ته هُن کي سزا ته ملي سگهي ٿي، پر ڦاهيءَ سان سندس زندگيءَ جو ڏيئو نه اُجهامندو.

پُٺي صاحب جي اپيل خارج ٿيڻ کان پوءِ جڏهن هڪڙي ڏينهن هُن ڳالهيون پئي ڪيون ۽ هَٿ کي منهنجي آڏو چڱو لوڏيائين پئي، ته مون سندس زندگيءَ جي لِيڪ کي چڱي ويچار سان ڏٺو پئي، تنهن مهل چوڻ لڳو: رفيع، منهنجي هَٿ ۾ ڇا آهي، جنهن کي تون ايڏي ڌيان سان پيو ڏسين؟ مون وراڻيو: سائين، توهان جي هَٿ تي زندگيءَ جي لِيڪ مان پتو پوي ٿو، ته توهان جي زندگي گهٽي بگهي آهي. جواب ۾ هُن چيو: ڪرنل، پُٺا سدائين جوانيءَ ۾ ئي مرندا

رهيا آهن. مون جواب ڏنو: پر توهان جو هٿُ اُن ڳالهه خلاف سچائي نروار پيو ڪري. هُن مُرڪي پنهنجي هٿُ ڪي ڏنو ۽ مونکي چيائين: ڇا توهان پامسٽري ڄاڻو ٿا؟ مون ورائيو: گُذريل ورهين ۾ منهنجو اِهو شُغل هو، پر هاڻي اُن ڪي ڇڏي ڏنو اٿم. هُن وري پنهنجي هٿ ڪي ڏنو ۽ مون پانيو، ته هُو پنهنجو هٿ مونکي ڏيندو، پر هُن ايئن نه ڪيو. پوءِ چوڻ لڳو: ڪرنل رفيع، توهان چوڌري يارمحمد ڪي هڪ پيرو چيو هو، ته ٻن ڳچين مان ڪنهن هڪ ڪي وڃڻو آهي- ڀُٽي جي ڳچي يا جنرل ضياءَ جي سِسي. جيئن ته ڀُٽي جي سِسي قيد ۾ آهي، تنهنڪري شايد هُن ڪي ئي وڃڻو پوندو. مون جواب ڏنو: آئون اُن ڳالهه ڪان انڪار نٿو ڪريان، جو اِهو عام ويچار هو. پر توهان جي هٿُ جي لِيڪ ته ائين نٿي چوي. ڀُٽي صاحب اُن مامري تي وڌيڪ ڪجهه نه چيو، بلڪ پاڻُ ئي ڪجهه گهڙين ۾ ڪا ٻي ڳالهه ڇيڙي ڇڏيائين. مون هَٿ ڏسڻ سَٺ جي ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ ڇڏي ڏنا هئا، پر مون ۾ انهن لِيڪن جي علم جو ويساهه رهيو، يعني اللهه تعاليٰ اهو به علم ماڻهن ڪي ڏنو آهي. ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ ڪان پوءِ مونکي اُن علم تي گهڻو شڪ ٿيو؛ ايستائين جو مون پنهنجي هٿُ تي به نظر وجهڻ ڇڏي ڏنو. دل توڙي دماغ ۾ عجيب وسوسن جنم ورتو. گهڻي وقت ڪان پوءِ هڪڙي ڏينهن ايم. اي. مَلڪ جو اُهو بيان پڙهي دل ڪي

ڪجھ آٿت ملي، تہ ڪجھ مُک ھٿُ ڏسندڙن چيو آھي، تہ شھيدن جي ھَٿ تي زندگيءَ جي لِيڪ سدائين موجود رھي ٿي. ھُن جي ھَٿ جي چمار واري لِيڪ ڪڏھن بہ نٿي ٽُٽي، ڇوتہ ھُو مري ئي نٿو. ڀُٽي صاحب جي ڦاھيءَ کان پوءِ منھنجو ويساھ ھٿ ڏسڻ تان کڄي ويو ھو، پر اُن بيان پڙھڻ کان پوءِ وري اُن علم تي ڪجھ ويساھ ٿيڻ لڳو. الاءِ، ڪيستائين اسان جي مھانَ اڳواڻن جي قسمت ۾ اِھا شھادت جي سعادت لکبي رھندي....! مون اُھي لفظ اجا لکيا ئي پئي، تہ اتفاق سان ٻاھران ڪنھن اِھو نعرو ھنيو:
”پاڪ- آمريڪا دوستي زنده باد!“
سياستدان، نعرا ۽ جلسو
**ھڪڙيءَ شام جو آئون جيل ڪئمپ ۾ جوانن سان گڏ**
والي بال کيڏڻ کان پوءِ سيڪيورٽي وارڊ ۾ ڀُٽي صاحب سان گڏ وڃي ويٺس. اسان اڱڻ ۾ چاءِ ويٺي پيتي. انھن ڏينھن ۾ 111 بريگيڊ جي يونٽن وچ ۾ باسڪيٽ بال جا ميچ پئي ٿيا. 3 ايف. ايف ريجمينٽ جي ٽيم پنھنجو ميچ کٽي گاڏين ۾ واپس وزيراعظم ھائوس ويجھو پنھنجي لائنن ڏانھن پئي وئي. خوشيءَ ۾ اُھي زورائتا نعرا ھڻندي جيل سامھون لنگھيا. جيئن ڀُٽي صاحب نعرا ٻُڌا، تہ ھڪدم مون کان پُڇيائين: ھي ڪير ماٺھو نعرا پيا ھڻن؟ ڇا ڪو جلسو ٿيو آھي؟ مون ھُن کي ٻُڌايو: مارشل لا وارن ڏينھن ۾ جلسو

ڪرڻ ۾ نعرا هڻڻ ۾ اُهي به چانوٽيءَ جي حدن ۾، ممڪن ئي نه آهي. شايد يونٽن وچ ۾ ٿيندڙ ميچ ۾ ڪٽيل ٽيم ۾ سندن پلٽڻ جا جوان خوشيءَ ۾ نعرا پيا هڻن. ڀُٽو صاحب اهو ٻُڌي ماٺ ٿي ويو ۽ چڱو سوڳ ۾ ماٺار ڇانيل رهي.

**پاڙيسري ملڪ افغانستان**

1978ع جي ٻي ڇهه ماهيءَ ۾ افغانستان بابت روزانو پريس ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڇپجندو رهندو هو. ڀُٽو صاحب اخبارن جو اڀياس ڏاڍي ڌيان سان ڪندو هو. انهن ڏينهن ۾ هُن سان جڏهن به ملاقات ٿيندي هئي، ته هُو اڪثر افغانستان بابت ڪجهه نه ڪجهه چوندو رهندو هو. جنرل ضياءَالحق جي افغان پاليسيءَ سان ڀُٽو صاحب بلڪل سُهمت نه هو. جيتوڻيڪ اُن وقت امريڪي امداد اجا باقاعدگيءَ سان شروع نه ٿي هئي ۽ پاڪستان اجا تائين افغان مسئلي سان پنهنجي پاڻُ کي پوريءَ طرح جوڙيو به نه هو. ڀُٽي صاحب هڪ به پيرا چيو: هُن سردار محمد دائود سان پاڪ- افغان لاڳاپن سميت ڊيوريند لائين ۽ پختونستان جي ٿاه جو فيصلو ڪري ورتو هو، پر بدقسمتيءَ سان جيڪڏهن هُن جي حڪومت ختم نه ڪئي وڃي ها، ته سردار محمد دائود جي مارجڻ کان گهڻو اڳ ئي مسئلا سدائين واسطي دوستاڻي انداز ۾ سُلجهي وڃن ها.

ڀُٽي صاحب جو اِهو به چوڻ هو: روس جيئن ته رُڳو سُپر پاور نه، بلڪ اسان جو پاڙيسري ڏيهه به آهي، تنهنڪري روسين سان اسان جا ناتا گهڻا سُٺا هئڻ کپن، ۽ پاڪستان کي روس خلاف افغانين جي مدد نه ڪرڻ گهُرجي، جيئن ته تنهن وقت آمريڪي امداد پاڪستان ذريعي افغانستان جي مُجاهدن کي باقاعدگيءَ سان ملڻ اڃا شروع نه ٿي هئي، ۽ مونکي پاڪستان جي پاليسيءَ جي پوري ڄاڻُ نه هئي، تنهنڪري آئون سدائين اِهو چوندو هوس، ته پاڪستان اُن جنگ ۾ ڪو عملي حصو نه پيو وٺي. پر ڀُٽو صاحب اُن ڳالهه کي نه مڃيندو هو ۽ هر پيري پاڪستاني حڪومت جي افغان پاليسيءَ کي ننديندو هو. شايد اها پيپلز پارٽي جي متفق ۽ فيصلائتي پاليسي هئي، يا آمريڪا بادشاهه پوءِ محترمه بينظير ڀُٽو صاحبه کان وزيراعظم بنجڻ کان اڳ اهو فيصلو ڪرائي ورتو هو، ته پاڪستان افغان پاليسيءَ کي هاڻي آمريڪين جي نئين مرضيءَ موجب هلائيندو، ڇوته ضياءَالحق صاحب جي شهادت کان پوءِ جيئن پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت پيهر اقتدار ۾ آئي، ته افغانستان بابت اسان پاليسي ۾ بلڪل ڦيرو اچي ويو ۽ جنگي ميدان ۾ کٽيل لڙائي اسان ڪانفرنس جي ميز تي هارائڻ لڳاسين. هاڻي ڏسڻو اهو آهي، ته افغاني پنهنجي اسلام جي محبت خلاف

آمريڪين ۽ روسين جي نئين ڳٽ جوڙ کي ناڪارا بنائڻ ۾ ڪيئن ٿا سوپارا ٿين.

مارشل لا تي ڪچهري

پُنّي صاحب مون سان ڪچهريءَ ۾ مارشل لا يا فوج کي خاص تنقيد جو نشانو نه بڻايو هو، البت اسان جي سَرچاءَ ٿيڻ کان پوءِ ڪڏهن جرنيل صاحبن تي ڪونه ڪو رايو ضرور ڏيندو هو. هڪڙي ڏينهن پاڪستان ۾ مارشل لا جي لڳاتار سلسلي جو ذڪر نڪتو، ته مون هُن کي چيو: 1958ع جي فيلڊ مارشل محمد ايوب خان صاحب واري مارشل لا جي ڏينهن ۾ آئون سيڪنڊ ليفٽيننٽ هوس، جنهن سبب مونکي فوج، قوم يا مُلڪ تي مارشل لا جي اثرن بابت ڪا خاص ڄاڻ ڪانه هئي. مارشل لا لڳڻ کان اڳ ملڪي حالتون بدتر ٿي چُڪيون هيون ۽ اٽڪل هر ماڻهو مارشل لا لاڳو ٿيڻ کي ڀليڪار چيو هو. اسان جونيئر آفيسر به عوام سان گڏ هئاسين ۽ اسان به اهو ئي سمجهيو هو، ته اِهو عمل ملڪ توڙي قوم لاءِ ڀلو آهي. ٻئي مارشل لا وقت، جنهن کي يحييٰ خان صاحب جو مارشل سڏيو ويو، ۽ جنهن جي ذميداري پوءِ توهان جي ڪُلهن تي اچي پئي، تنهن وقت آئون ميجر هوس. منهنجي اُن ويچار تي پُنّي صاحب هڪدم مونکي ٽوڪيو ۽ چوڻ لڳو: هُو ته عوامي اڳواڻ آهي ۽ هُن

ڪي ورثي ۾ سڀ ڪجهه مليو، پر هُن انهن حالتن ڪي سدائين لاءِ ختم ڪرڻ گهُريو ۽ مُلڪ کي پهريون عوامي آئين ڏنو. مون ڳالهه اڳتي وڌائيندي چيو: جنرل ضياءَ صاحب جو مارشل لا، جنهن هاڻي ملڪ کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو آهي، ۽ مون هاڻي چڱي نوڪري به ڪئي آهي، ۽ اهڙا فرض پيو نڀايان، جو مونکي مارشل لا جي اثرن کي گهٽي گهرائيءَ سان ڏسڻ جو وجهه به مليو آهي. مارشل لا لڳاتار لڳڻ سان فوج کي گهڻو نقصان پيو پهچي. ۽ ملڪ ۽ قوم کي به گهاٽو ئي گهاٽو آهي، پر بدقسمتيءَ سان اسان جا سياستدان هر پيري ملڪ کي اهڙيءَ واٽ تي اچي بيهارين ٿا، جو فوج کي لاچار ملڪ کي هلائڻ لاءِ مارشل لا جو سهارو وٺڻو پوي ٿو. ٻيءَ صورت ۾ ملڪ ۾ گهرو ويڙهه جهڙيون حالتون پيدا ٿيون وڃن ٿيون ۽ ملڪ کي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ اهڙو اُپاءُ وٺڻو ئي پوي ٿو. ڀُٽو صاحب منهنجي ويچارن سان سُهمت نه ٿيو ۽ چوڻ لڳو: ڪرنل رفيع، سياسي حالتن کي سياستدان ئي سنواري سگهن ٿا، ۽ فيصلو به انهن تي ئي ڇڏڻ گهُرجي. هر ملڪ ۾ سياستدانن جا پاڻُ ۾ اختلاف ۽ جهيڙا ٿيندا رهن ٿا، پر اُهي ئي نيٺ پاڻُ ۾ گڏجي انهن جو ڪونه ڪو سُلجهاءُ ڪڍن ٿا. اسان جي ملڪ ۾ جن اڳواڻن کي عوام رد ڪري ٿو، سي حڪومت لاءِ ڪونه ڪو مسئلو اُٿاريندا رهن ٿا. پر

لوڪشاهي ۾ عوامي نمائندن کي حق مليل آهي، ته اُهي مُلڪ ۽ قوم جي ڀلائيءَ لاءِ پنهنجون پاليسيون ٺاهين ۽ انهن مطابق مُلڪ هلائين. اسان جي مُلڪ ۾ جيڪي جماعتون حڪومت کان ٻاهر هُجن ٿيون، سي هر پاليسيءَ کي غلط سمجهن ٿيون. ۽ جيڪڏهن انهن جو پاڻُ ۾ اختلاف وڌي وڃي ٿو، ته پوءِ فوج کي اهو حق هرگز نه آهي، ته اُهي اُنهن کي پاڻُ ۾ ويڙهائين، ۽ ويهي نانيءَ رڌڻ واري، ۽ ڏو هٿا ڪائڻ وارن جيان پاڻُ ۾ ڳنجوڙ ڪن. جڏهن به حالتون ٿوررڙو خراب هُجن ٿيون، ته ڪيئي جرنيل اهڙن موقعن جي ڳولا ۾ رهن ٿا ۽ اُهي هڪدم ملڪ، قوم ۽ مذهبُ جي نالي تي، فوج جي ڏَڏُ تي مارشل لا هڻي، پنهنجا مقصد پورا ڪن ٿا. اصل ۾ هر اهڙي موقعي مهل ٻاهرين طاقتن، خاص ڪري اسان جي دوست آمريڪا جو هٿُ هُجي ٿو، جيڪي پهرين ملڪي حالتون بگاڙڻ ۾ واهرُ ڪن ٿيون ۽ پوءِ پنهنجي مرضيءَ جي جرنيلن کي مارشل لا هڻڻ تي پڙڪائين ٿيون ۽ سندن مدد به ڪن ٿيون. سو بدقسمتيءَ سان اسان جي ملڪ جي آزاديءَ کي مارشل لا ئي ختم ڪندا.

**محترم ڀٽي جا پنهنجي پارٽيءَ بابت ويچار**

1978ع جي ڏينهن ۾ ڀُٽي صاحب پنهنجي جماعت بابت ڪڏهن ڪا ڳالھ نه ڪئي هئي. هُو پنهنجيءَ جماعت خلاف

ڪا ڳالھ ٻُڌڻ لاءِ تيار نہ ھو. جيئن تہ جماعت طرفان ڪا خاص چڪتاڻ، ڳٽتي يا بيچينيءَ جو اظھار نہ ٿيو ھو، تنھنڪري مون ھڪ پيري جماعت جي اُن بيوسيءَ تي تنقيد ڪئي، جنھن کي ڀُٽي صاحب ھڪدم رد ڪيو. مون اُن موقعي تي کيس ھڪڙي آفيسر جو قصو ٻُڌايو، جنھن اُھو ھڪ ڪانفرنس ۾ ٻڌايو ھو، تہ ماڻھو چون پيا، تہ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جا وڏا شينھن اڄ ڪُوئا بڻيل آھن. چوتہ ڀُٽو صاحب جڏھن اقتدار ۾ ھو، تڏھن ھُو پاڻُ بہ ٻليءَ جيان ھو، تنھنڪري ھُن جي اچڻ تي سمورا عملدار ڪُوئن جيان پنھنجن ٻِرن ۾ گھِڙي ويندا ھئا، ھاڻي جڏھن انھن کي باھر نڪري ڀُٽي صاحب جي قيد خلاف گوڙ ڪرڻ ۽ قربانيون ڏيڻ کپن، تہ اُھي اڄُ مارشل لا جي دَٻُ کان پراڻي عادت موجب ٻِرن ۾ ويٺا آھن. ڀُٽي صاحب ھڪدم چيو: اھڙو ڪير آھي جيڪو پنھنجون آڱريون ساڙڻ لاءِ تيار ھُجي، پر اسان جا ڪارڪنَ پنھنجي پاڻُ کي باھ پيا ڏين. (اُنھن ڏينھن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ڪجھ غريب ورڪرن احتجاج طور پنھنجن ڪپڙن تي گاسليٽ ھاري، پاڻُ کي باھ ڏيئي ساڙڻ چاھيو ھو.) پر مون انھن کي اِنھيءَ عمل کان روڪيو آھي، نہ تہ ھيستائين انيڪ ماڻھو پنھنجين جانين جو نذرانو ڏئي چُڪا ھُجن ھا. اُن تي مون ھڪڙي ٻئي آفيسر جو قصو ٻُڌايو، تہ ڪجھ غريب ماڻھن

ڪي پئسن جي لالچ ڏيئي تيار ڪيو ويو، ته اُهي پنهنجي پاڻُ
ڪي باهه ڏين ۽ هڪدم ڪين چادرن سان ويڙهي بچايو ويندو
۽ سڙڻ نه ڏنو ويندو، پر اهڙن غريبن ڪي اُجورو به وڏو
ڏنو وجي ٿو. ڀُٽو صاحب اُها ڳالهه ٻُڌي مچرجي پيو ۽ چوڻ
لڳو: اِهو سڀُ بڪواس ۽ ڪُوڙ آهي. اصل ۾ هُن پنهنجي
پارٽيءَ ڪي حُڪمنامو موڪليو هو، ته اجا وقت نه آيو آهي
۽ ڪوبه پنهنجي پاڻُ ڪي ايئن نه ساڙيِ ۽ ماري. هُن مونکي
چيو: پنهنجن جرنيلن ڪي چئو، ته اُهي مونکي راولپنڊيءَ
ڪان رُڳو لاهور تائين وڃڻ ڏين، ۽ مونکي اُتي عوام ڪي
خطاب ڪرڻ ڏين ۽ پوءِ ڏسن ته ماڻهو ڀُٽو ڪي ڪيئن ٿا
چاهين، ۽ مارشل لا ڪين ڪيئن ٿو روڪي سگهي. هُن چيو:
منهنجي پارٽي مون تي جان ڏيڻ لاءِ تيار آهي ۽ وقت اچڻ
تي اُهي ڪارڪن اِهو ثابت ڪري ڏيکاريندا، ته انهن لاءِ
ڀُٽو ڪهڙي حيثيت رکي ٿو، ۽ اُهي ڪيس ڪهڙيءَ حد تائين
چاهين ٿا. چوڻ لڳو: منهنجي پارٽيءَ ۾ ڪي ٿورڙا موقعي
پرست ماڻهو به آهن، جيڪي پاڻُ ڪي لِڪائين پيا، پر انهن
مان منهنجي پارٽي ڪُندن بڻجي نڪرندي.
پر جيئن وقت گُذرندو ويو، ته ڀُٽو صاحب ٿورڙو مايوس
ٿيندو ويو. 1979ع جي اوائل ۾ هُو پنهنجي پارٽيءَ مان
جيڪي اُميدون لڳايو ويٺو هو، سي پُوريون نه پئي ٿيون.
هڪڙي ڏينهن ڪجهه مايوسيءَ ۾ مونکي چوڻ لڳو: اُهي

حرامي ڪٿي آهن، جيڪي چوندا هئا، ته اسان پنهنجا ڪنڌُ ڪَٽائيندا سين (پنهنجي شهادت واري آڱري ٻچيءَ جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي چڪيندي). آئون پانيان ٿو، ته اُهي ڏينهن اهڙا هئا (فيبروري- مارچ 1979ع) جڏهن ڀُٽو صاحب پنهنجي پارٽيءَ مان مايوس ٿي ويو. جيتوڻيڪ ٻئي پاسي مارشل لا اختياريءَ وارا گهڻو ڳَٽيءَ ۾ هئا، جنهن تي آئون ”احتياطَ ۽ وڏيڪ احتياطَ“ هيٺ اڳ ۾ لکي چُڪو آهيان. پوءِ ڳَٽيءَ واري سوچ اوُج تي وڃي پهتي، ته متان سُپريم ڪورٽ ۾ ڀُٽي صاحب جي اپيل خارج ٿيڻ تي سندس پارٽي وڏي پيماني تي ڪا گڙٻڙ نه ڪري ۽ اَمن جو مسئلو بڻجي وڃي. پر هر ماڻهو پارٽيءَ جي بيوسيءَ تي اچرج ۾ هو، جو ڪنهن پنهنجي آڱر به نه ڪنئي. اُن وقت رُڳو ماءُ ۽ ڌيءَ گهڻيءَ لوچَ ۽ ڳَٽيءَ ۾ ورتل هيون، باقي سمورا ماڻهو خاص ڪري پارٽيءَ جا وڏا ٿَنڀ، خاموش تماشائي بڻيل هئا. تنهنڪري جڏهن 3 ۽ 4 اپريل 1979ع جي رات جو ڀُٽي صاحب کي ٻُڌايو ويو، ته ڪيس ڦاهي ڏني پئي وڃي، ته پوءِ هُن مون کان اڪيلائي ۾ پُڇيو: هي ڪهڙو ڊرامو ڪيڏيو پيو وڃي. مون هُن کي ٻُڌايو: سائين، توهان کي واقعي اڄ رات ڦاهي ڏني پئي وڃي. تڏهن هُن اُمالڪ چيو هو: منهنجي پارٽي مُئل ڀُٽي کي ڏسڻ گهُري ٿي، نه ڪي جيئري ڀُٽي کي. مون ”پڇاڙڪا پَل“ جي عنوان سان هِن ڪتاب

جي پچاڙيءَ ۾ انهن گهڙين کي پوري اُپٽار سان لکيو آهي، جنهن وقت ڀُٽي صاحب جو هر لفظَ ۽ هر هڪ گهڙي ريڪارڊ ڪئي پئي وئي. آئون اڄ اُنهن ٺوڳي ۽ دوکيباز سرفروشن کي ٻُڌايان ٿو، ته ڀُٽو صاحب پنهنجي پارٽيءَ مان پچاڙڪن گهڙين ۾ هرگز خوش نه هو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته ڪارڪنن جو ٿورڙو تعداد، جيڪو رُڳو غريب ۽ وچئين طبقي سان تعلق رکندو هو، انهن ڏينهن ۾ جيلن ۾ قيدُ هو، پر اصل فائدا ماڻيندڙن ۽ پارٽيءَ جي گهڻن اڳواڻن اُن نازڪ وقت تي پنهنجي پاڻُ کي لڪايو پئي. شايد انهن مان گهڻا هاڻي وري اڳواڻ بڻجي پارٽيءَ جا اصل ساٿي بڻيل هُجن، چوته ڏيکاءُ ۾ ته اسان پنهنجو مثال پاڻُ آهيون.

ڀٽي صاحب جو وفادار

جنوري 1979ع ۾ ڀُٽي صاحب مون سان هڪڙي ڏينهن فرمائش ڪئي، ته هُو پنهنجو ڪُتو ڪوٺيءَ ۾ ڏسڻ چاهي ٿو. جيتوڻيڪ مون کي پتو هو، ته اختياريون شايد اُن کي اندر آڻڻ جي اجازت نه ڏين، پر پوءِ به مونکي ساڻس انڪار جي همت نه ٿي. 20 جنوري 1979ع جي ڏينهن محترمه بينظير ڀُٽو کي ڀُٽي صاحب سان ملڻ لاءِ اچڻو هو. مون اُن ڏينهن ڊيوٽي آفيسر کي چيو: جيڪڏهن محترمه بينظير ڀٹو پاڻُ سان گڏ ڪُتو کڻي اچي، ته اُن عمل جي پرواهه نه ڪندي

ڪيس اندر وڃڻ ڏجانءِ. آئون پاڻُ جيل جي آفيس مان
ڪيڏانهن ٻاهر هليو ويس. محترمه بينظير ڪُتو پاڻُ سان
گڏ ڪونيءَ ۾ وٺي وئي. ڪُتي جي اندر وڃڻ جي باقاعدي
رپورٽ نه ڏني ويئي، پر اختيارين کي اُن جي داخلا بابت
جاڻُ ٻين ذريعن وٽان ملي ويئي، ۽ مون کان پُڇاڻو ٿيو.
مونکي ٻُڌايو ويو، ته ڪُتي جي سُونگهڻ جي قُوت انسان
کان نوي هزار ۽ ٻُڌڻ جي قوت چار سؤ پيرا وڌيڪ آهي.
اُهو جانور قيدين کي جيل مان ٻاهر ڪڍڻ واري ڪم ۾ گهڻو
مؤثر ثابت ٿي سگهي ٿو، تنهنڪري مونکي چتاءُ ڏنو ويو،
ته اڳتي مون کان اهڙي غلطي هرگز نه ٿئي. بهرحال،
منهنجي ٻيءَ ملاقات تي ڀُٽي صاحب منهنجو ٿورو مڃيو.

**ڀُٽو ۽ آئون**

فيبروري 1979ع ۾ هڪڙي ڏينهن ٻنپهرن کان پوءِ مون
ڀُٽي صاحب سان گڏ سيڪيورٽي وارڊ جي اڱڻ ۾ ويهي
ڪچهري پئي ڪئي، ته هُن مون بابت ڳالهه کي اڳتي
وڌائيندي چيو: ڪرنل رفيع، تون بريگيڊيئر ته ضرور ٿي
ويندين، ۽ اهو امڪان به آهي، ته شايد ميجر جنرل به بڻجي
وڃين. پوءِ ڪجهه گهڙيون مون ڏانهن ڏسندو رهيو ۽
چيائين: پر زندگي رڳو اِهو ڪجهه نه آهي، بلڪ زندگي
ڏاڍي سُندر آهي. توهان دنيا م پنهنجي زندگي ڪنهن هنڌُ،
ڪنهن به رقم سان عيش سان گهاري سگهو ٿا.

مونکي اِها ڳالھ ٻُڌي ڏاڍي گھڻ ٿي ۽ ٿوريءَ دير ۾ پنهنجي گھڙيءَ کي ڏٺم ۽ معافي گھُرندي ڪانئس اجازت ورتم، ته مونکي ڪو ضروري ڪم ڪرڻو آهي. منهنجي اُٿي وڃڻ کان پوءِ پُٽي صاحب مون بابت ڇا سوچيو هوندو، تنهن بابت آئون ڪجھ نٿو چئي سگهان. پر منهنجو ضمير مونکي اڄ ڏينهن تائين پنهنجا فرض ڀيءَ هر ڳالھ کان مٿانهون رکڻ تي هڪ خاص خوشي ۽ سُڪون ڏيندو رهيو آهي.

اِهو عجيب اتفاق آهي، ته آئون جيئن ته اسٽاف ڪاليج ۾ نه وڃي سگهيو هوس ۽ جنرل ضياءَالحق صاحب جي نئين حُڪم پٽاندر آئون بريگيڊيئر به ٻڻجي نه پئي سگهيس، تنهنڪري مون کي پتو هو، ته آئون وڌ ۾ وڌ مڪمل ڪرنل ٻڻجي ريٽائر ٿيندس. پر پُٽي صاحب سان ايترو ويجهي رهڻ ۽ پنهنجن فرضن کي هر ڳالھ تي مٿانهون رکڻ ۽ حڪومت جو مون تي ايترو پروسو ڏسي شايد پُٽي صاحب ايئن پانئيو هو، تنهنڪري پوءِ ايڏي وڏي آڇ ڪئي هئي، جنهن کي مون ڪنهن لوپ بنا ٺُڏي ڇڏيو هو.

**پٽي صاحب جي عينڪ ۽ منهنجون اکيون**

پُٽي صاحب جي پڙهڻ واريءَ عينڪُ جو فريم ٿُلهو ۽ ڪاري رنگ جو هو. هُو پڙهڻ مهل اُها عينڪ واپرائيندو هو. هڪ پيري هُن رات مهل ڪوٺيءَ ۾ ڪچهريءَ دؤران پنهنجي مٿان ٿيندڙ زيادتين تي ڳالهايو پئي، ۽ مونکي انهن

زيادتين تي عالمي ردعمل ٻُڌايائين پئي. اُن مُدي تي تڏهوڪي ”ٽائيم“ رسالي به پنهنجا ويچار پڌرا ڪيا هئا. هُن مونکي اُن رسالي جا ويچارَ پڙهڻ لاءِ چيو. جيئن ته آئون پنهنجي پڙهڻ واري عينڪ پاڻُ سان گڏ ڪٽي نه آيو هوس، تنهنڪري مونکي رسالي جو موادَ پڙهڻ ۾ ڏُکيائي ٿي. ڀُٽي صاحب هڪدم پنهنجي عينڪُ مونکي ڏني ۽ چيائين: اچ، هيءَ وَٺُ. هِن کي پائي ڏس، شايد اسان ٻنهي جي نظر ساڳي هُجي. آئون هُن جي عينڪ واپرائڻ ۾ هَٻڪيس، پر هُن جي زور ڀَرڻ تي اُها لڳائي پڙهڻ لڳس. پوءِ به يا ٽي ڀيرا اُن قسم جي حالت ۾ هُن مونکي پنهنجي عينڪ ڏني، جنهن جي مدد سان مون گهُربل لکيتون پڙهيون. مونکي فخر آهي، مون هڪ مهانَ ماڻهوءَ جي عينڪ سندس مرضيءَ سان پاتي.

**سرحد جا خانَ**

صوبي سرحد جي هڪ گهراڻي تي ڀُٽي صاحب پنهنجا ويچار ايئن پڌرا ڪيا: بدقسمتيءَ سان اُهو سڄو گهراڻو هندستان جو ساٿاري بڻيل آهي. اُنهن جون وفاداريون پهرين هدستان سان آهن ۽ پوءِ افغانستان ۽ روس سان آهن. هُنن پاڪستان ٺهڻ جي ڀرپور مخالفت ڪئي ۽ بدقسمتيءَ سان اڄ ڏينهن تائين هي ماڻهو پاڪستان جا ڪُليل دُشمن بڻيل آهن.

هنن جي اُن ملڪ دُشمنيءَ تي سندن علائقي جي ماڻهن ڪي ڪانئن حسابُ وٺڻ گهُرجي؛ يا ڪنهن قدر توهان جي فوجي حڪومت ڪي اُن ڳالهه تي ويچارڻ گهُرجي. اِن گهراڻي ڪي پاڪستان جي تاريخ ۾ غدار گهراڻي جي نالي سان ساريو ويندو.
ڀُٽي صاحب جي قيد دؤران جڏهن اُنهن جي هڪ عورت ڪي لنڊن ۾ مارڪ اينڊ اسپنسر اسٽور مان چوريءَ جي سلسلي ۾ جهليو ويو هو، ته ڀُٽي صاحب عورت جي اُن چوريءَ تي ڪجهه چيو هو، پر آئون اُن ڳالهه تي وڌيڪ نه لکندس.

**سنڌوديش**

آگسٽ يا سيپٽمبر 1978ع ۾ راولپنڊي جيل سپرنٽينڊنٽ چوڌري يارمحمد هڪ ڏينهن مونکي چيو: ڀُٽي صاحب سنڌوديش جي ڳالهه پئي ڪئي. انهيءَ ڳالهه تي مون پروسو نه ڪيو. پر ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ جڏهن ڀُٽي صاحب هڪڙي ڏينهن مونکي چيو: ڪرنل رفيع، توهان ماڻهو پنجاب ۾ رهو، اسان پنهنجي لاءِ سنڌوديش ٺاهينداسين. اها ڳالهه ٻُڌي مونکي ايترو عجب ۽ ڏُک ٿيو، جو آئون اُن جو اُپٽار نٿو ڪري سگهان. ڀُٽي صاحب سان هڪ ٻن ڏينهن ڪان پوءِ ٻيهر ملڻ تائين آئون اُن مامري تي سوچيندو رهيس. اوپر پاڪستان جو الميو اسان تي گُذري چُڪو هو،

تنهنڪري اُن قسم جي سانحي کي اسان سَهي نه سگهون ها. پر اج پُٽي صاحب جهڙي شخص اُن قسم جي ڳالهه پئي ڪئي. پُٽي صاحب سان ملڻ تي جڏهن مون هُن جي ويچارن تي اچرج ڪيو ۽ ڪيس ڌوراپو ڏنو، ته هُو چوڻ لڳو: آئون پنهنجي پاڻُ کي پاڪستان لاءِ اتحاد ۽ يقين جو نشان يعني علامت سمجهندو رهيو آهيان، ۽ خاص ڪري سنڌين لاءِ. جيڪڏهن مونکي اُن ڪُوڙي ۽ جُڙتو مقدمي ۾ نقصان پهچايو ويو، ته پاڪستان ۾ عام طور ۽ سنڌ ۾ خاص ڪري ايتري گڙٻڙ (نفرت) ٿيندي، جو مارشل لا ته ٺهيو، پر ڪابه حڪومت عوام کي ضابطي ۾ رکي نه سگهندي، ۽ نيٺ پاڪستان کي نه اَسهپ نقصان پوڳٽو پوندو.

**جنرل شاهه رفيع عالم طرفان اوچتو عهدو ڇڏڻ**

ميجر جنرل شاه رفيع عالم راولپنڊيءَ ۾ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جا فرضَ پئي نڀايا. 10 ڪور هيڊڪوارٽر وارن اوائل ۾ سيڪيورٽي وارڊ جو منصوبو جوڙيو هو، جنهن منصوبي کي پوءِ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر پُورو ڪيو ۽ 24 مارچ 1979ع تائين اُن جو ذميدار رهيو. ميجر جنرل شاه رفيع عالم بهادر ۽ قابل جرنيل هو. 1967-68ع ۾ جڏهن مون اسپيشل سروس گروپ جي پيراشوٽ اسڪول جي ڪَمان پئي ڪئي، تڏهن ميجر شاه رفيع عالم به پيراشُوٽ سِکيا لاءِ آيو هو. اُن زماني کان منهنجا هُن سان

سُئا لاڳاپا رهيا آهن، ۽ هُو منهنجي گهڻي عزت ڪندو رهيو آهي. اسان جي عهدن ۾ فرق هوندي به اسان هڪ ٻئي سان کُلي ملندا هئاسين. هُو ڪلي دل توڙي دماغ جو ماڻهو آهي، جيئن ته هُو انگريزيءَ ماحول ۾ پليو نپنيو هو، تنهنڪري هُن جو سپاءُ ۽ ورتاءُ به اُن انداز جو رهيو آهي، پر هُو ڏاڍو قدردانُ ۽ سُٺو ماڻهو آهي. ڀُٽي صاحب هڪ ڀيرا جنرل شاهه رفيع عالم جي ڪُٽنب بابت مون سان ڳالهايو هو، پر مون اُن ڳالهه تي ڪو خاص ڌيان نه ڏنو هو.
مارچ 1979ع ۾ بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ جنرل شاهه رفيع عالم جي ڪنهن جاءِ تي ملاقات ٿي. انهن وچ ۾ ڪهڙي ڳالهه ٻولهه ٿي، تنهن جو مونکي پتو نه آهي، پر جنرل شاهه رفيع عالم صاحب اُن ملاقات جو ذڪر جنرل ضياءَالحق سان نه ڪيو. شايد جنرل رفيع عالم، ڀُٽي گهراڻي جي اُميدن تي پُورو نه لٿو. شاهه رفيع عالم ۽ بيگم نُصرت ڀُٽي جي ملاقات جي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ آئون 22 مارچ 1979ع تي صبح جو ڏهين لڳي ڏاري سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويس. آئون جيئن ئي ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ گهڙيس، ته هُن وڏي واڪي چيو: ڪرنل، وڃي جنرل ضياءَالحق کي ٻُڌاءِ، ته هُن کي پرڏيهي ملڪن جي صحافين کي اُن قسم جا بيانَ ڏيڻ نٿا سونهين، جهڙا هُو هينئر ڏئي پيو. (شايد برٽش براڊڪاسٽنگ ڪارپوريشن جي ٽيم کي جنرل ضياءَالحق

صاحب بيان ڏنو هو، ته سُپريم ڪورٽ جي فيصلي پٺاندر پُٺي صاحب کي سزا ڏني ويندي ۽ هُو ملڪ جي اڳواڻ طور اُن ۾ ڪا گهٽتائي نه ڪندو.) ڪجھ ڳالهيون ڳُجهيون به رکيون وڃن ٿيون. پوءِ چوڻ لڳو: ڇا مون اڳئين ڏينهن جنرل شاھ رفيع عالم جي ملاقات، جيڪا هُن منهنجي زال سان ڪئي هئي، تي ڪو گوڙ ڪيو هو؟ جنرل شاھ رفيع عالم پنهنجي مرضيءَ سان منهنجي گهرواريءَ کي ڪار ۾ وٺي ويو. ڪجھ ڳالهيون خاموشيءَ سان ڳُجهيون رکيون وڃن ٿيون. آئون ماٺ ئي رهيس ۽ ’جي سائين‘ چئي سيڪيورٽي وارڊ کان ٻاهر نڪري آيس. مونکي پتو پيو، ته شاھ رفيع عالم صاحب، پُٺي گهراڻي سان ڪو اندروني رابطو جوڙيو هو، جنهن کي هُن حڪومت کان لڪايو هو. آئون سيڪيورٽي وارڊ مان نڪري سِڌو ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ ويس ۽ جنرل شاھ رفيع عالم صاحب کي اُهو مامرو ٻُڌايم، ۽ چيم: اِهو ممڪن آهي، ته هُن پنهنجي ملاقاتن جو ذڪر چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر سان نه ڪيو هُجي، پر هاڻي اها ڳالھ اُن تائين پهچي وئي هوندي. جنرل شاھ رفيع عالم گهڻو گهبراهٽ ۾ ورتل ڏسڻ ۾ آيو پئي. هُو پنهنجيءَ آفيس ۾ چُلھ سامهون بيٺل هو. مون هُن کي چيو: توهان کي اهڙي قسم جي ملاقات کان پرهيز ڪرڻ گهُرجي ها. بهرحال تِير ڪمان مان نڪري چُڪو

هو. ٻئي ڏينهن مونکي ڪور هيڊڪوارٽر گهُرايو ويو. مون سان ڪور ڪمانڊر صاحب سُٺي طريقي سان ملندو هو، پر اُن ڏينهن هُو وڌيڪ مهربان ڏسڻ ۾ پئي آيو. هُن پُڇيو: جيل جون حالتون ڪيئن آهن؟ مون ٻُڌايو: سڀ ٺيڪ آهي. پوءِ هُن جنرل شاهه رفيع عالم صاحب بابت پُڇيو: هُن جو ورتاءُ توسان ڪيئن آهي. مون ڪيس ٻُڌايو: هُو ڏاڍو سخت آهي ۽ هُن مونکي ڏاڍو سوڙهو گهُٽيو آهي. پوءِ هُن پُڇيو: هُن جو رَويو وڏي قيديءَ سان ڪيئن آهي. مون هُن کي ٻُڌايو: جنرل شاهه رفيع عالم وڏي قيديءَ لاءِ سدائين سخت لفظ واپرائي ٿو، ۽ مونکي سدائين گهڻو هوشيار رهڻ جي تلقين به ڪندو رهي ٿو. ڪور ڪمانڊر مونکي نصيحت ڪئي، ته منهنجي سمورن جوانن ۽ آفيسرن کي وڌيڪ هوشيار رهڻ کپي، ۽ مونکي به هروقت پنهنجي پنجن حواسن کي سُجاڳ رکڻ جي گهُرج آهي. ڪور هيڊڪوارٽر کان موٽڻ تي مونکي پورو پتو پئجي ويو، ته ڇا ٿيڻ وارو آهي. ۽ اهو ئي ٿيو.

ٻئي ڏينهن يعني 24 مارچ 1979ع تي پتو پيو، ته جنرل شاهه رفيع عالم صاحب کي ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي عهدي تان هٽايو ويو آهي، ۽ هُو بدلي ٿي سيالڪوٽ پيو وڃي ۽ جنرل صغير حُسين سيد، ڊپٽي مارشل لا

ايڊمنسٽريٽر جا فرضَ سنڀالي ورتا آهن. ائين هڪ سُٺي ۽ قابل جرنيل جي ڪيريئر جي پُڄاڻي ٿي.

مونکي ڪجهه ورهين کان پوءِ پنهنجي ڪُجهن فرضن دؤران پتو پيو، ته اسان کي عرب ناروارن ملڪن مان تڏهن هڪ رپورٽ ملي هئي، جنهن ذريعي اسان کي ٻن جرنيلن بابت چتاءُ ڏنو ويو هو، ته انهن جا ناتا پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان آهن ۽ اسان جي ڪجهين ايجنسين به مارشل لا اختياريءَ وارن کي اُن لاڳاپي جي ڄاڻ ڏني هئي. بهرحال ڀُٽي صاحب پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ مون سان وڏي واڪي ڳالهائي، جنرل شاهه رفيع عالم صاحب کي پنهنجي عهدي تان هٽرائي ڇڏيو.

**پاڪستان – چين دوستي**

هڪڙي ڏينهن پاڪستان ۽ چين دوستيءَ تي ڳالهه ڇڙي، ته ڀُٽي صاحب چيو: چين ئي هڪڙو اهڙو مُلڪ آهي، جنهن اسان جي هر ڏُکويل گهڙيءَ ۾ مدد ڪئي ۽ پنهنجي پاڻُ کي اسان جو سچو دوست ثابت ڪيو آهي، جيتوڻيڪ ٻنهي ملڪن ۾ مختلف نظام رواج ۾ آهن. اسان جا اَٽيڙ هيل مولوي اَٽڃاٽائيءَ ۽ تنگ نظريءَ سبب اسلام کي انتهائي بنياد پرستيءَ ڏانهن وٺي ويا آهن، ۽ قراقرم پار سامياواد به ساڳين حالتن ۾ ڦاٿل رهيو آهي. پر ٻنهي ملڪن جي اڳواڻن جاگرافي- سياسي حالتن کي صحيح سمجهيو آهي ۽ اسان

جي دوستيءَ جو بنياد صحيح بنيادن تي بيٺل آهي. مونکي فخر آهي، ته مون اُن لازوال دوستيءَ جو بنياد وڌو. جيتوڻيڪ اوائلي ڏينهن ۾ منهنجي آقا کي چين جي حڪومت تي گهڻا شڪ ۽ اُلڪا هئا. بهرحال، وقت اِهو ثابت ڪيو آهي، ته چين کان وڌيڪ ڪوبه ملڪ به اسان جو سچو، نجو ۽ پروسي وارو دوست نه آهي. اسان کي اُن دوستيءَ کي قائم ۽ دائم رکڻ گهُرجي. اُن موقعي تي چين، روس ۽ آمريڪا تي ڳالهائيندي هُن چيو: اسان کي چين کي ڪنهن سُپر پاور سان مقابلي طور پرکڻ نه گهُرجي. جيئن ته روس به اسان جي علائقي ۾ طاقتور ملڪ آهي، تنهنڪري اُن سان به اسان جا سُٺا لاڳاپا رهڻ کپن، ۽ ڪنهن ٻئي ملڪ خاطر اسان کي ان مُلڪ سان ڦِٽائڻ ۽ ڪيس ڪاوڙائڻ نه گهُرجي. جيستائين آمريڪا جو ناتو آهي، ته اُن تي پروسو غلطي ٿيندي، چوته آمريڪي ڏاڍا لالچي ۽ لوڀي آهن ۽ اُهي يهودين جي اثر ۾ آهن، جيڪي رڳو پاڪستان جا ئي نه، پر سڄي اسلامي دُنيا جا به دُشمن آهن.

**محترم غلام علي ميمڻ جي اوچتو وفات**

پڇاڙڪن ڏينهن ۾ جڏهن هڪڙي ڏينهن آئون سيڪيورٽي وارڊ ۾ پُٽي صاحب کي ڏسڻ ويس، ته هُن کي عام حالت کان وڌيڪ ماٺ ۽ پريشان ڏٺم. منهنجي پُڇڻ تي هُن مونکي ٻُڌايو: محترم غلام علي ميمڻ جي اوچتي موت هُن تي گهڻو

ڏُک پهتو آهي. غلام علي ميمڻ ڏاڍو قابل ۽ ماهر قانوندان هو، جيڪو هُن جي مقدمي کي ڏاڍيءَ محنت ۽ سچائيءَ سان وڙهيو هو ۽ شايد هُن جي اوچتي موت جو هڪڙو سبب سندس اُهو مقدمو ئي هُجي.

## ڪجهه نه لکڻ جهڙيون ڳالهيون

آئون سدائين پُٽي صاحب سان ٿينڊڙ ڪچهريءَ ۾ ساوڌان رهيس. اوائل ۾ هُن به اهڙو ئي ورتاءُ ڪيو، پر جيئن اسان جي گهرائپ وڌي، ته مونکي ڪڏهن ڪڏهن هُن جون ڪجهه ڳالهيون، خاص ڪري هُن جا شهوتي تجربا بُڌي گهڻو اچرج ٿيو. اهڙيون ڳالهيون بُڌي مون پاڻئيو، ته هُو مونکي فوجي سمجهي، خاص ماحول ۾ رَچائڻ ۽ سَمائڻ گهُري ٿو، ته جيئن آئون ساڻس بلڪل گهاٽو ٿي وڃان، تنهنڪري ويتر آئون ٿورڙو وڌيڪ ساوڌان ٿي ويس، جنهن کي هُن به سمجهيو ۽ هڪ به پيرا ڪجهه ويچار به پڌرا ڪيائين. بهرحال گهڻن ڏينهن کان پوءِ مون چاتو، ته ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ پيل هِن جهڙي سُجاڳ انسان کان به اهڙي ڳالهه بُڌي سگهجي ٿي. پُٽي صاحب سان سندس زندگيءَ جي بدترين ڏينهن ۾ گڏ رهندي مون اُهو نتيجو ضرور ڪڍيو، ته هُن جي آزاد خياليءَ (ڇُڙواڳي) تي گهڻو ڪجهه لکي سگهجي ٿو، پر اُن مامري تي آئون ڪجهه نه لکڻ ئي مناسب سمجهندس. اُنهن ڏينهن ۾ پُٽي صاحب ڪجهه

ڳنڀير ڳالهيون به ڪيون، پر قومي ۽ مُلڪي مفادن کي سامهون رکندي آئون هينئر انهن بابت به لکڻ پسند نٿو ڪريان.

# سُپريم ڪورٽ ۾ اپيل

نواب محمد احمد خان جي قتل جي ڏوهه ۾ لاهور هاءِ ڪورٽ 18 مارچ 1978ع تي محترم ذوالفقار علي ڀُٽي کي موت جي سزا ٻُڌائي هئي. اُن فيصلي خلاف جڏهن سُپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪئي وئي، ته انتظاميا فيصلو ڪيو، ته ٻُڌڻيءَ دؤران ڀُٽي صاحب کي جيل ڪوٽ لکپت لاهور کان سينٽرل جيل راولپنڊي منتقل ڪيو وڃي، ته جيئن سُپريم ڪورٽ ۾ هُن جي پيشيءَ جو عمل حڪومت لاءِ ڪنهن قدر سولو بڻجي. سُپريم ڪورٽ ۾ ڀُٽي صاحب کي آڻڻ ۽ وٺي وڃڻ وڏو مسئلو بڻجي ويو هو. اُن تي انتظاميا چڱو سوچ ويچاريو، ڇوته عوامي رنڊڪُ سان اَمن جو مسئلو جنم وٺي سگهيو پئي. تنهنڪري اهو فيصلو ڪيو ويو، ته ڀُٽي صاحب کي قيدين جي وڏي گاڏيءَ ۾ پوليس جي گهڻن گاردن سان جيل کان سُپريم ڪورٽ وٺي وڃبو. اُن گاڏيءَ جي اڳيان ۽ پويان به ننڍيون گاڏيون هونديون. انهن گاڏين لاءِ هيٺيان رستا مقرر ڪيا ويا، جن طرف هر

پاسي کان ايندڙ رستي تي پوليس ۽ ٻين ايجنسين جا وڏا ڏَنب ۽ اٿالا ٻيهاريا ويا.

**سِڌو رستو**

سينٽرل جيل راولپنڊي (پراڻي ڊاڻل جيل) کان گرينڊ ٽرنڪ روڊ يعني مال روڊ ذريعي سُپريم ڪورٽ ويندڙ رستو، جيئن ته سڀ کان ننڍو ۽ ڪنهن رُڪاوٽ بغير هو، تنهنڪري اُن کي پهريون رستو چونڊيو ويو. گڏوگڏ اُهو رستو جيئن ته ڇانوڻيءَ جي علائقي ۾ واقع هو، تنهنڪري اُن تي عوام جو ميڙاڪو گڏجڻ ممڪن نه هو.

**2. جيل کان لالڪڙتيءَ وارو رستو**

اُن رستي تي جيتوڻيڪ ڪجھ موڙ آهن، پر پوءِ به ڇانوڻيءَ مان لنگھڻ سبب گھڻو محفوظ هو. اُهو رستو جيل دروازي کان چيف آف آرمي اسٽاف هائوس (آرمي هائوس) پوءِ سي. او. ڊي جي مرڪزي دروازي سامهون لالڪڙتي ۽ جنرل هيڊڪوارٽر جي سامهون ٿيندو مليٽري اسپتال کان سُپريم ڪورٽ تائين ڦهليل آهي. ڀُٽي صاحب کي ٻه پيرا سُپريم ڪورٽ آندو ويو، ۽ هر پيري وڃڻ لاءِ اُهو ئي رستو واپرايو ويو، جڏهن هر پيري واپسيءَ تي پهريون رستو يعني مال روڊ جو رستو واپرايو ويو.

**ٽيون رستو**

اُهو رستو گهڻو ڊگهو هو، پر ٻين ٻنهي رستن جي غيرمحفوظ هئڻ سبب اُن کي واپرائڻو هو. جيل کان ايئرپورٽ چڪلالا، فيض آباد، پيرڏهائي، پشاور روڊ کان سُپريم ڪورٽ جي رستي تي ليول ڪراسنگ تان لنگهڻ لاءِ خاص انتظام ڪيو ويو هو.

سُپريم ڪورٽ ۾ ٻُڌڻيءَ جي حاضريءَ دؤران پوليس جا ڪافي اڻالا ٽنهي رستن جي سارسنڀال لاءِ مقرر ڪيا ويا هئا. ڪنهن جاءِ تي به ميڙاڪي جي ڄاڻُ نه ملي، پر رُڳو سُپريم ڪورٽ ۾ وڪيلن، پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جا ڪجھ ماڻهو ۽ اخباري نمائندا آيا هئا. پهرين ڏينهن جڏهن ڀُٽي صاحب کي جيل مان وٺي وڃڻ لاءِ قيدين جي وڏي گاڏيءَ ۾ ويهاريو ويو، ته هُن ڪجھ ڪاوڙ ڏيکاري، پر ٻئي ڏينهن خاموشيءَ سان اُن گاڏيءَ ۾ سُوار ٿيو هو.

سُپريم ڪورٽ ۾ ڀُٽي صاحب ڏاڍي سُٺي تقرير ڪري پنهنجا دليلَ ڏنا، پر اُنهن تي آئون پنهنجو ڪو ويچار پڌرو نه ڪندس، ۽ نه ئي پنجاب هاءِ ڪورٽ ۾ هُن جي مقدمي تي ڪجھ لکندس، ڇوته اُهي مقدما کُلي عام هليا ۽ انهن تي پريس به گهڻو ڪجھ لکيو هو. ساڳئي طرح ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جو فيصلو جيئن ته مُلڪ جي ٻن مشهور عدالتن ڪيو هو، جيڪو پريس ۾ پوريءَ طرح ڇپيو به هو، تنهنڪري آئون اُن تي پنهنجو ڪو رايو نٿو ڏيئي سگهان.

البت سُپريم ڪورٽ ۾ اپيل جي ٻُڌڻي دؤران انتظاميا جيڪو ڪجھ ڪيو يا مونکي جيڪي حُڪم ڏنا ويا، تنهن بابت آئون لکان پيو.
سُپريم ڪورٽ جو ڀُٽي صاحب جي اپيل تي فيصلو 6 فيبروري 1979ع تي اچڻ جي اُميد هئي، تنهنڪري 5 فيبروريءَ تي مونکي چيو ويو، ته آئون صبح اٺين لڳي پنجيتاليهن منٽن تي ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ اچان. رٿيل وقت تي جڏهن آئون جنرل شاهه رفيع عالم (ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر) جي آفيس ۾ پهتس، ته هُو اندر موجود نه هو، تنهنڪري آئون هُن جي اي ڊي سيءَ سان آڏرپاءُ واري ڪمري ۾ ويهي رهيس. ڪجھ گهڙين کان پوءِ جنرل صاحب ايندي ڏسڻ ۾ آيو، پر هُو ٿورڙو ڳڻتيءَ ۾ هو. هُو اچا اندر گهڙيو ئي پئي، ته وري ڪجھ ساري، موٽ کائي پنهنجي رهائش گاهه ڏانهن روانو ٿي ويو. ڪجھ قدم وڃڻ کان پوءِ هُن مُڙي مونکي گهُرايو. جيئن آئون هُن وٽ پهتس ته هُن چيو: رفيع، هڪڙو حرامي، جيڪو سپاهيءَ جي ورديءَ ۾ (لانس نائيڪ) هو، سُپريم ڪورٽ ۾ داخل ٿيو، ۽ وڏي سڏ چيائين، ته جيڪڏهن ڀُٽي صاحب کي ڪجھ ٿيو، ته هُو سمورن ججن ۽ جرنيلن کي ختم ڪندو. هُن حُڪم ڏنو: آئون هڪدم سُپريم ڪورٽ وڃي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر يا ايس ايس پي سان ملان ۽

ڪيس چوان، ته پُٽڪن ۾ هُو ماڻهن کي عدالت ۾ اِهو ٻُڌائي، ته پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو هڪڙو ماڻهو فوجي جوان جي وردي پائي اندر آيو هو، جنهن اِها حرڪت ڪئي آهي. مون جنرل شاھ رفيع عالم کي سلام ڪيو ۽ هڪدم ٻاهر بيٺل جيپ ڏانهن وڌيس ۽ اُها پاڻ هلائي سُپريم ڪورٽ ڏانهن روانو ٿيس. ڏاڍي تيزيءَ سان جيپ ڊوڙائيندو، ٽريفڪ سگنل جي پرواھ بغير ڪجھ ئي منٽن ۾ سُپريم ڪورٽ آڏو وڃي پهتس، جتي ڪافي صحافي، خاص ڪري پرڏيهي ملڪن جا نمائندا بيٺل هئا. مون جيپ کي رستي جي هڪڙي پاسي روڪيو ۽ ڊرائيور کي چيم، ته هُو اُن کي پارڪ ۾ بيهاري ۽ آئون سِڌو عدالت جي احاطي ۾ هليو ويس. جيئن ته آئونورديءَ ۾ هوس ۽ ٻه ڏينهن اڳ سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ ايس ايس پيءَ سان سُپريم ڪورٽ ۾ ڀُٽي صاحب جي پيشيءَ جي سلسلي ۾ حفاظتي انتظام ڏسڻ ويو هوس، تنهنڪري دروازي تي سپاهين منهنجي لاءِ روڪ ٽوڪ بنا دروازو کولي ڇڏيو ۽ مونکي اندر وڃڻ ڏنو. مون ڊيوٽيءَ تي بيٺل پوليس انسپيڪٽر کي چيو، ته اندران ايس ايس پي محترم برڪي يا اي ايس پي اسلام آباد محترم آصف کي ٻاهر گهُراءِ. ڪجھ گهڙين ۾ محترم آصف ٻاهر آيو. هُن کي مون جنرل شاھ رفيع عالم جي خواهش ٻُڌائي، جنهن مونکي پروسو ڏياريو، ته هر

ممڪن طريقي سان اندر ماڻهن کي اُها تنهنجي ٻُڌايل ڳالھ ئي ٻُڌائي ويندي.
آئون واپس ٻاهر ٻيٺل جيپ کي هلائي ساڳيءَ رفتار ۽ تيزيءَ سان ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ پهتس ۽ ڪيس ٻُڌايم، ته مون سندس حُڪم پهچائي ڇڏيو آهي. مونکي شايد وڌ ۾ وڌ ڏهه منٽ لڳا هوندا، تنهنڪري جنرل صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مونکي شاباش ڏني. آئون هُن سان گڏ سندس آفيس ۾ ئي ويهي رهيس ۽ چاءِ ۽ ڪچهري هلي پئي، ته جنرل صاحب جو ٽيليفون وڃڻ لڳو. هُن کي ٻُڌايو ويو، ته سُپريم ڪورٽ، محترم ڀُٽي جي اپيل نامنظور ڪئي آهي ۽ ڀُٽي صاحب سان گڏ ٻين قيدين جون اپيلون به اتفاق راءِ سان نامنظور ڪيون ويون آهن. آئون اُن ٽيليفون جي ڳالھ مان اِهو سمجهيس، ته شايد ڀُٽو صاحب جي اپيل به سُپريم ڪورٽ اتفاق راءِ سان نامنظور ڪئي آهي. جنرل صاحب ٽيليفون بند ڪري مونکي ٻُڌايو، ته اپيل نامنظور ٿي چُڪي آهي، ۽ مونکي گُذريل ڏينهن ٻُڌايل حُڪمن تي هڪدم عمل ڪرڻ گهُرجي.
آئون اُتان جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ ويس، جتي هُو منهنجي اوسيئڙي ۾ ويٺو هو. هُن وڃڻ سان ئي مونکان پُڇيو: ڇا خبر آهي؟ مون هُن کي ٻُڌايو، ته سُپريم ڪورٽ، ڀُٽي صاحب ۽ ٻين قيدين جي اپيل نامنظور ڪئي آهي. جيل

اختيارين جيئن اُها خبر ٻُڌي، ته منجهن زندگي موٽي آئي، ڇوته جيڪڏهن ڀُٽي صاحب جي اپيل منظور ٿي وڃي ها، ته شايد کين ڏُکيا ڏينهن ڏسڻا پون ها. يارمحمد صاحب چاءِ لاءِ چيو، ۽ اسان ايندڙ ڏينهن بابت سوچڻ لڳاسين. اٽڪل يارهين وڳي ڌاري يارمحمد صاحب مونکي چيو، ته ڇونه وڃي ڀُٽي صاحب کي ڄاڻ ڏني وڃي. اسان ٻئي ڄڻا سيڪيورٽي وارڊ ۾ وياسين، جتي ڀُٽو صاحب اسان کي ڪنهن خاص سوچ ۾ ويٺل ڏسڻ ۾ آيو. يارمحمد صاحب ڏُک ڏيکاريندي هُن کي ٻُڌايو، ته سُپريم ڪورٽ سندس اپيل نامنظور ڪئي آهي. ڀُٽي صاحب هُن جي اُها ڳالهه ٻُڌي ڪو خاص ردعمل نه ڏيکاريو، بلڪ چوڻ لڳو: ها، اِهو مونکي به اندازو ٿي چُڪو هو، ته اپيل نامنظور ٿي چُڪي آهي، نه ته ڪو پڇندو ضرور اچي ها، ۽ مونکي ساڍي نَائين ۽ ڏهين وڳي وچ ۾ اها ڳالهه ٻُڌائي ها.

البت جڏهن يارمحمد صاحب، ڀُٽي صاحب کي اپيل جي رد ٿيڻ جي خبر ڏني، ته هُن جي چهري تي مون هڪ خاص اندروني پيڙا ڏٺي. هُن وري هڪدم پُڇيو: ڇا اُهو عدالت جو متفق فيصلو هو؟ جيئن ته مون جنرل شاهه رفيع عالم صاحب جي آفيس ۾ ٽيليفون تي ٿيل ڳالهه ٻولهه مان اهو ئي اندازو لڳايو هو، ته اُهو سُپريم ڪورٽ جو متفق فيصلو هو. (اصل ۾ ٻين قيدين بابت ڪورٽ جو متفق فيصلو ٿيو

هو، ۽ پُٽي صاحب بابت ٿي/ چار جو فيصلو ٿيو هو) ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾، مون کين ائين ئي ٻُڌايو هو، تنهنڪري انهن پُٽو صاحب کي به ايئن ٻُڌايو، ته اُهو جج صاحبن جو متفق فيصلو هو. جنهن تي هُن ٿوررو اچرج پڌرو ڪيو، پر ماٺ ۾ رهيو. پوءِ هُن مونکي ڏسندي چيو: ٻاهر ڏاڍي سُٺي موسم آهي، تنهنڪري ٻاهر اڱڻ ۾ چو نه ويهجي. ٻاهر ڪُرسيون لڳايون ويون ۽ اسان ٽئي ڄڻا اُس ۾ ويهي رهياسين. پُٽي صاحب مونکي ڪافي يا چاءِ لاءِ پُڇيو. مون اهو ئي جواب ڏنو، ته سائين جيڪو توهان پيئڻ چاهيو. هُن مُشقتي عبدالرحمان کي چيو، ته ڪافي ڪٽي اچ. اسان ٽئي ڄڻا خاموشيءَ سان ويهي رهياسين، چوته حالت ئي ڪجھ اهڙي هئي، پر پُٽي صاحب پنهنجي پاڻُ تي ڪمال جو ضابطو ڏيکاريو ۽ ايئن ڏيکاءُ ڏنائين، ڄڻ اُن خراب خبر جو مٽس ڪو اثر ئي نه ٿيو هُجي ۽ بلڪل مؤج واري انداز ۾ پنهنجو ڏيکاءُ ڏنائين، ڄڻ ته هُن کي ترِ جيتري به ڪا پرواهہ نه هُجي. انهيءَ ڳالھ کان آئون ڏاڍو متاثر ٿيس. بلڪ پُٽو صاحب ويتر وڌيڪ پوڳائي انداز ۾ ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو ۽ جڏهن يارمحمد سندس پوڳائپ کي واکاڻيو، ته چوڻ لڳو: يارمحمد اسان هن وات کي وڏن طريقن سان واپرايو آهي. هُو ڪجھ وڌيڪ هلڪي سانت ۾ ڏسڻ ۾ آيو. آئون اهڙي سپاءَ سبب اُن سوچ ۾ هوس، ته ڄڻ هُن کي سُپريم

ڪورٽ طرفان ٿيل اپيل جي منظوريءَ جي خبر ڏني وئي هُجي. ڪچهريءَ ۾ هُن چوڌري يارمحمد کي چيو: هُو هُن کي ڪڏهن ٿو ڦاهي ڏيئي. ۽ پوءِ چوڻ لڳو: اسان ته الله تعاليٰ وٽ وڃون پيا. اسان دنيا ۾ گهڻو عيش ڪيو آهي. هاڻي ڪابه پرواهه نه آهي. اسان جيڪو به گهُريو، تنهن کي ماڻيوسين. پر هُن اُهي سڀ ڳالهيون ٺوڪ طور پئي چيون. بهرحال تنهن وقت پُٽي جي رَويي مونکي ڏاڍو متاثر ڪيو. پوءِ چوڻ لڳو: پائي، هاڻي منهنجا ڪجھ ڏينهن رهجي ويا آهن، تنهنڪري مونکي آرام سان رهڻ ڏنو وڃي، ۽ هروپرو ايئن نه چيو وڃي، ته هي ڪريو ۽ اُهو نه ڪريو، چوته اُن سان منهنجي بيعزتي ٿئي ٿي. پوءِ ويجهو اچي منهنجي ڪَن ۾ پُڻڪندي چيائين: مهرباني ڪري هر تبديليءَ بابت ڪيس بُڌايو وڃي، خاص ڪري جڏهن هُن کي ڪنهن ٻي جاءِ ڏانهن منتقل ڪيو وڃي. مون واعدي طور پنهنجو ڪنڌُ لوڏيو.

اٽڪل پوڻين ٻارهين وڳي اڱڻ جي هڪ ڪُنڊ جي تنبوءَ ۾ لڳل ٽيليفون وڄڻ لڳو. جيل سپرنٽينڊنٽ وڃي اُهو کنيو. موٽي هُن مونکي چيو: ڊيوٽي آفيسر چوي ٿو، ته بيگم نُصرت ڀُٽو جيل جي دروازي تي بيٺل آهي، ڇا هُن کي اندر اچڻ جي اجازت ڏيون؟ آئون پريشان ٿي ويس، چوته پراڻي پروگرام موجب بيگم نصرت ڀُٽو کي 6 فيبروريءَ تي جيل

۾ ڀُٽي صاحب سان ملڻ لاءِ اچڻو هو. پر 5 فيبروريءَ تي مونکي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر حُڪم ڏنو هو، ته بيگم ڀُٽي کي 5 ۽ 6 فيبروريءَ جي رات جو نظربند ڪيو ويندو، تنهنڪري هُن کي پراچا هائوس اسلام ڪان ٻاهر اچڻ نه ڏنو ويندو ۽ هُن جي 6 فيبروريءَ تي ڀُٽي صاحب سان ملاقات نه ڪرائي ويندي. آئون ٻُڌتر ۾ هئس، پر جيئن مون ڀُٽي صاحب ڏانهن نهاريو، ته هُن جي اکين ۾ هڪ خاص ڪيفيت ڏٺي، جيئن ته اُن ڏينهن هُن جي اپيل نامنظور ٿي چُڪي هئي، ۽ حالتن عجيب پلٽو پئي کاڌو، تنهنڪري مون چوڌري يارمحمد کي چيو، ته هُن کي اندر اچڻ ڏيو. ڪجھ گهڙين ۾ بيگم نُصرت ڀُٽو سڄيءَ دُنيا کي گاريون ڏيندي نروار ٿي. مون اُٺي هُن کي سلام ڪيو ۽ کيس پنهنجي ڪُرسيءَ تي ويهڻ لاءِ چيم. جڏهن ته هڪدم مُشڪل سان ٻي ڪُرسي به ڪڍي آيو. محترم ڀُٽي صاحب هُن کي صبر جي تلقين ڪئي، پر هوءَ گهڻي ڪاوڙ ۾ هئي.

نُصرت ڀُٽو، ڀُٽي صاحب کي اپيل جي نامنظوريءَ جي خبر ٻُڌائي ۽ ڀُٽي صاحب کي ٻُڌايائين، ته فلاڻي فلاڻي جج (اَڻوٽندڙ لفظ واپرائيندي) هُن خلاف فيصلو ڏنو. ڪجھ گهڙيون ئي مس گُذريون هيون، ته تنبوءَ ۾ رکيل ٽيليفون وري وڄڻ لڳو. چوڌري يارمحمد اُٺي ٽيليفون ٻُڌو ۽ اچي مونکي ٻُڌايائين، ته آئون سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر

صاحب سان ڳالهايان. مون بريگيڊيئر خواجا راحت لطيف صاحب کي پَڏر جي مٿئين چوڪيءَ مان ٽيليفون ڪندي ڏسي ورتو هو ۽ جيئن ته هوائي فاصلو پنجن گُزن کان به گهٽ هو، تنهنڪري هُن جو وڏو آواز به ڪنهن قدر ٻُڌڻ ۾ پئي آيو. هُو ڏاڍو ڪاوڙيل هو ۽ مونکي چوڻ لڳو: تون منهنجي حُڪم جي پيچڪڙي ڪئي آهي ۽ پڏرن حُڪمن هوندي به بيگم نصرت ڀُٽي کي جيل ۾ چو اچڻ ڏنو آهي. مون هُن کي ٻُڌايو: جيل جي دروازي ۽ عام رستي تي تماشو بنائڻ بجاءِ مون بيگم نصرت ڀُٽي کي اندر اچڻ جي اجازت ڏني آهي. هُن مونکي حُڪم ڏنو: هڪدم بيگم نصرت ڀُٽي کي ٻاهر ڪڍيو وڃي. آئون جي سائين چئي موٽي آيس ۽ خاموشيءَ سان محترم ڀُٽي، بيگم ڀُٽي ۽ يارمحمد سان گڏجي ويهي رهيس. جيئن ته ڀُٽي صاحب اسان جي وچ ۾ ٿيل سڀي ڳالهه ٻُڌي ورتي هئي، تنهنڪري هُن مون سان افسوس ڪيو، ته هُن مونکي اَڻوڻندڙ حالت ۾ ڦاسايو آهي. موٽ ۾ مون هُن کي چيو، ته ڪا ڳالهه نه آهي ۽ بيگم نُصرت ڀُٽي کي چيم، ته هوءَ موٽي وڃي. پر بيگم نصرت ڀُٽي جواب ڏنو، ته هوءَ ايترو تڪڙو موٽي نه ويندي. اٽڪل ٻن ٽن منٽن ۾ مونکي وري ٽيليفيون تي گهُرايو ويو ۽ پُڇيو ويو، ته بيگم نصرت ڀُٽو اڃا تائين ٻاهر چو نه آئي آهي. مون جواب ڏنو، ته هوءَ چاءِ پي ٺُرت ٻاهر اچي پئي. بريگيڊيئر

صاحب ڏاڍي ڪاوڙ ۾ هو ۽ هُن مونکي حُڪم ڏنو، ته بيگم نصرت ڀُٽي کي هڪدم ٻاهر ڪڍيو وڃي ۽ گڏوگڏ اهو به چيائين، ته ليڊي پوليس سيڪيورٽي وارڊ ۾ اندر اچي پئي، جيڪا بيگم نصرت ڀُٽي کي زبردستي ٻانهُن ۽ ٽنگن مان جهلي ٻاهر آڻيندي. مون هُن کي چيو ته بيگم ڀُٽو پاڻُ ٻاهر اچي پئي، تنهنڪري ليڊي پوليس جي گهُرج نه آهي. پوءِ تنبوءَ مان ٻاهر اچي مون هيڊ واردر کي چيو، ته ڪوبه سيڪيورٽي وارڊ وارو لوڙهي ۾ نٿو اچي سگهي ۽ اُن دروازي جو تالو نه کوليو ويندو. اُن دؤران بيگم نصرت ڀُٽو ۽ ڀُٽو صاحب اندر ڪوٺيءَ ۾ هليا ويا. آئون هيڊ واردر کي هدايت ڏئي اڳڻ مان اندر ڪوٺيءَ ۾ ويس. بيگم نصرت ڀُٽو جي هٿ ۾ چاءِ جو پيالو هو، جنهن کي هُن پيتو پئي. ڀُٽي صاحب هُن کي چيو پئي، ته هوءَ موٽي وڃي. مون بيگم نصرت ڀُٽي جي ويجهو ويهندي کيس چيو: الله تعاليٰ وڏو ۽ رحيم ڪريم آهي. توهان رب العزت کان معافي گهُرو ۽ رحم جي دُعا ڪريو. بيگم نُصرت ڀُٽو مچرجي پيئي، ۽ چوڻ لڳي: چا اسان وڏا نه آهيون. مونکي هُن جي جواب تي ڏاڍو اچرج ۽ ڏُک به ٿيو، تنهنڪري مون هُن کي چيو: محترمه توهان پنهنجي پاڻُ کي ايئن مقابلي ۾ نه آڻيو. آئون پانيان ٿو، ته بيگم نصرت ڀُٽو ايتري ڪاوڙ ۽ جوش ۾ هئي، جو اُهي مٿيان لفظ ڀاٽمرادو هُن جي وات مان نڪري ويا

هئا. بهرحال، هُن پهرين آڱر پنهنجي ڪَن پٺي ڏانهن ڪٽندي چيو: الله تعاليٰ اسان کي وڏو دماغ ڏنو آهي. مون هُن کي چيو: محترمه توهان هتان هليو وڃو. هوءَ ويتر مچرجي پيئي. جيئن ته سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر گهڻو ناراض ٿيو پئي، ۽ زناني پوليس اندر موڪلڻ جو چيائين پئي، ۽ هيڏانهن بيگم ڀُٽو به ڪاوڙ ڪان ٻاهر پئي ٿي، تنهنڪري شايد مون وڏي سڏ هُن کي چيو: مهرباني ڪري منهنجي مجبوريءَ کي ڏسو ۽ توهان هڪدم ٻاهر نڪرو. ڀُٽو صاحب به ڏيرج سان هُن کي هر پيري چيو، ته هوءَ موٽي وڃي. تڏهن هُن چيو: آئون وڃان ٿي، پر چاءِ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ. آئون ڪوٺيءَ ۽ پوءِ سيڪيورٽي وارڊ مان ٻاهر آيس، ته ڏٺم ته بريگيڊيئر راحت لطيف صاحب ڪجھ زناني پوليس وارين سميت تار واريءَ لوڙهي جي دروازي تي بيٺل هو. هُن مونکي ڏسڻ سان ئي زور سان سڏيو ۽ دروازي جو تالو کولڻ جو حُڪم ڏنائين. آئون هُن ڏانهن وڌي ويس ۽ کيس چيم، ته بيگم ڀُٽو ٻاهر اچي پئي. هُن پنهنجي ڳاڙهي پَٽيءَ واري ٽوپي مٿي تان لاهي بغل ۾ دٻائي پڇي پَڌر جو رُخ ڪيو ۽ آئون جيئن سيڪيورٽي وارڊ مان اندر وڃڻ تي موٽيس، ته بيگم نصرت ڀُٽو به ٻاهر پئي آئي. پَڌر ۾ بيٺل گاڏيءَ تي زناني پوليس هُن کي گاڏيءَ ۾ وڌو ۽ کيس جيل ڪان ٻاهر وٺي ويا.

پوءِ مون لکين ڪوششون ڪيون ۽ حالتون ٻُڌائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جو پروسو مون تان کڄي چُڪو هو. اُن شام ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر پنهنجي آفيس ۾ مونکي گهُرايو، جتي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر، ڪمشنر راولپنڊي ڊويزن، ڊپٽي ڪمشنر راولپنڊي، ڊي آءِ جي پوليس راولپنڊي رينج، ايس ايس پي راولپنڊي ۽ ايس پي اسلام آباد به ڪانفرنس لاءِ آيل هئا. ڪانفرنس جي شروع ۾ ڊي آءِ جي پوليس سُوال ڪيو، ته بيگم ڀُٽو جيل ۾ ڪيئن وئي. مونکي جواب ڏيڻ لاءِ چوڻ کان اڳ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جنرل شاهه رفيع عالم کين ڪاوڙ ۾ ڏسندي چيو، ته اهو فيصلو حالتن پٽاندر ڪرنل رفيع جو هو، پر ڊي آءِ جي پوليس کان پڇيو وڃي، ته بيگم ڀُٽو پوليس جي ايتري گارڊ نفريءَ هوندي به پراچا هائوس اسلام آباد ۾ نظربنديءَ باوجود اُتان پڇي نڪرڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿي ۽ پوءِ پنڊي ۽ اسلام آباد جي پوليس کي دوکو ڏيندي جيل تائين پهچڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿي. جنرل صاحب پوليس تي چڱا چوهه چنڊيا ۽ انتظاميا کي چتاءُ ڏنو، ته اڳتي کهڙو وقت پيو اچي، ۽ ڪيڏي هوشياريءَ جي گهُرج هوندي. اُن ڪانفرنس کان پوءِ مون کي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر سامهون ٻيهر پنهنجي صفائي ڏيڻي پئي.

جڏهن آئون 8 فيبروري تي ٻيهر سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويس، ته پُٽو صاحب ٺورڙو ماٺ ۾ هو ۽ ڪجھ گهڙين کان پوءِ هُن ميار ڏني، ته مون هُن جي بيگم صاحبه کي رڙ ڪري سڏيو هو، ته هڪدم موٽي وڃي. مون هُن کي سچو قصو ٻُڌايو ۽ اوستائين جيڪو وَهيو واپريو هو، سو مامرو ڪيس ٻُڌايم ۽ مٿس پڌرو ڪيم، ته هُن جي خاص نِهار سان مونکي ڏسڻ سبب مون مٿئين اختيارين جي حُڪم جي پچڪڙي ڪئي ۽ بيگم صاحبه کي اندر اچڻ جي اجازت ڏني، ۽ ٻيو سڀ کان وڏو سبب اِهو هو، جو ٻاهر زناني پوليس بيٺل هئي، ته وري هيڏانهن بيگم صاحبه ٻاهر نه نڪرڻ تي ضد ڪيو ويٺي هئي، ۽ مون اهو ڪنهن به حالت ۾ نه پئي چاهيو، ته بيگم نُصرت پُٽو جي توهان جي اکين آڏو پوليس فورس هٿان کؤنس ٿئي. مون هُن کي چِٽو ٻُڌايو، ته چا منهنجو وڏي سڌ ڳالهائڻ ۾ توهان جي سچٽائپ نه هئي. جنهن تي هُن پنهنجو ڪنڌ ڌوٽيندي منهنجي پُنپرائي ڪئي، ۽ پوءِ منهنجو ٺورو مڃيائين، ته مون هُن سبب ايتري تڪليف کنئي ۽ مونکي جواب ڏيٺو پيو. اُن موقعي تي هُن مون سان شڪايت ڪئي، ته جيل جا ماڻهو هُن سان هاڻي سُٺو ورتاءُ نه پيا ڪن ۽ مونکي چوڻ لڳو، ته اِها هُن جي بيعزتي آهي. مون هُن کي حالتن بابت سمجهائڻ جي

ڪوشش ڪئي، پر تنهن وقت هوا جو رُخ بدلجي چُڪو هو ۽ جيل وارا ڪنهن قسم جي ڳالهه ٻُڌڻ لاءِ بلڪل تيار نه هئا.

**نظرثاني ۽ رحم جي اپيل**

22 مارچ 1979ع تي جڏهن آئون ڀُٽي صاحب سان مليس، ته هُن جيل اختيارين خلاف گهڻيون شڪايتون ڪيون. مون هُن کي ٻُڌايو: آئون هاڻي اُن حيثيت ۾ نه آهيان، جنهن ۾ پهرين هوس ۽ جيل اختيارين تي به ڪافي سختي ڪئي پئي وڃي، ڇوته مٿيون اختياريون هر گهڙيءَ ڳڻتيءَ ۾ هئڻ سبب سيڪيورٽي وارڊ جو خاص خيال رکن پيون ۽ جيل اختيارين کي قانوني طور مجبور پيا ڪن، ته اُهي ڪتابي حُڪمن پٽاندر سختيءَ کان ڪم وٺن. مون ڀُٽو صاحب کي صبر جي هدايت ڪئي. اُنهن ڏينهن ۾ ڀُٽو صاحب پَسار لاءِ ڪوٺيءَ مان ٻاهر گهٽ نڪرندو هو. هُو چوڻ لڳو: هڪ عام وارڊر به مونکي حُڪم ڏئي ٿو، ته وقت ختم ٿي ويو آهي، ۽ اندر ڪوٺيءَ ۾ وڃو. هُو اهڙو ورتاءُ سَهي نٿو سگهي.

اُن ڏينهن ڪچهريءَ ۾ ڀُٽي صاحب مون کان پُڇيو، ته سُپريم ڪورٽ ۾ نظرثاني اپيل جو ڪهڙو فيصلو اچي سگهي ٿو. مون پنهنجي اَٽڪلاَئي ڏيکاري. پوءِ هُن پاڻُ ئي چيو: شايد ڪورٽ 25 مارچ تي پنهنجو فيصلو ٻُڌائي، جيڪو اپيل جهڙو ئي هوندو، يعني ٽن/ چئن جو فيصلو هوندو. جئين ته

منهنجو سُپريم ڪورٽ سان ڪو ناتو نه هو ۽ نه ئي منهنجي دوستن يا ساٿين ۾ ڪڏهن اُن تي ڪا ڳالھ ٿي هئي، تنهنڪري مونکي ڪا ڄاڻُ نه هئي. نظرثاني اپيل جو فيصلو 24 مارچ 1979ع تي ٻُڌايو ويو ۽ اهو به نامنظور ٿيو. نظرثاني اپيل جي فيصلي جو اعلان ٿيندي ئي مونکي ۽ جيل سپرنٽيندنٽ کي هيٺين حُڪمن تي عمل جو حُڪم مليو.

محترم ڀُٽي کي عام ڦاهي واري ڏوهيءَ جيان سمجهيو ويندو ۽ هُن سان قانون پٽاندر ورتاءُ ڪيو ويندو.

ملاقاتين جي هُن سان ملاقات باقاعدي قانون پٽاندر هوندي، جنهن جو وقت رُڳو اڌ ڪلاڪ هوندو.

سمورن ملاقاتين جي جهَڙتي ورتي ويندي، بهرحال جيئن ته سُپريم ڪورٽ اڳ ۾ اُن ڏس ۾ نرمي ڏيڻ جي هدايت ڪئي هئي، تنهنڪري حڪومت طرفان فيصلي جي ڄاڻ وٺي ٻُڌايو ويندو.

جيل ۾ ٻاهران کاڌو آڻڻ بند ڪيو ويندو. اڳ ۾ کاڌو پراچا هائوس اسلام آباد مان ايندو هو ۽ 5 فيبروري 1979ع کان ڊاڪٽر ظفر نيازيءَ جي گهران آيو پئي.

کاڌي جو بندوبست سيڪيورٽي وارڊ ۾ ئي ڪيو ويندو ۽ ٻئي حُڪم تائين قيدين جي لنگر بجاءِ اندر سيڪيورٽي وارڊ جي رڌڻي ۾ کاڌو رَڌيو ويندو.

پُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ مان نِوهار وارو پلنگ ڪنيو ويو هو، ۽ لوهه جي اسپرنگن وارو بسترو ڏنو ويو.
بجلي پارٽ وارا ٻٽڙ هُن جي ڪوٺيءَ کان ٻاهران دالان ۾ منتقل ڪيا ويا ۽ ڪين ٻاهران ئي ٻاريو ۽ وسايو ويندو.
پُٽي صاحب تي اُن سپاهيءَ جي نگاهه رات ڏينهن رهندي، جيڪو هُن جي ڪوٺيءَ جي دروازي تي بيٺل هوندو.
هُن جي ڪوٺيءَ مان سموريون دوائون ٻاهر ڪڍيون وينديون.
سيڪيورٽيءَ وارڊ مان فِرج ڪڍي ڪيس اُن سهولت کان وانجهو ڪيو ويو.
ملاقات رُڳو ٽن منٽن جي هوندي ۽ ملاقاتي لوهي دروازي کان ٻاهر رهندو ۽ ملاقات دؤران گارڊ ڦُڙت رهندو.
پَسار جو وقت رُڳو اڌ ڪلاڪ هوندو ۽ اُن دؤران به گارڊ ڦُڙت رهندو.
اخبارون وغيره پڙهڻ جيان هُن کي ڏنيون وينديون.
رات جو فيلڊ آفيسر جيڪو سيڪيورٽي بٽالين مان هوندو، آپريشن روم ۾ ڊيوٽي ڏيندو، ته جيئن سيڪيورٽيءَ کي يقيني بڻايو وڃي.

مٿئين حُڪمن سان وڏي ڏچي جنم ورتو، ڇوته پُٽو صاحب انهن ڳالهين تي عملَ لاءِ تيار نه هو. بهرحال، حُڪمن تي عملَ ته ٿيڻو ئي هو، تنهنڪري جيل اختيارين هڪدم عمل

شروع ڪيو. نِوهار جي ڪَٿُ ڪي هُن جي ڪوٺيءَ مان ٻاهر ڪڍيو ويو، پر پُٽي صاحب لوهه جي ڪَٿُ اندر وجهڻ نه ڏني ۽ وِهاڻو ڪوٺيءَ جي فرش تي وڇائي ڇڏيائين. هُن پنهنجيون دوائون ۽ سَنوارت جو سامان به ڪوٺيءَ مان ٻيهر نڪرڻ نه ڏنو. جيل اختيارين فيصلو ڪيو، ته جنهن مهل هو ڪاڪُوس ۾ ويندو، ته اُهي شيون سندس ڪوٺيءَ مان ڪڍيون وينديون. هُن اُها ڳالهه پاڻُ ٻُڌي يا وري ڪنهن ڪيس ڪنهن طريقي سان اُها ٻُڌائي، تنهنڪري هُو ڪاڪُوس مان ڪَموڊ، جيڪو ڪاٺ جو ڏٻو ئي هو، وچي پاڻُ ڪٽي آيو ۽ اُن کي ڪوٺيءَ جي هڪڙيءَ ڪُنڊ ۾ رکي ڇڏيائين؛ ۽ پوءِ ڪوٺيءَ مان ٻاهر نڪرڻ تي راضي نه ٿيو. جڏهن جيل اختيارين اِهو ڏٺو، ته ڪجهه رکوالا گڏ ڪيا ويا ۽ سيڪيورٽي وارڊ ۾ وچي کين دالان ۾ حُڪم ڏنو ويو، ته اُها ڪارروائي هر حالت ۾ ڪئي ويندي. پُٽي صاحب جڏهن اُها حالت ڏٺي، ته ڪنهن بيوس ماڻهوءَ جيان ماٺ رهيو ۽ ايئن جيل اختيارين هُن جي ڪوٺيءَ مان سندس دوائون ۽ سَنوارت جو سامان ڪڍي ورتو. تنهن وقت بجليءَ جا سوئچ به ٻاهر منتقل ڪيا ويا. هُو اُن ڪارروائيءَ تي ڏاڍو ڪاوڙيو، پر بيوس بڻيل هو. ’مِٺي به ماٺ، ته مُٺي به ماٺ‘ واريءَ ڳالهه هئي. جڏهن هُو ٻيو ڪجهه ڪري نه سگهيو، ته هُن 24 مارچ واري ڏينهن بُک هڙتال ڪئي.

هُن 23 مارچ تي شام جو ماني کاڌي هئي، پر پوءِ هُن ڪجهه به نه کاڌو، ۽ نه ئي پيتو. هُن نَونَ ڏينهن تائين بُک هڙتال ڪئي، ۽ ايئن 24 مارچ کان پهرين اپريل 1979ع جي شام تائين هُن نه ڪجهه کاڌو ۽ نه ئي وري ڪجهه پيتو. اُن دؤران آئون وٽس وڃي ڪيس ڏسي نه سگهيس، ڇوته مونکي حُڪم مليو هو، ته آئون هُن سان اڪيلو ملي نٿو سگهان؛ جيل سپرنٽينڊنٽ ۽ آئون رُڳو گڏجي خاص حُڪم تي پُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ وڃي سگهون ٿا. نه ته جيڪڏهن آئون هُن سان انهن ڏينهن ۾ اڪيلائيءَ ۾ ملي سگهان ها، ته شايد ڪيس ڪجهه کائڻ پيئڻ تي راضي ڪري سگهان ها. هُن جيڪا ايتري ڊگهي بُک هڙتال ڪئي هئي، تنهن سبب گهڻو ڪمزور به ٿي ويو هو، پر آئون اُن جو ڪوبه اُپاءُ ڪري نه پئي سگهيس. 29 مارچ 1979ع تي محترم پيرزادو، جيڪو هُن جو وڪيل به هو، ساڻس ملڻ لاءِ جيل جي آفيس ۾ آيو. مونکي بُڌايو ويو، ته پُٽو صاحب رُڳو هڪ ٿُوال پنهنجي سَرير تي ويڙهيو ويٺو آهي، ڇوته هُن پنهنجا ڪپڙا پاڻُ ڌوتا آهن ۽ اُهي سُڪن پيا. هُن کي جيل اختيارين جڏهن بُڌايو، ته محترم پيرزادو سندس اوسيئڙي ۾ ويٺل آهي، تڏهن هُن پنهنجا ڌوتل ڪپڙا اِستريءَ لاءِ ڏنا، جيڪي به اڌ سُڪل ۽ ڪجهه پُسيل هئا، اُهي پائي محترم پيرزادي سان وڃي مليو. مونکي اُن ڏينهن بُڌايو ويو، ته هُن جي حالت ڏاڍي

خراب ۽ ڪمزور آهي، پر آئون جيل جي آفيس مان هُن جي ڪوٺيءَ تائين وڃي نه پيو سگهان، ڇوته آئون سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي حُڪمن جي پابنديءَ تي مجبور هوس.

**رحم جي اپيل**

سُپريم ڪورٽ ۾ نظرثانيءَ واريءَ اپيل جي نامنظوريءَ ڪان پوءِ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي وقتي جنرل سيڪريٽري محترم وَٽو عدالت ۾ رحم واريءَ اپيل جي درخواست ڏني، پر اُن سان به ساڳي جُٺُ ٿي، جيڪا ٻيهرين ڪوششن سان ٿي هئي. پر ڏُک جي ڳالھ اها آهي، ته رحم جي ڏنل اپيل جو اخبارن ۾ ڪو خاص ذڪر به نه ٿيو. هيڏانهن ڀُٽي صاحب جي حالت جيل ۾ لڳاتار خراب ٿيندي ٿي وئي، پر هُن ماڻهوءَ ٿورڙي به پرواھ نه ڪئي، ۽ سموريون تڪليفون سَهندو ۽ پنهنجي طريقي سان ويڙھ وڙهندو رهيو.

ڀٽي صاحب کي اپيل جي منظوريءَ باوجود نه ڇڏڻ جو فيصلو!

5 فيبروري 1979ع تي ڏهين وڳي صبح جو مونکي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر سان گڏ ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ گهُرايو ويو، جتي اسان کي ٻُڌايو ويو، ته شايد سُڀاڻي 6 فيبروري تي سُپريم ڪورٽ، ڀُٽي صاحب جي اپيل

منطور ٿيڻ ڪانپوءِ حُڪم ڏنئي، ته هُن کي آزاد ڪيو وڃي، پر اهڙي حُڪم باوجود هُن کي جيل کان ٻاهر وڃڻ نه ڏنو ويندو، ڇوته هُو مارشل لا ڀٽاندر ڪيئي ڀين مُقدمن ۾ به گهُربل آهي، جن موجب مٿس الڳ مقدمو هلايو ويندو. مونکي سختيءَ سان ٻُڌايو ويو، ته جيڪڏهن سُپريم ڪورٽ، ڀُٽي صاحب جي آزاديءَ لاءِ حُڪم ڏنئي، ته ڪيس جيل مان ڪڍيو وڃي، تڏهن به هُن کي جيل کان ٻاهر هرگز وڃڻ نه ڏنو ويندو. مونکي تنهن وقت ڇِٽو پتو پئجي ويو هو، ته ڀُٽي صاحب کي اختياريون ڪنهن به حالت ۾ آزاد ٿيڻ نه ڏينديون ۽ هُن کي هرحالت ۾ سزا ملڻي آهي، جنهن ڳالهه تي مونکي ڏاڍو ڏُک ۽ ڀڇتاءُ ٿيو. رُڳو مارشل لا جهڙي سرشتي ۾ ئي اهڙو حُڪم ڏيئي سگهجي ٿو، ته جيڪڏهن مُلڪ جي وڏيءَ عدالت ڪنهن مقدمي جو فيصلو ڏيئي، تڏهن به اُن کي نه مڃڻ جو حُڪم ڏنئي سگهجي ٿو! مونکي ٻين ذريعن وٽان پتو پيو، ته هڪ خاص فوجي عدالت به جوڙي وئي هئي، ته جيئن جيڪڏهن سُپريم ڪورٽ جو فيصلو مرضيءَ موجب نه اچي، ته پوءِ اُن فوجي عدالت ۾ ڀُٽي صاحب جي مُقدمن جي ٻُڌڻي هلائي وڃي.

پنڊي جيل ۾ ڀُٽي صاحب جي قيد وارن ڏينهن ۾ مون کان دوستن، ساٿي آفيسرن ۽ هر عهدي جي سينيئر آفيسرن هُن بابت ڪا خاص ڄاڻ وٺڻ جي ڪوشش ته نه ڪئي، پر هُن

جي ڦاهيءَ چڙهڻ کان پوءِ هر ملندڙ اُن مامري تي هر پيري پُڇيو. ۽ جيئن ته ڀُٽي صاحب بابت مختلف افواه پئي ڦهليا، تنهنڪري مون کان خاص ۽ عام ماڻهن سچائيءَ ٻُڌڻ ۽ ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. اهڙين ملاقاتن دؤران ڪيئي ذميدار عملدارن اُن مقدمي جي ڪيئي پاسن ۽ اصلي واقعن، جيڪي مٿئين سطح تي نروار ٿيندا رهيا، تِن جي ڄڄهي ڄاڻُ به مونکي ڏني، جيڪا ڄاڻ منهنجي لاءِ ڏاڍي ڇرڪائيندڙ هئي. جيڪڏهن اُنهن ڳالهين کي ويهي لکان، ته هڪ نئين تڪرار جو مَمڻ مچندو. بهرحال، هن ڪتاب ۾، آئون اُهو ڪجھ لکان پيو، جيڪو مون پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ ڪَنن سان ٻُڌو. هونئن نواب محمد احمد خان قصوريءَ جي قتل بابت، پنجاب هاءِ ڪورٽ ۽ سندس فيصلي تي اثرانداز ٿيڻ، سلطاني گواه توڙي ٻين گواهن ۽ ٻين لاڳاپيل ڳالهين بابت مونکي پروسي وارن ذريعن وٽان گهڻو ڪجھ پتو پيو آهي، جنهن تي مونکي ڪنهن شڪ توڙي شبهي جي گُنجائش ئي نه آهي. پر جيئن ته اهڙيون ڳالهيون ٻُڌل ڳالهين جي دائري ۾ اچن ٿيون، تنهنڪري آئون اهڙين پروسي وارين ذريعن وٽان ٻُڌل سچائين کي به انهن صفحن تي نه پيو لکان.

**موت جو پروانو**

پنجاب هاءِ ڪورٽ، محترم ذوالفقار علي ڀُٽي کي 18 مارچ 1978ع تي موت جي سزا ٻُڌائي هئي. اُن فيصلي تي سُپريم ڪورٽ پاڪستان ۾ اپيل داخل ڪئي وئي ۽ هُن کي 17 مئي 1978ع تي لاهور کان پنڊي جيل منتقل ڪيو ويو. 6 فيبروري 1979ع تي سُپريم ڪورٽ هُن جي اپيل رد ڪئي. پوءِ نظرثاني اپيل به سُپريم ڪورٽ 24 مارچ 1979ع تي رد ڪئي. نواب محمد احمد خان قصوريءَ جي قتل مُقدمي ۾ هيٺ ڄاڻايل پنجن ڏوهارين جي موت جو پروانو سينٽرل جيل راولپنڊي ۾ 30 مارچ 1979ع تي پهتو.

محترم ذوالفقار علي ڀُٽو

ميان غلام عباس

صوفي غلام مصطفيٰ

راڻا افتخار

محترم ارشد اقبال

جيئن ته نظرثانيءَ جي اپيل کي خارج ڪرڻ سان اُن 30 مارچ 1979ع واري ڏينهن کي اجا سَت ڏينهن به نه ٿيا هئا، تنهنڪري موت جو پروانو پنجاب حڪومت واپس گهُرائي ورتو هو. (اهو وقت ٻئي ڏينهن يعني 31 مارچ 1979ع تي پورو ٿيڻو هو.)

پنجاب جي گورنر اُن مُقدمي ۾ هٿ ڇُراند نه ڪندي پهرين اپريل 1979ع تي صبح ڏهين وڳي صحيحون ڪيون.

پاڪستان جي صدر به دخل نه ڏيندي ساڳئي ڏينهن يعني پهرين اپريل 1979ع تي صحيح ڪري سزا ۾ واڌ ڪئي هئي. حڪومت فيصلو ڪيو، ته محترم ڀُٽي کي باقي چئن ڏوهارين سميت 2 اپريل تي صبح جو پنجين وڳي ڦاهي ڏني ويندي. ڪنهن سبب اُن فيصلي تي نظرثاني به ٿي، تنهنڪري اهو فيصلو ڪيو ويو، ته رُڳو ڀُٽي صاحب کي اڪيلي ڦاهي ڏني ويندي ۽ باقي چئن ڏوهارين کي اجا اها سزا نه ڏني ويندي. تنهنڪري ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ واري 2 اپريل جي وقت کي ملتوي ڪيو ويو ۽ پنجن ڏوهارين جي موت جو گڏيل پروانو ٻئي پيري به راولپنڊي جيل جي اسپيشل ڪوريئر ذريعي لاهور واپس گهُرايو ويو، ته جيئن اڪيلي ڀُٽي صاحب لاءِ موت جو پروانو لکيو وڃي. مونکي ٻُڌايو ويو، ته پنجاب هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس مولوي مُشتاق صاحب، رُڳو ڀُٽي صاحب جي موت جي پرواني تي صحيح ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو هو، جنهن موجب هُن کي 3 اپريل رات جو ٻين وڳي ڦاهي ڏيڻي هئي. ۽ چيف جسٽس صاحب اِهو چيو هو، ته سپرنٽينڊنٽ جيل پنهنجو اختياري حق واپرائي ۽ ڏوهارين کي الڳ الڳ وقت ۾ ڦاهي ڏئي. پر اختيارين جڏهن هُن کي اُهو ياد ڏياريو، ته اهو فيصلو ته هُن جو پنهنجو آهي ۽ اصلي ڏوهاريءَ کي اڳ ۾ ڦاهي ڏني پئي وڃي، ته هُن مجبوريءَ

هيٺ رڳو ڀُٽي صاحب جي موت واري پرواني تي صحيح ڪئي. اهڙيءَ طرح رڳو ڀُٽي صاحب جي موت جو پروانو راولپنڊي جيل ۾ 2 اپريل تي هڪ بجي کان پوءِ ٻنپهرن جو پهتو ۽ ڀُٽي صاحب کي 3 اپريل 1979ع تي رات جو ٻه وڳي ڦاهي ڏيڻ جون سموريون ڪارروايون شروع ڪيون ويون. بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽي کي پڇاڙڪي ملاقات لاءِ گهُرايو ويو. (اصل ۾ هنن کي پڇاڙڪي ملاقات جو نه ٻُڌايو ويو هو، بلڪ ڀُٽي صاحب سان ملڻ لاءِ جيل اچڻ لاءِ چيو ويو هو.) محترمه بينظير ڀٽو، جيڪا سهالا ريسٽ هائوس ۾ گرفتار هئي، تنهن اِهو نياپو موڪليو، ته هُن جي طبيعت خراب آهي، تنهنڪري هوءَ هينئر (2 اپريل تي ٻنپهرن کان پوءِ) نٿي اچي سگهي. اُن دؤران پنجاب جو گهرو سيڪريٽري، ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي آفيس مان ٿيندو پنڊي جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ آيو ۽ منهنجي موجودگيءَ ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ ۽ انسپيڪٽر جنرل جيل کي ٻُڌايو، ته قانون پٽاندر جيئن ته پاڪستان جي صدر جي صحيح کي انيتاليهه ڪلاڪ اجا نه ٿيا آهن، تنهنڪري ڀُٽي صاحب کي 3 اپريل جي رات جو ٻه وڳي ڦاهي نٿي ڏئي سگهجي. اُهو نُڪتو پنجاب حڪومت اُٿاريو هو، تنهنڪري ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ کي هڪ ڏينهن وڌيڪ روڪيو ويو. هوڏانهن بيگم نصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو کي

سُڌ ڏني وئي، ته جيڪڏهن هنن جي طبيعت خراب آهي، ته سندن اچڻ جي گهُرج نه آهي. سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر 2 اپريل تي مونکي ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ کي هيٺيان حُڪم ڏنا هئا:
ڀُٽي صاحب کي هُن جي ڦاهيءَ جو آخري نوٽيس راولپنڊي جيل سپرنٽينڊنٽ محترم يارمحمد، ليفٽيننٽ ڪرنل رفيع الدين جي موجودگيءَ ۾ هُن جي ڪوٺيءَ ۾ ڏيندو. پوءِ 3 اپريل تي ٻُڌايو ويو، ته نوٽيس ڏيڻ مهل فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ بشير احمد خان ۽ پنڊي جيل جو ڊاڪٽر صغير حُسين شاھ به ڪوٺيءَ ۾ موجود هوندا.
مونکي الڳ ٻُڌايو ويو: ڀُٽي صاحب کي آخري نوٽيس ڏيڻ کان پوءِ هُن جي ڦاهي ڏيڻ تائين سندس تاثر ۽ ڳالھ ٻولھ ريڪارڊ ڪرڻي پوندي. (اُن ڪم لاءِ مون صوبيدار عجائب خان 27 پنجاب ريجمينٽ کي مقرر ڪيو.)
آخري نوٽيس کان هڪدم پوءِ پنهنجي هڪڙي فوجيءَ کي ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ تي مقرر ڪيان، جيڪو ڦاهي ڏيڻ تائين ڊائري ريڪارڊ ڪندو. (صوبيدار عجائب خان اُهو ڪم ڪيو.)
آخري نوٽيس تي فوجي گارڊ به جيل گارڊ مٿان سيڪيورٽي ڪوٺيءَ تي مقرر ڪيا ويندا.

سج لهڻ سان جيل جا سمورا ٽيليفون ڪَٽيا ويندا، ته جيئن جيل جو ناتو ٻاهرين دنيا سان ڪَٽجي وڃي. رُڳو فوجي ٽيليفون، جيڪو رڳو هڪ آفيسر ٻُڌندو، ڪم ڪندو رهندو. گڏوگڏ خاص وائرليس سيٽ به ڪم ڪندو رهندو.
سج لهڻ تي جيل جو مُک دروازو فوجي گارڊ ٺٿاندر ڪم ڪندو، جيڪي 4 اپريل جي صبح تائين اُن تي ضابطو رکندا.
حتمي نوٽيس کان پوءِ ڪوبه ماڻهو 4 اپريل جي صبح تائين جيل ۾ داخل ٿي نه سگهندو ۽ نه ٻاهر وڃي سگهندو.
صوبيدار ميجر 27 پنجاب خاموشيءَ سان تابُوت، گُل، گلاب جي عرق ۽ عطر جو بندوبست ڪندو.
به گاڏيون، هڪ ڀُٽي صاحب جي لاش لاءِ ۽ ٻي گارڊ لاءِ، ڦاهي ڏيڻ کان پوءِ حُڪم ملڻ تي جيل ۾ داخل ٿينديون. هٿيارن جون خالي ٿي پيتيون به، جيڪي تابوت سان ٺهڪجندڙ هونديون، اُنهن گاڏين ۾ رکيون وينديون، ته جيئن ايئربيس تي ڏسندڙ اِهو ڀانئين، ته فوجي ڪيڏانهن هٿيار کڻي پيا وڃن.
هڪ فيلڊ آفيسر ماتحت هڪ سيڪشن پوري فوج تياريءَ سان گڏ ڀُٽي صاحب جي لاش سان گڏ ويندي. ليفٽيننٽ ڪرنل رفيع، ڀُٽي صاحب جي ميت سان گڏ پنڊي کان نؤديرو ويندو، جتي قبر ۽ دفن جو بندوبست ٿيل هوندو.

ليفٽيننٽ ڪرنل رفيع سان گڏ هڪ وائرليس سيٽ هوندو ۽ ڀُٽي صاحب ڪي ڦاهي ملڻ ڪانپوءِ سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ڪي، جنهن جو هيڊڪوارٽر جيل ڪان ٻاهر ايس ايس پي جي آفيس ۾ هوندو، ڪوڊورڊ ’بليڪ هارس‘ سان ڄاڻُ ڏيندو.
ڀُٽي صاحب جي لاش کي غُسل ڏيڻ لاءِ 27 پنجاب هڪ مولويءَ جو بندوبست ڪندي. (اهو ڪم پوءِ 3 اپريل تي ايس ايس پي راولپنڊيءَ کي سونپيو ويو هو.)
هڪ فوٽوگرافر، جيڪو اينٽيليجنس ايجنسيءَ جو هو، پنهنجي سامان سان گڏ 3 اپريل تي شام جو پنجين وڳي جيل ۾ رپورٽ ڪندو. هو ڀُٽي صاحب جي لاش جا فوٽو ڪڍندو. (ته جيئن پتو پئجي سگهي، ته هُن جو طُهر ٿيل آهي يا نه؟) (مونکي سرڪاري طور ٻُڌايو ويو هو، ته محترم ڀُٽي جي ماءُ هندو عورت هئي، جنهن سان هُن جي والد زبردستي شادي ڪئي هئي ۽ محترم ڀُٽي جو پيدائشي نالو نٿورام هو، تنهنڪري شايد هُن جو طُهر نه ڪرايو ويو هو.) ڦاهي ۽ غُسل کان پوءِ اُن فوٽوگرافر ڀُٽي صاحب جي جسم جي وچئين حصي جا ويجهڙائيءَ کان فوٽو ڪڍيا هئا. پڙهندڙن کي آئون ٻُڌايان، ته ڀُٽي صاحب جو اسلامي طريقي سان باقاعدي طُهر ٿيل هو.

مونکي اُهو به حُڪم ڏنو ويو، ته 3 اپريل تي صبح جو يارهين وڳي پڪ ڪئي وڃي، ته جلاد تارا مسيح پنڊي جيل ۾ موجود آهي ۽ هُن کي پنڊي جيل جي هڪ ڪمري ۾ تالو هڻي بند ڪيو وڃي. اهو ڪم جيل سپرنٽينڊنٽ پُورو ڪيو هو.

**ڀُٽي صاحب سان ملڻ تي پابندي**

6 فيبروري 1979ع تي سُپريم ڪورٽ، ڀُٽي صاحب جي اپيل رد ڪئي هئي. اُن ڏينهن کان ڀُٽي صاحب بابت جيل اسٽاف جو ورتاءُ بدلجڻ لڳو هو. جڏهن رحم جي اپيل به رد ڪئي وئي، ته هر ماڻهو جو ورتاءُ بلڪل بدلجي ويو. پوءِ آئون جڏهن به ڀُٽي صاحب سان مليس، ته هُن اها ميار ڏني، ته هُن جي بيعزتي ٿئي پئي، ۽ عام سپاهي به سندس ٿورڙي پرواهه نٿو ڪري. مون ڪوشش ڪئي، ته جيل اختياريون ايڏي سختي نه ڪن، پر سپني اُن وقت اکيون ڦيري ڇڏيون هيون. مون اشارن ۾ ڀُٽي صاحب کي ٻُڌائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هُو سدائين اهو ئي چوندو هو، ته اِهو هُن جي عزت جو مامرو آهي. هُو موٽ ۾ چوندو هو: هُن جي مقدمي بابت فيصلو جيڪو به ٿئي، پر گهٽ ۾ گهٽ جيل اسٽاف ته ساڻس ايئن ورتاءُ نه ڪري. مارچ 1979ع جي مهيني ۾ هُن ڪوٺيءَ مان ٻاهر نڪرڻ به گهٽائي ڇڏيو هو. مارچ جي چوٿين هفتي ۾ مونکي ۽ چوڌري يارمحمد

ڪي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر پنهنجي مُک آفيس ۾ گهُرايو، جتي سپرنٽينڊنٽ جيل ڪيس نويڪلائيءَ ۾ ٻُڌايو: ڪرنل رفيع، ڀُٽي صاحب سان الائي ڪهڙيون ڳالهيون ڪندو رهي ٿو ۽ انهن وچ ۾ ڪهڙي کِچڙي پئي پچي، چوته ڪرنل رات جو ڪيئي ڪلاڪن تائين هُن جي ڪوٺيءَ ۾ وٺس رهي ٿو ۽ عام طور ٻنپهرن کان پوءِ به ٻاهر اڱڻ ۾ ساڻس ملاقات ڪري ٿو. سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر مونکان پُڇيو، ته مون هُن کي ٻُڌايو: جيئن ته ڀُٽو صاحب منهنجي نگرانيءَ ۾ آهي ۽ جڏهن آئون هُن وٽ هُجان ٿو، ته آئون سمجهان ٿو، ته اها ذميداري سُٺي طريقي سان پوري ڪئي پئي وڃي. اصل ۾ سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر صاحب کي منهنجو ڀُٽي صاحب سان گڏ ايترو وقت گهارڻ جي ڄاڻ ئي نه هئي. هُن مونکي چيو: ڪرنل رفيع، توهان کي ڪنهن حُڪم ڏنو آهي، ته توهان ڀُٽي صاحب سان ملاقاتون ڪريو. مون هُن کي ٻُڌايو: گُذريل سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر (بريگيڊيئر ايم ممتاز مَلڪ) مونکي چيو، ته آئون ڪڏهن اندر وڃي ڀُٽي سان ضرور ملندو رهان، تنهنڪري اُن ڏينهن کان آئون ڀُٽي صاحب سان سدائين ملندو رهان ٿو. اِها ڳالهه ٻُڌي هُو اچرج ۾ پئجي ويو. 6 فيبروري جي واقعي (جڏهن بيگم ڀُٽو صاحب کي جيل ۾ اندر اچڻ جي اجازت ڏني هئي) کان پوءِ مون تي ڪيس

ٿورڙو شڪ ته ٿي ويو هو، تنهنڪري هُن اُن وقت مونکي ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ کي سختيءَ سان روڪيو، ته اسان ٻنهي مان ڪوبه ڀُٽي صاحب سان اڪيلو ملي نٿو سگهي ۽ جيڪڏهن گهُرج پوي، ته پوءِ هُن جي حُڪم اسان ٻئي ڄڻا وڃي ڀُٽي صاحب سان ملنداسين ۽ گهُربل ڪارروائيءَ کان پوءِ سيڪيورٽي وارڊ کان ٻاهر نڪري ايندا سين. اُن ڏينهن کان پوءِ منهنجو ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو وڃڻ بند ٿي ويو. مونکي ان حُڪم تي ڏُک ٿيو، ڇوته جيل اختيارين جو ويچار هو، ته آئون شايد مارشل لا حڪومت جو خاص نمائندو هوس، جيڪو اٽڪل سڄو سال ڀُٽي صاحب سان کُليو ملندو رهيس. مونکي پڪتاءُ اُن ڳالھ تي ٿيو، ته آئون ڀُٽي صاحب جي پڇاڙڪن ڪجھ ڏينهن ۾ هُن سان اڪيلو نه ملي سگهيس؛ تنهنڪري شايد هُو سوچيندو هوندو، ته آئون به ٻين جيان لالچي ۽ ٺوڳي ئي نڪتس. بهرحال، هڪ هفتي ۾ هُن کي ڦاهي ڏني وئي، ۽ ايئن منهنجي اُها تاريخي ڊيوٽي جيل ۾ ختم ٿي.

**مُقدمي جا ساٿي**

نواب محمد احمد خان قصوريءَ جي قتل جي مقدمي ۾ ڀُٽي صاحب جي پنڊي جيل ۾ منتقليءَ جي ڪجھ ڏينهن کان پوءِ هُن جي هيٺ ڄاڻايل ساٿي قيدين کي به راولپنڊي جيل ۾ آندو ويو ۽ اُتي ئي قيد رکيو ويو.

ميان غلام عباس؛ اڳوڻو ڊائريڪٽر جنرل فيڊرل سيڪيورٽي فورس
صوفي غلام مصطفيٰ
راڻا افتخار
ارشد اقبال

انهن سڀني جو ناتو فيڊرل سيڪيورٽي فورس سان هو اُنهن قيدين کي سيڪيورٽي وارڊ سان لڳولڳ ڏکڻ طرف، پر ڪجھ وِٿيءَ تي قيدين جي هڪ ڌار بيرڪ ۾ الڳ الڳ ڪوٺڙين ۾ رکيو ويو هو. اُن بيرڪ کي به باقي جيل جيان سيڪيورٽي وارڊ سان ڪنڊيدار تارن ذريعي جُدا ڪيو ويو هو. ميان غلام عباس پراڻو پوليس عملدار هو. هُن اُن مقدمي ۾ محترم قربان صادق اڪرام کي پنهنجو وڪيل ڪيو هو. ميان عباس دل جو مريض هو. هُو هِيڻو ۽ ڪمزور هو ۽ روزانو دل جي بيماريءَ جون دوائون کائيندو هو. مون هُن کي ماٺيڻو ۽ سٻاجهو ماڻهو ڇاتو. منهنجو ويچار هو، ته جيڪڏهن سُپريم ڪورٽ جو آخري فيصلو هُن کي ڦاهي ڏيڻ جو ٿيو، ته هُو شايد اُن کي سَهي نه سگهندو. ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ کان پوءِ جڏهن انهن قيدين کي به ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ڦاهي ڏني ويئي، ته هڪڙي ڏينهن منهنجي جيل جي چڪر لڳائڻ مهل جيل اختيارين مونکي ٻُڌايو، ته ميان غلام عباس جسماني هيڻائي

۽ دل جي بيماريءَ هوندي به ڦاهي ڏيڻ مهل سانت ۽ حوصلي ۾ هو. ڦاهي جو ڦَندو هُن جي ڳچيءَ ۾ وجهڻ کان اڳ هُن پُڇيو، ته مونکي ڪٿي بيهڻو آهي. ڦَٽي تي بيهي هُن شهادت جو ڪلمو پڙهيو. قيد وارن ڏينهن ۾ هُو باقاعدگيءَ سان نماز پڙهندو رهيو ۽ هُن جو ورتاءُ ڏاڍو سُٺو هو.
صوفي غلام مصطفيٰ اسپيشل سروس گروپ جو جوانَ هو، جنهن منهنجي موجودگيءَ ۾ چراٽ ۾ نوڪري ڪئي هئي. جڏهن مونکي انهن قيدين جي بيرڪن ۾ پهريون پيرو معائني لاءِ موڪليو ويو، ته صوفي غلام مصطفيٰ مونکي پري کان ئي سُڃاڻي ورتو ۽ منهنجو نالو وٺي مونکي پليڪار چيائين؛ ۽ پوءِ پُڇيائين: آئون هتي ڪيئن آيو آهيان. مون هُن کي ٻُڌايو: آئون فوج مان بدلي ٿي جيل جي نوڪريءَ ۾ آيو آهيان، ۽ اسپيشل سيڪيورٽي سپرنٽينڊنٽ جو ڪم پيو ڪريان. هُو پنهنجي انداز ۾ مُرڪيو ۽ چيائين: سائين، هڪ اسپيشل سروس گروپ جي ميجر کي اڄ ليفٽيننٽ ڪرنل هئڻ گهُرجي، پر اڃا جيل جي کاتي ۾ هن عهدي تي! پوءِ چوڻ لڳو: توهان جي ڪورَ ايتري سُٺي نه آهي، جيترو اَمريڪين اسان کي سِکيا مهل پڙهايو هو. صوفي مصطفيٰ جي جسماني حالت ايتري سُٺي نه هئي. هُو مثاني جي بيماريءَ ۾ ورتل هو، تنهنڪري هُن کي هر پيري ڪاڪُوس ۾ وڃڻو پوندو هو. سُپريم ڪورٽ ۾ اپيل

مهل به هُن سان اِهو ڏَچو هو. هو جسم پٽاندر گهٽو هِيٺو ٿي
چُڪو هو، پر دماغي طور ڏاڍو ڦُڙت هو.
محترم ارشد احمد قريشيءَ کي صوفي غلام مصطفيٰ، راڻا
افتخار ۽ ارشد اقبال وارن گڏيل وَڪيل ڪيو هو. آئون
جڏهن به اُن بيرڪ ۾ ويندو هوس، ته غلام مصطفيٰ سان
ضرور ملندو هوس. اسان هڪ ٻئي کي گهڻي چڱيءَ طرح
نه ڄاڻندا هئاسين، ڇوته هُو منهنجي ڪمپنيءَ ۾ نه هو،
بلڪ ابراهيم ڪمپني ۾ هو، پر اسپيشل سروس گروپ ناتي
اسان جو رشتو ضرور هو. هڪڙي ڏينهن مون صوفي
غلام مصطفيٰ کان پُڇيو، ته هُو قتل جي مقدمي ۾ ڪيستائين
ملوث آهي. چوڻ لڳو: مونکي ڀُٽي صاحب جي هِن مقدمي
شامل هجڻ جي بلڪل ڄاڻُ نه آهي. اسان کي ڇيو ويو، ته
هُن کي مُقدمي ۾ ڦاسائڻ سان اسان بچي ويندا سين. بهرحال،
ڪاتي جي وڏن عملدارن جي حُڪم تي هُن هٿيار ۽ گوليون
قاتلن کي ڏنيون هيون، ته جيئن محترم قصوريءَ کي قتل
ڪيو وڃي، پر فائرنگ ۾ هُن جو والد نواب محمد احمد
خان مارجي ويو. مونکي هُن ٻُڌايو: هُو اِن مقدمي ۾ بلڪل
بيگناهه آهي، ڇوته وڏن عملدارن جي حُڪم تي هُن هٿيار ۽
بارود ڪُوت (سرڪاري مالَ- گهر) مان ڏنا هئا. بهرحال
چوڻ لڳو: هُن کي پتو آهي، ته الله تعاليٰ کيس ڇو پيو سزا
ڏئي، ڇوته هُن وڏن عملدارن جي حُڪم تي انيڪ بيگناهه،

نيڪ ۽ الله لوڪ ماڻهن تي ڏاڍُ ۽ ڏمرُ ڪيا هئا، جن تي
ڪيس پچتاءُ آهي، ۽ هُن جو ضمير ڪيس اَٿاهه پڻيندو رهي ٿو.
هُن پنهنجي اکين ۾ جوت جرڪائيندي مونکي ڏيرج سان
چيو: هُن سان وچن ڪيو ويو آهي، ته ڪيس اِن مقدمي مان
بچايو ويندو.
پوءِ جيل اختيارين مونکي ٻُڌايو، ته صوفي غلام مصطفيٰ
ڦاهيءَ جي ڦندي تائين ڏاڍي دليري ۽ بهادريءَ سان ويو.
هُو پچاڙيءَ تائين مُرڪندو رهيو ۽ ڪلمو طيب ۽ دُرود
شريف پڙهندو رهيو.
راڻا افتخار ۽ ارشد اقبال به اُن مقدمي ۾ ساٿي قيدي هئا. هي
ٻئي ڄڻا ڄمار ۾ ٿورڙو ننڍا هئڻ سبب جسماني طور گهڻو
چُست ۽ چالاڪ هئا. پهرين ڏينهن انهن کي ڏسڻ کان پوءِ
مون جيل سپرنٽينڊنٽ کي چيو، ته اِهي گهڻو جوکائتو ٿي
سگهن ٿا، تنهنڪري هنن ٻنهي کي گڏ پَسار لاءِ ڪوٺين
مان ٻاهر نه ڪڍيو وڃي. اُهي ايترو قابل هئا، جو سپاهيءَ
کان رائيفل ڦُري وٺن ها ۽ ڪو اَڻوڻندڙ واقعو ڪري وجهن
ها. گڏوگڏ اُهي ٻئي ڄڻا ايڏو چُست ۽ ڦُڙتيلا هئا، جو گڏجي
جيل جي ديوار کي، جنهن تي پوءِ مون ڪنڊيدار تار هڻايون
هيون، تي به چڙهڻ جي قابل هئا. اُن ڏينهن کان انهن قيدين
جي پَسار مهل مٿئين چوڪيءَ تي هڪ سپاهيءَ کي خاص
مٿن نظر رکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو هو. ڪجهه مهينن کان

پوءِ منجهانئن هڪ چٺي ڪي سندن گُذارش تي فيصل آباد جيل منتقل ڪيو ويو، جتي ڪيس ڦاهي ڏني وئي.

**ڪورَ ڪمانڊر جي ڳُٽتي**

جُون مهيني جي پڇاڙي يا جولاءِ جي اوائل ۾ سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر مونکي گهُرايو، ۽ چيائين: ڪورَ ڪمانڊر صاحب گهڻو ڳُٽتيءَ ۾ آهي، ته متان ساٿي قيدي هاءِ ڪورٽ ۾ پُٽي صاحب خلاف ڏنل بيانن تان ڦِري نه وڃن. تنهنڪري جنرل صاحب چاهي ٿو، ته تون اُنهن قيدين سان جيل ۾ مِل ۽ سندس ويچارن جو پتو لڳاءِ، ۽ کين ڏَڍُ ڏي، ته اُهي پنهنجن اوائلي بيانن تي اَٽل رهن. ۽ اُنهن کي اِهو به پروسو ڏيار، ته جيڪڏهن اُهي پنهنجي ڏنل گواهيءَ تي اَٽل رهندا، ته کين ڦاهي هرگز نه ڏني ويندي. گڏوگڏ مونکي اِهو به چيو ويو، ته ڪورَ ڪمانڊر صاحب چاهي ٿو، ته انهن قيدين جو خاص خيال رکيو وڃي، ته جيئن کين ڪا تڪليف نه ٿئي.

مون سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر صاحب کي ٻُڌايو: جيئن ته اُهي سيڪيورٽي وارڊ ۾ نه آهن، تنهنڪري آئون انهن جي ڪنهن به طريقي سان سار سنڀال نٿو لهي سگهان. مون اُن مامري ۾ جيل اختيارين سان ڪنهن به قسم جي ڪا ڳالهه نه ڪئي هئي، پوءِ آئون ساڻن ڪنهن اختياريءَ سان اُها ڳالهه ڪري کين پروسو ڏياري پئي سگهيس، ته انهن جي جانَ

بخش ڪئي ويندي، پر شرط اِهو آهي، ته اُهي پنهنجي ڏنل
گواهيءَ تان هرگز نه ڦِرن. مون هُن کي لارنس آف عربيا
جو قصو ٻُڌايو، ته اُن عربن سان گڏجي پهرين مهاڀاري
جنگ ۾ ساڻن ڪيترائي واعدا ڪيا هئا. پر جنگ کان پوءِ
برطانيا وارن منجهانئن ڪو واعدو به پُورو نه ڪيو ۽
لارنس نيٺ گُمنام موت مُئو. جنهن ماڻهو اتحادي مُلڪن لاءِ
پُوريءَ جنگ جو پاسو پَلٽايو هو، تنهن سان ڪيل وچن ۽
واعدا ڪيڏانهن ويا؟ جيئن ته بريگيڊيئر ممتاز مَلڪ
نيڪدل انسان هو، تنهنڪري هُن مون تي زور نه وڌو. پر
پوءِ اِهو ضرور چيائين، ته گهٽ ۾ گهٽ انهن جا ويچار ۽
هِمت جو پتو لڳائي ٻُڌاءِ، ته جيئن ڪورَ ڪمانڊر صاحب
کي ڪجهه ته ٻُڌايو وڃي. ايئن مون تي اُهي ڳُجهه پڌرا ٿيندا
ويا، جيڪي گهرائيءَ ۾ لِڪل هئا.
جڏهن پُٽي صاحب کي اڪيلو ڦاهي ڏيڻ جو حُڪم آيو، ۽
هُن جي ساٿي قيدين جي گڏيل موت جي پروانن کي بدلايو
ويو، ته مونکي مُلڪ ۾ انصاف ڪندڙن تي ڏاڍي ڪاوڙ
آئي. مون پنهنجي پاڻُ کي چيو، ته رفيع تو پنهنجي ضمير
کي ته خوش ڪيو هو، ته آئون چو غلط واعدو ڪريان،
پر مُلڪ ۾ حڪومت وٺ ڪم ڪرائڻ جا پنهنجا انيڪ
ذريعا به ٿين ٿا. بهرحال، منهنجي يونٽ جي آفيسرن کي
ساٿي قيدين کي ڦاهي نه ڏيڻ تي ڏاڍو ڏُک ٿيو، ۽ انهن پنهنجا

ويچار مون تائين پهچايا، جنهن تي مون مٿئين اختيارين کي لکيو، پر ڪجھ ڏينهن کان پوءِ عقل جي سوڀُ ٿي ۽ سمورا قيدي سُپريم ڪورٽ جي فيصلي پٽاندر پنهنجي انجام تي پهتا.

# پڇاڙڪيون گهَڙيون

نيٺ اختيارين 2 اپريل 1979ع جي شام جو آخري فيصلو ڪيو، ته ڀُٽي صاحب کي 3 ۽ 4 اپريل 1979ع جي وچ واريءَ رات ٻه وڳي ڦاهي ڏني ويندي. جيل جي قانونَ موجب ڦاهيءَ ڏيڻ جو وقت صبح سويل هُجي ٿو، پر حڪومت ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جو وقت رات جو مقرر ڪيو، جنهن جي ڪارڻ بابت مونکي پتو پئجي نه سگهيو. جيل قانونَ جي اُن ڪتاب پٽاندر ڦاهي ماٽيندڙ جي مائٽن کي چاڻُ ڏني وجي ٿي، ته اُهي هُن سان پڇاڙڪي ملاقات رٿيل وقت موجب جيل ۾ ڪن. بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو سهالا ريسٽ هائوس ۾ احتياطي نظربنديءَ جي قانون پٽاندر قيد هيون. ڀُٽي صاحب جا ڪجھ ويجها مائٽ به انهن ڏينهن ۾ پنڊيءَ ۾ موجود هئا. ڀُٽي صاحب جي انهن سپني مائٽن کي 3 اپريل 1979ع تي هُن سان جيل ۾ آخري ملاقات ڪرڻي هئي، جنهن جو بندوبست ڪيو ويو هو.

بيگم نصرت ڀٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو سان آخري ملاقات ڀُٽي صاحب جي ڦاهي ڏيڻ جي آخري فيصلي ٿيڻ کانپوءِ 3 اپريل تي صبح سوير ڀُٽو عورتن کي سهالا ريسٽ هائوس ۾ ملاقات جي چاڻُ ڏني وئي. انهن کي ڪٽي ايندڙ گاڏي جيل ۾ صبح يارهين لڳي پندرهن منٽ تي داخل ٿي. جيل سپرنٽينڊنٽ انهن کي دروازي کان سيڪيورٽي وارڊ تائين وٺي ويو. اُن مهل انهن چوڌري يارمحمد کان پُڇيو، ته اِها ملاقات ڪهڙيءَ ڳالھ سبب ٿئي پئي. جنهن تي هُن کين ٻُڌايو، ته اِها آخري ملاقات آهي. بيگم ڀُٽو ۽ محترمه بينظير، ڀُٽي صاحب سان ملاقات ساڍي يارهين وڳي شروع ڪئي. مونکي ٻُڌايو ويو، ته قانون موجب ڀُٽو صاحب ڪوٺيءَ ۾ اندر هو ۽ ٻاهران لوهي دروازي کي تالو لڳل هو. نُصرت ڀُٽي لاءِ ڪوٺيءَ جي دروازي لڳ ٻاهر ڪُرسي رکي ويئي، جڏهن ته محترمه بينظير ڀٽو ڪوٺيءَ جي سِيخن ٻاهر دالان جي فرش تي ويهي رهي ۽ ڀيءُ ڌيءُ وچ ۾ ڪوٺيءَ جي لوهي دروازي جون سِيخون رُڪاوٽ بڻيل رهيون. اها ملاقات ٻين وڳي ٻنپهرن تائين هلندي رهي. ملاقات شروع ٿيڻ جي ڪجھ گهڙين کان پوءِ ڀُٽي صاحب، جيل سپرنٽينڊنٽ کي پاڻُ وٽ گهُرايو ۽ پُڇيائين: ڇا اها آخري ملاقات آهي؟ جنهن جو هُن ها ۾ جواب ڏنو. ڀُٽي صاحب وري پُڇيو: هن جي باقي مائٽن سان ملاقات جو ڇا

ٿيندو. چوڌري يارمحمد ڪيس ٻُڌايو: عورتن جي ملاقات کان پوءِ هُن کي ساڍن به ملايو ويندو. ڀُٽي صاحب، محترمه بينظير ڀُٽو کي هڪڙي پاسي ٿيڻ لاءِ چيو ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ کي اشاري سان پنهنجي بلڪل ويجهو گهُرايو ۽ پُڇيائين: واقعي هيءَ آخري ملاقات آهي. هُن جواب ۾ ٻُڌايو: ها اِهو دُرست آهي. پوءِ محترم ڀُٽي پُڇيو: آخري فيصلي جو ڇا ٿيو؟ جنهن تي يارمحمد وراڻيو: اُهو سڀ ڪجهه ختم ٿي چُڪو آهي. وري ڀُٽي صاحب پُڇيو: ڪهڙي وقت؟ هُن جواب ڏنو: رواج موجب يعني صبح ساڍي پنجين وڳي. واپسيءَ تي جيل سپرنٽينڊنٽ مونکي ٻُڌايو: ڀُٽي صاحب هٿ جي اشاري سان چيو، ته بس سڀ ختم. ۽ هُن وراڻيو: جي سائين.

انهيءَ تي ڀُٽي صاحب چيو: مونکي ڏاڙهي ناهٽي آهي ۽ منهنجي ڪپڙن جو ڇا ٿيندو؟ وري چوڻ لڳو: منهنجي وصيت جو ڇا ٿيندو؟ جنهن تي چوڌري يارمحمد ڪيس ٻُڌايو: هُن کي وقت ڏنو ويندو، ته جيئن هُو پنهنجي وصيت لکي سگهي.

جيل سپرنٽينڊنٽ جي هٽڻ کان پوءِ پيءُ، ڌيءُ پنهنجون ڳالهيون شروع ڪيون. مونکي پوءِ ٻُڌايو ويو، ته بيگم نصرت ڀُٽو اتڪل سڄي ملاقات ۾ ماٺ رهي. محترمه بينظير ڀُٽو گهڻو وقت روئيندي ۽ ڀُٽي صاحب سان ڳالهيون

ڪندي رهي. ڀُٽي چاهيو ٿي، ته ملاقات هلندي رهي، پر جيل اختيارين ڀين وڄي ڀنيهرن جو ملاقات ختم ڪرائي. انهيءَ جو سبب اُهو ٻُڌايو ويو، ته ڀُٽي صاحب جي ڀين مائٽن کي به هُن سان ملڻو آهي. اُها آخري ملاقات اٽڪل اڍائي ڪلاڪ هلي.

ملاقات کان هڪدم پوءِ بيگم نُصرت ڀُٽو، جيل ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ، جيڪو ساڻن گڏ سيڪيورٽي وارڊ کان آيو پئي، تنهن کي چيائين: هوءَ ڪرنل رفيع سان ملڻ چاهي ٿي. آئون اُن وقت جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس ۾ ويٺو هوس. اطلاع ملڻ تي ماءُ، ڌيءُ سان پڌر جي دروازي کان جيل واري پاسي وجي مليس. مون انهن ٻنهي جڻين کي ڏُک ۾ ٻُڏل ۽ گهڻو ماندو پاتئيو. محترمه بينظير ڀُٽي کي اُس کان بچاءُ واريءَ عينڪ پاتل هئا، جنهن جا شيشا مٿي گهرا ۽ هيٺ هلڪي رنگ جا هئا. هُن جون اکيون روئڻ سب ڳاڙهيون ۽ سُڄيل ڏسڻ ۾ پئي آيون. بيگم نصرت ڀُٽي مونکي پنهنجي ويجهو سڏي چيو: هُو جنرل ضياءَالحق سان ذاتي رحم جي اپيل ڪرڻ چاهي ٿي، تنهنڪري آئون اُن سلسلي ۾ سندس ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو.

اُن کان اڳ اختيارين مونکي سختيءَ سان حُڪم ڏنو هو، ته آئون اڪيلائيءَ ۾ ڀُٽي صاحب سان نه ملندس، جنهن جو ذڪر آئون اڳ ۾ به ڪري چُڪو آهيان. آئون ٿورڙو ٻُڌتر

۾ ونڃي ويس. پوءِ مون هُن کي ٻُڌايو: منهنجو جنرل ضياءَالحق سان ڪو ذاتي ناتو نه آهي، بهرحال آئون ڪوشش ڪندس، ته هُن جي اُن خواهش کي جنرل صاحب تائين پهچايان. مونکي محترمه بينظير ٻُڌايو: جيڪڏهن فيصلو اِهو ساڳيو رهيو، ته پوءِ پُٽو صاحب پنهنجي علائقي لاڙڪاڻي ۾ دفن ٿيڻ چاهيندو. اُن وقت بيگم پُٽو چيو: جيڪڏهن هُنن جي رحم جي اپيل منظور نٿي ٿئي، ته پوءِ ٻنهي ڄڻين جي درخواست آهي، ته کين پُٽي صاحب جي ميت سان گڏ لاڙڪاڻي وڃڻ ڏنو وڃي، ته جيئن اُهي هُن جي پڇاڙڪين رسمن ۾ حصو وٺي سگهن.

ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ اسان جي گهٽو ويجهو اچي هر لفظَ کي ٻُڌڻ پئي گهُريو، تنهنڪري آئون کُلي ڪا ڳالھ ڪري نه پئي سگهيس. بهرحال، مون هُنن کي چيو: اُهي آفيس ۾ اوسيئڙو ڪن، آئون ڪوشش ڪريان ٿو، ته هُنن جي درخواست صدر تائين پهچايان. جڏهن اسان ٻَڌر مان لنگهياسين پئي، ته وجھ وٺي مون بيگم نصرت پُٽي کي ڪَن ۾ چيو: پُٽي صاحب جي ميت لاڙڪاڻي ڏانهن ئي ڪٽي ويندا. هُنن کي ڊپٽيءَ جي آفيس ۾ ويهاريو ويو ۽ مون جيل سپرنٽينڊنٽ جي آفيس مان صدر صاحب جي مليٽري سيڪريٽري کي ٻه ٽي پيرا ٽيليفون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هر پيري سندن ٽيليفون رُڌل مليو. آئون وڏيڪ

وقت وڃائڻ بجاءِ جيل مان ٻاهر نڪتس ۽ رستو پار ڪري سامهون ايس ايس پيءَ جي آفيس ۾ ويس، جتي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر بريگيڊيئر خواجا راحت لطيف (پوءِ ميجر جنرل)، ڊي سي راولپنڊي ۽ ايس ايس پي راولپنڊي ويٺل هئا.
مون سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر صاحب کي بيگم ڀُٽو جي درخواست ٻُڌائي. هُو مون تي ڏاڪا ٻَڌي چڙهي ويو، ته آئون هُن جي حُڪم جي پيچڪڙي ڪندي، ڀُٽو بيگمن سان ڇو مليو آهيان. مون هُن کي ڄاڻايو: مونکي توهان جيل ۾ رکيو آهي. ڀُٽي صاحب سان ملاقات کان پوءِ اُهي عورتون سِڌيون مون وٽ آيون ۽ مونکي اِها درخواست جنرل ضياءَالحق صاحب کي پهچائڻ لاءِ ڏني آهي. هُن ٿورڙي دير ماٺ رهي ڪجھ سوچيو ۽ وري چوڻ لڳو: پر توکي هُنن سان ملڻ نه گهُربو هو. مون ڀيهر به هُن کي ساڳيو جواب ڏنو. ايتري ۾ ڊي سي راولپنڊي محمد سعيد مهدي، سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر کي چيو: سائين توهان اها درخواست ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر کي پهچايو ۽ جيڪڏهن هُن مناسب سمجهيو، ته جنرل ضياءَالحق صاحب کي پهچائيندو. نيٺ اُها ڳالھ هُن کي سمجھ ۾ آئي ۽ منهنجي جند ڇُٽي.

مونکي پوءِ پتو پيو، ته ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جنرل صغير حُسين سيد، جنرل ضياءَالحق صاحب کي بيگم ڀُٽي جي اپيل پهچائي هئي، ۽ هن کي جنرل ضياءَالحق صاحب، بيگمن سان ملڻ لاءِ سهالا ريسٽ هائوس موڪليو هو، جتي بيگم ڀُٽو لکيت ۾ اپيل جي درخواست صدر صاحب لاءِ ڏني هئي، پر اُن جي رحم جي اپيل جو به اُهو ساڳيو حشر ٿيو، جيڪو ٻين وارين اپيلن جو ٿي چُڪو هو.
جيل ٻاهران عوام جو چڱو ميڙ، جنهن ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي صحافي به موجود هئا، گڏ ٿي چُڪو هو. اختيارين اِهو نه پئي چاهيو، ته ڪنهن کي ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جي چاڻُ پوي، تنهنڪري ڪين ڊَپُ هو، ته متان بيگم ڀُٽو جيل مان نڪرڻ مهل ڪار جي دريءَ جو شيشو هيٺ ڪري صحافين کي ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جي چاڻ ڏئي.
ايس ايس پي کي چيو ويو، ته پوليس ميڙاڪي کي جيل جي وڏي دروازي کان ڏکڻ ڏانهن يعني آرمي هائوس ڏانهن هٽائي ۽ ڀُٽو عورتن جي ڪار اُتر ڏانهن سِڌو ايئرپورٽ ڪڍي وڃي. ايئن هُنن جي ڪار کي عوامي ميڙاڪي کان بچائي، اُتر طرف کان سهالا ريسٽ هائوس ۾ پهچايو ويو.
هيڏانهن سهالا ريسٽ هائوس کي ٻاهرين دنيا کان ڪَٽيو ويو. اُن علائقي کي پوليس گهيري ۾ وٺي ڇڏيو هو، تنهنڪري ڪوبه اندر وڃي نه پئي سگهيو، ۽ نه ئي ڪنهن

نوڪر وغيره کي ٻئي ڏينهن صبح يعني 4 اپريل تائين ٻاهر نڪرڻ ڏنو ويو. ٽيليفون وغيره جو رابطو ته اڳ ۾ ئي ڪَٽيو ويو هو.
ڀُٽي صاحب سان ٻين مائٽن جي ملاقات نه ڪرائڻ جو سبب ڀُٽي صاحب جي ڪجھ مائٽن- نبي بخش ڀُٽو، پيربخش ڀٽو، ممتاز علي ڀٽو، منورالاسلام، زال منورالاسلام ۽ پرويز علي ڀٽو 2 ۽ 3 اپريل 1979ع تي راولپنڊي ۾ موجود هئا، ۽ انهن کي 3 اپريل تي ٻنپهرن کان پوءِ ڀُٽي صاحب سان آخري ملاقات ڪرڻي هئي. تنهنڪري جيل اختيارين کي حُڪم ملي چڪو هو ۽ اُن جو بندوبست به ڪيو ويو هو، پر جيئن بيگم ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو جي ملاقات ختم ٿي، ته حڪومت طرفان اِهو نياپو مليو، ته ڀُٽي صاحب سان هاڻي ڪنهن ٻئي مائٽ جي ملاقات نه ڪرائي ويندي. شايد حڪومت، ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جي خبر کي ڳُجهو رکڻ چاهيو پئي ۽ جيڪڏهن انهن مائٽن جي آخري ملاقات ڀُٽي صاحب سان ڪرائي وڃي ها، ته اُهي جيل کان ٻاهر نڪري اُها خبر ڦهلائين ها.

**محترم ڀُٽي کي ڦاهيءَ جي سرڪاري چاڻُ**

سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جي حُڪم موجب هيٺ ڄاڻايل عملدارن کي 3 اپريل تي شام ڇهين وڳي محترم ڀُٽي جي ڪوٺيءَ ۾ وڃي ڪيس ڦاهيءَ جي چاڻُ ڏيڻي هئي.

جيل سپرنٽينڊنٽ يارمحمد
سيڪيورٽي بٽالين ڪمانڊر، ليفٽيننٽ ڪرنل رفيع الدين
مئجسٽريٽ درجو پهريون، محترم بشير احمد خان
جيل ڊاڪٽر، محترم صغير حُسين شاهه
اُها جماعت شام ڇهين لڳي پنجن منٽن تي جنهن مهل سيڪيورٽي وارڊ ۾ ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿي، ته هُو گدي تي ليٽيل هو، جيڪو ڪوٺيءَ ۾ فرش تي اُتر ڪان ڏکڻ ڏانهن وڇايل هو. هُن جو ڪنڌُ ۽ کُلها ڪوٺيءَ جي اُترئين ديوار سان آرام واريءَ حالت ۾ هئا. سپرنٽنڊنٽ جيل يارمحمد، ڀُٽي صاحب کي اُهو حُڪم پڙهي ٻُڌايو.
’توهان محترم ذوالفقار علي ڀُٽي کي لاهور هاءِ ڪورٽ 18 مارچ 1978ع تي نواب محمد احمد خان جي قتل جي ڏوهه ۾ ڦاهيءَ جي سزا ٻُڌائي هئي. توهان جي اپيل سُپريم ڪورٽ پاڪستان 6 فيبروري 1979ع تي نامنظور ڪئي ۽ نظرثاني درخواست کي به 24 مارچ 1979ع تي نامنظور ڪيو ويو. پاڪستان جي صدر اُن مقدمي ۾ ڇُراند نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي، تنهنڪري توهان کي هاڻي ڦاهي ڏيڻ جو فيصلو ٿيو آهي.‘
جيل سُپرنٽينڊنٽ جڏهن اُهو حُڪم پئي ٻُڌايو، ته ڀُٽو صاحب ساڳئيءَ طريقي سان ڪنهن گهبراهٽ يا پريشانيءَ بغير ليٽيل ئي رهيو. بلڪ هُن جي جسم ۽ چهري تي ڪُوملتا ۽

مُرڪ نروار ٿي. اُن وقت آئون هُن جي پيرن سان لڳ اُلهندي پاسي ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ سندس پيرن جي اوپرندي طرف بيٺل هو. پُٺي صاحب جنهن ٿڌي دل سان پنهنجي ڦاهيءَ جي خبر ٻُڌي، تنهن تي آئون نه رڳو اچرج ۾ پئجي ويس، بلڪ منهنجي ضمير مون سان بغاوت به پئي ڪئي. مون پنهنجي پاڻُ کي چيو پئي، ته اسان اُن اڳواڻ کي ڦاهي پيا ڏيون، جيڪو پنهنجي موت جي خبر کي ايڏي ٿڌي دل ۾ لاپرواهيءَ سان ٻُڌي پيو. مونکي پنهنجي اندران آواز ٻُڌڻ ۾ پئي آيو، ته هِن شخص جو موت، اسان جي قوم ۾ مُلڪ لاءِ سڀ کان وڏو الميو ثابت ٿيندو. مون شايد زندگيءَ ۾ پهريون پيرو پاڻُ تي هر قسم جو ضابطو ختم ٿيندي پئي پاتئيو. پُٺي صاحب جيل سپرنٽينڊنٽ جي اکين ۾ گهُوريندي حاڪماڻي انداز ۾ انگريزيءَ ۾ چيو، جنهن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو:

’ڦاهيءَ کان چوويهه ڪلاڪ اڳ مُختيار ۾ پڪي ٺوس حُڪم ذريعي مونکي ٻُڌائڻ گهُربو هو، پر ايئن نه ڪيو ويو. جڏهن ته جنهن وقت اڄ ساڍي يارهين وڳي منهجي ڌيءَ ۾ گهرواري مون سان ملڻ آيون، ته کين به اُن ڳالهه جو پتو نه هو. مون جيل سپرنٽينڊنٽ کي گهُرايو ۾ کيس ضروري وضاحت لاءِ چيم، تڏهن هُن مونکي غير مشروط طور ٻُڌايو، ته منهنجي ڦاهيءَ جو حُڪم کيس ملي چُڪو آهي،

جيڪو وٽس موجود آهي. هُن مونکي اِهو به ٻُڌايو، ته منهنجا ٻيا مائٽ، جن ۾ منهنجي ڀيڻ منورالسلام ۽ سئوٽ ممتاز علي ڀُٽو، منهنجي گهرواري ۽ ڌيءَ جي وچڻ ڪان پوءِ مون سان ملندا. هُن مونکي اِهو به ٻُڌايو، ته ملاقاتين کان پوءِ هُو پاڻُ ٻنپهرن جو هڪ لڳي پنجاھ منٽن تي منهنجي وصيت ڪٽي ايندو. گڏوگڏ منهنجي ڦاهيءَ جو لکيل حُڪم مونکي اجا تائين نه ڏيکاريو ويو آهي. آئون پنهنجن وڪيلن سان ٽُرت ملڻ گهُران ٿو. منهنجي ٻين مائٽن کي مون سان ملڻ جي اجازت ڏيڻ گهُربي هئي. منهنجي ڏندن ۾ ڏاڍو سُور آهي ۽ آئون پنهنجي ڊاڪٽر محترم ظفر نيازيءَ سان هڪدم ملڻ گهُران ٿو.'

ڀُٽي صاحب جي انهن ڳالهين کان هڪدم پوءِ مئجسٽريٽ درجو پهريون محترم بشير احمد خان پنهنجي سُجاڳي ڪرائي ۽ ڀُٽي صاحب کي چيائين، ته جيڪڏهن هُو چاهي، ته پنهنجي وصيت لکي سگهي ٿو، جنهن لاءِ ڪاغذ، پين وغيره به ڏنا ويندا. هتي جيل سپرنٽينڊنٽ جو سرڪاري نياپو ختم ٿيو ۽ جماعت وچڻ لڳي. منهنجي اُن وقت عجيب حالت هئي. آئون ٿوررڙو وائڙو هوس، ايئن پئي پانيم، چڻ آئون پٿر بڻجي ويو هُجان. ايتري ۾ ڀُٽو صاحب اُٿيو ۽ پهرين وِڪ سان هُو ئي ٽِڙيو. مون هُن کي ٻانهن مان جهلي ڪيس

سهارو ڏنو. اوڏيءَ مهل هُو چوڻ لڳو: منهنجي پيٽ ۾ ڏاڍُو سُور آهي.
هُن جيئن پنهنجي پاڻُ کي سنڀاليو، ته چوڻ لڳو: رفيع، آئون ٺيڪ آهيان. مون هُن کي چيو: توهان جي همت فولادي ته ٿي سگهي ٿي، پر سَرير کي سگهه لاءِ کاڌو اوُس گهُرجي. توهان ڪيترن ڏينهن کان ڪجهه به نه کاڌو آهي. جنهن تي هُن مُنهنجي پُٺي ٺَپري. هُن ڏاڍي همت ڏيکاري. هُو تنهن وقت مُرڪيو پئي. اوترِيءَ دير ۾ جيل سپرنٽينڊنٽ کي، جيڪو ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري چڪو هو، هڪ وارڊر ٻُڌايو، ته هُن لاءِ ٽيليفون ڪال آهي. (اُهو ٽيليفون ڊيوٽي آفيسر ۽ جيل جي آفيس تائين محدود هو.) ڊاڪٽر ۽ مئجسٽريٽ به چوڌري يارمحمد پُٺيان ڪوٺيءَ مان ٻاهر هليا ويا هئا. پُٽي صاحب مُشقتي عبدالرحمان کي سڏ ڪيو، جيڪو هڪدم ڪوٺيءَ ۾ آيو. پُٽي صاحب هُن کي گرم پاڻي آڻڻ لاءِ چيو، ۽ چوڻ لڳو: آئون ڏاڙهي ٺاهڻ چاهيان ٿو. (ڏگهي بُک هڙتال دؤران هُن ڏاڙهي ٺاهڻ ڇڏي ڏني هئي.) پوءِ چيائين: آئون واهيات مُلو نه آهيان، جو اهڙيءَ حالت ۾ اللهه تعاليٰ سامهون وڃان. پُٽي صاحب، مُشقتيءَ کي گرم پاڻي آڻڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ مون ڏانهن نيان ڏيندي چيائين: رفيع، هيءَ کهڙو ناٽڪ رَچايو پيو وڃي؟

مُنهنجي ڪجهه گهڙين جي ماٺ کان پوءِ وري هُن چيو: رفيع، هي ڪهڙو ناٽڪ رَچايو پيو وڃي؟ مون جواب ڏنو: سائين، مون پلا ڪڏهن توهان سان ڪو پوڳ ڪيو آهي؟ هُن هڪدم چيو: تنهنجو ڇا مطلب آهي؟ وري ورجايائين: تنهنجو مطلب ڪهڙو آهي؟ مون وراڻيو: سائين، آخري حُڪم ملي ويو آهي، اڄ توهان کي ڦاهي ڏني پئي وڃي.
محترم ڀُٽي ۾ ڀهريون پيرو مون پَؤ ۽ اچرج جا آثار ڏٺا. هُن تيزيءَ سان پنهنجو هٿ لوڏيندي چيو: بس ختم، بس ختم.
مون جواب ڏنو: جي سائين.
ڀُٽي صاحب جون اکيون ڏَپُ ۽ گهبراهٽ سان ڇڻ ڦاٽي پيون هُجن. هُن جي مُک تي پيلاڻ ۽ ساڻائي پڌري ٿي، جيڪا مون اڳ ۾ ڪڏهن به نه ڏٺي هئي. آئون اُن حالت کي صحيح ڇاڻائي نٿو سگهان.
هُن چيو: ڪنهن وقت؟ ۽ پوءِ چيائين: اڄ؟ مون پنهنجي هٿن جون ست آڱريون هُن جي سامهون ايئن ڪيون، جيئن ڪو جمپ ماسٽر پيراشوٽ ڇال ڏيڻ کان اڳ هٿن سان وقت ٻُڌائي ٿو.
هُن چيو: ستن ڏينهن کان پوءِ.
مون سندس ويجهو وڃي ڀُڻڪيو: سائين، ڪلاڪ.
هُن چيو: اڄ رات ستن ڪلاڪن کان پوءِ. مون پنهنجو ڪنڌُ لوڏيندي ها ۾ جواب ڏنو.

ڀُٽي صاحب کي جڏهن پنڊي جيل ۾ آندو ويو، تنهن وقت هُو سگهارو ۽ اَڏول ڀٽيل هو، پر اُن مهل هُو بلڪل ٿڪل، وياڪل ۽ ساٽُائيءَ ۾ ڏسڻ ۾ پئي آيو، جنهن ڳالهه مونکي جيون جي سچائيءَ سان مُڪاميلو ڪرايو.

ڪجھ گهڙين جي وِٿيءَ کان پوءِ هُن چيو: رفيع، بس! مون پنهنجو ڪنڌُ لوڏيندي ها جو اشارو ڪيو.

ڪجھ گهڙين جي ماٺار کان پوءِ مون ڀُٽي صاحب کي ٻُڌايو، ته بيگم نُصرت ڀُٽي ۽ محترمه بينظير ساڻس پچاڙڪي ملاقات کان پوءِ مون سان ملاقات ڪئي هئي، ۽ مون هُنن جي اپيل جنرل ضياءَالحق صاحب تائين پهچائڻ ۾ پنهنجو ڪردار نڀايو. اُن دؤران ڀُٽو صاحب مونکي گهبراهٽ ۾ ويتر هِيٺو ڏسڻ ۾ آيو. مون هُن کي سهارو ڏيئي ڪوٺيءَ ۾ پيل ڪُرسيءَ تي ويهارڻ چاهيو. هُن ويهڻ مهل مونکي اشارو ڪيو، ته هُن بجاءِ آئون ويهان، پر مون هُن کي زبردستي ڪُرسيءَ تي ويهاريو ۽ ويجهو ڪُنڊ ۾ پيل ڪموڊ جي ڍَڪڻ کي مٿان بند ڪري اُن کي ڪنيم ۽ هُن جي ڪُرسيءَ سامهون رکي مٿس ويهي رهيس ۽ بيگمن جي اپيل جو قصو هُن کي ٻُڌايم ۽ اُميد ڪيم، ته شايد بيگم صاحب هيستائين جنرل ضياءَالحق صاحب سان ملي چُڪي هوندي ۽ اُميد ڪريان ٿو، ته الله ڪا سُٺي حالت پيدا ڪري. بهرحال مون پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪئي

آهي. محترم پُٽو جذبن پٽاندر پنهنجيءَ ڪُرسيءَ تان اڳتي وڌيو ۽ مونکي پنهنجي پاڪرُ ۾ ورتائين ۽ چيائين: تون بهادر آهين، ڪاش آئون توکي اڳ ۾ ڄاڻان ها. اُن حالت ۾ مون هُن جي سَرير ۾ هلڪي ڏَڪڻي کي پانيو، پر هُن جي گهٻراهٽ گهڻي گهڻجي چُڪي هئي ۽ مون کيس اٽڪل رواجي حالت ۾ ڏٺو.

ٿوري وِٿيءَ کان پوءِ پُٽڪندي چيائين: منهنجي وڪيلن هن مقدمي کي خراب ڪيو آهي. يحييٰ بختيار منهنجي ڦاهيءَ جو ذميدار آهي. هُو مونکي غلط ڀُڏائيندو رهيو. هُن اِن مقدمي جو بيڙو ٻوڙيو آهي. هُن سدائين دوکو ڏنو.

پوءِ چوڻ لڳو: منهنجي پارٽيءَ کي مُئل پُٽي جي گهُرج هئي، جيئري پُٽي جي نه. جڏهن آئون ڏُڪارو ٿيس، ته هُن منهنجا هٿُ جهلي چيو: مونکي ڏُک آهي، جو منهنجي وڪيلن جو ورتاءُ توهان سان سُٺو نه هو. مون هڪدم چيو: نه سائين، هنن مون سان ڪا زيادتي نه ڪئي. هُن وراڻيو: عبدالحفيظ پيرزادي ۽ يحييٰ بختيار تنهنجي خلاف پريس ۾ بيانَ ڏنا. مون جواب ۾ وراڻيو: مون کان ڪابه پُڇا ڳاڇا نه ٿي، تنهنڪري توهان اُن ڳالهه تي هرگز نه ويچاريو.

هُن منهنجي سڀاجهائپ ۽ ساڻس سدائين سُٺي ورتاءُ تي ٿورو مڃيو. مون به هُن جو ٿورو مڃيندي کيس ياد ڏياريو، ته هُو پنهنجي وصيت لکڻ شروع ڪري. هُن چاهيو پئي، ته آئون

وٽس ويهان، پر مونکي سخت هدايتون مليل هيون، ته هُن سان اڪيلو نه ملان. جيتوڻيڪ هُن سان ٿورڙو وڌيڪ وقت گهارڻ ڏاڍو لاڀائتو ثابت ٿئي ها ۽ آئون گهڻو ڪجهه اُن نازڪ گهڙيءَ ۾ ٻُڌي سگهان ها. اوڏيءَ مهل هڪ وارڊر ڪجهه ڪاغذ ۽ ڪجهه لکڻ جو سامان کڻي اندر آيو ۽ آئون نه چاهيندي به هُن جي مرضيءَ جي اُبتڙ ڪوٺيءَ مان ٻاهر نڪري آيس.
جيئن ته آئون اڳ ۾ به ڪيئي ڀيرا لکي چُڪو آهيان، ته ڀُٽي صاحب کي ڪڏهن به ڦاهيءَ جي ڦندي تائين وڃڻ جو ويچار به نه آيو هو ۽ هُو اُن مقدمي کي سدائين هڪ سياسي ناٽڪ ئي سمجهندو رهيو. 3 اپريل تي هُن جي گهرواري ۽ سندس ڌيءَ کي پتو پئجي ويو هو، ته حڪومت هُن کي ڦاهي ڏيڻ جو فيصلو ڪري چڪي آهي، پر ڀُٽي صاحب کي اجا تائين سڀ ڪجهه ڏيکاءُ ئي پائنڊ ۾ پئي آيو، ڇوته جيل اختيارين طرفان ڦاهي ڏيڻ کان ست ڏينهن اڳ هُن کي سرڪاري ڄاڻُ نه ڏني وئي هئي. بيگمن جي انٽرويو مهل ڀُٽي صاحب جڏهن جيل سپرنٽينڊنٽ کي پاڻُ وٽ گهُرايو ۽ پُڇيائين، ته مون سان منهنجي ٻين مائٽن جي ملاقات ڪڏهن ٿيڻي آهي، ته کيس ٻُڌايو ويو، ته بيگمن جي ملاقات کان پوءِ ٿيندي. جيل سپرنٽينڊنٽ اِهو به ٻُڌايو هو، ته به وڳي ٻنپهرن ڌاري هو هُن کان وصيت لکرائڻ لاءِ ايندو. جڏهن

هُن پنهنجي ڦاهيءَ جي حُڪم بابت پُڇيو، تڏهن به ڪيس اِهو ٻُڌايو ويو هو، ته لکيل حُڪم جيل سپرنٽينڊنٽ کي ملي چُڪو آهي، جيڪو هُن جي زال کي ملاقات ختم ٿيڻ کانپوءِ ڏيکاريو ويندو.
نيٺ، شام جو ڇهين بجي کان هڪدم پوءِ سرڪاري اختيارين هُن کي سرڪاري طور سڀ ڪجھ ٻُڌائي ڇڏيو، تڏهن به ڪيس ڪجھ شڪ ضرور ٿيو هوندو. پر جڏهن هُن مون کان اڪيلائيءَ ۾ پُڇيو، ته هيءَ کهڙو ناٽڪ رَچايو پيو وڃي ۽ موٺ ۾ مون کُليو ٻُڌايو، ته هاڻي ڪنهن به شڪ جي ڪا گُنجائش نه آهي، تڏهن آئون پانيان ته هُن جو مون تي پُورو پروسو هئڻ سبب هُن پاڻُ کي موت آڏو موجود ڏٺو هو. آئون سمجهان ٿو، ته نيٺ ڀُٽو صاحب به ماڻهو ئي هو، سو موت کي سامهون ٿيڻ مهل گهبراهٽ فطري ڳالھ آهي.
سرڪاري عملدارن ۽ منهنجي طرفان ڪوٺيءَ مان وڃڻ کان پوءِ هُن ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ خواجا غلام رسول، جنهن کي مون سياڻو، ڀُنيپير ۽ ڏاهو جيل عملدار ٿي ڄاتو، جي نگرانيءَ ۾ شام ستين لڳي پنجن منٽن تي ڏاڙهي ٺاهي. ڏاڙهي ٺاهڻ مهل هُن ڊپٽيءَ سان هيٺيون ڳالهيون ڪيون:
محترم ڀُٽو صاحب: ڊپٽي صاحب، توهان ماڻهن کي اهڙو اڳواڻ ڪٿي نه ملندو. پر توهان کي اهڙن ماڻهن جي ګهُرج ئي نه آهي، گهُرج ته غريبن کي هئي. آئون موچي دروازي

۾ موچين آڏو تقريرون ڪندو هوس، چوته آئون پاڻُ موچي آهيان. توهان غريب ماڻهن کان سندن اڳواڻ ڦُريو پيا. آئون انقلابي آهيان- غريبن جو حامي. يار مونکي مارڻو ئي هو، ته پوءِ ٻن ورهين تائين ايڏو هلاڪ ڇو ٿيا آهيو. منهنجي اهڙي عزت ڇو نه ڪئي، جيڪا سڄي دُنيا ۾ آهي. مونکي ڪنهن ريسٽ هائوس يا ڪنهن ڪوٺيءَ ۾ رکو ها ۽ عزت سان ماري ڇڏيو ها. اڄ اسلامي ڪانفرنس جي چيئرمين کي، جنهن کي سڄي دُنيا جي مسلمانن چونڊيو آهي، پنهنجي مرضيءَ سان ڏاڙهي ٺاهڻ جي به اجازت نه آهي. گڏُ بيٺو آهين، ته متان آئون بليڊ سان پاڻُ کي ڇَهڪُ نه ڏيان. ٻي ڳالھ، ها توکي يار مون ڏاڍو تنگ ڪيو آهي. مونکي معاف ڪجانءِ. ٻين ڏوهارين کان ڪُوڙ، بڪواس ڪرائي، مونکي ڦاهي جي ڦندي تي چڙهائڻ گهُرو ٿا، ۽ وري اُنهن ڏوهارين کي ڇڏڻ چاهيو ٿا.
پوءِ هُن ٻاهر بيٺل سپاهيءَ کي گهُرايو ۽ ڊپٽي صاحب کي چيائين: منهنجي مرڻ کان پوءِ هيءَ گهڙي هِن سپاهي کي ڏئي ڇڏجانءِ. ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جواب ڏنو: ٺيڪ آهي سائين. (اُن وقت فوج جو گارڊ به اچي چڪو هو، ۽ اهو جوان حوالدار مهدي خان 27 پنجاب جو هو.)
شام جو اَٺ لڳي پنجن منٽن تي جڏهن مُشقتي عبدالرحمان، ڀُٽي صاحب جي چوڻ تي کيس ڪافيءَ جو ڪوپ ڏنو ٺاهي

ڏنو، ته پُٽي صاحب جي اکين ۾ مان ڳوڙها لڙي پيا، ۽ هُن مُشفتيءَ کي چيو: رحمان، مون کان ڪا غلطي ٿي هُجي، ته مونکي معاف ڪجانءِ. ڦاهيءَ ته ضرور ملڻي آهي، سو اڄوڪي منهنجي پڇاڙڪي رات تو سان گڏ گهارڻي آهي. آئون رُڳو ڪجھ ڪلاڪن لاءِ تنهنجو مهمان آهيان.

پُٽو صاحب اٺ لڳي پندرهن منٽن کان نَوَ لڳي چاليهن منٽن تائين پنهنجي وصيت لکندو رهيو. پوءِ هُو اٽڪل ڏھ منٽ (نَو لڳي چاليهن منٽن کان نَو لڳي پنجاھ منٽن تائين) ٽيبل تي شيشو، ڦڻِي، وارن جو بُرش، تيل جي بوتل ۽ مُصلو، ويهاڻو وڇائي اُن مٿان رکندو ۽ کين هٽائيندو رهيو.

هُن پوءِ نَو لڳي پنجونجاھ منٽن تائين پنهنجا ڏند بُرش سان اُجرا ڪيا، هَٿُ مُنهن ڌوتا، ۽ ڦَڻِيءَ سان وارن کي سنواريائين.

پوءِ اٽڪل پنجن منٽن تائين سِگار ۽ ڪجھ سڙيل ڪاغذن جي رَک کي هڪ ڪاغذ سان صاف ڪندو رهيو.

پيهر رات جو ڏھ لڳي ڏهن منٽن کان يارهن لڳي پنجن منٽن تائين لکندو رهيو. پوءِ هُن سمورن لکيل ڪاغذن کي، مَهٽي، نِپوڙي ساڙي ڇڏيو. سڙيل ڪاغذن جي رَک سڄي ڪوٺيءَ ۾ ڦهلجي ويئي. هُن مُشفتي عبدالرحمان کي گهُرايو ۽ کيس ڪوٺيءَ جي صفائيءَ لاءِ چيائين. هُن سپاهيءَ کان پُڇيو: ڪيترو وقت بچيو ويو آهي. سپاهي جواب ڏنو:

سائين، اجا گهڻو وقت آهي. چوڻ لڳو: ڪيترو؟ هڪ ڪلاڪ.... ٻه ڪلاڪ... پر سپاهي ماٺ رهيو. پوءِ پاڻُ ئي چيائين: ٻه ڪلاڪ سُمهي سگهان ٿو. سپاهي وراڻيو: جي سائين. پوءِ چيائين: ٻلا وچ ۾ جاڳائيندين ته نه.
يارهن لڳي ڏهن منٽن تي ڪوٺي کولي وئي ۽ مُشقتي عبدالرحمان اندر ويو ۽ بُرش سان فرش صاف ڪيائين ۽ سڄي رَڪ ٻاهر ڪڍي چڏيائين. پوءِ ڪوٺي بند ٿي ۽ ڀُٽو صاحب سانت سان ليٽي پيو.
يارهن لڳي پنجويهن منٽن تي چيائين: آئون ڪوشش ڪريان ٿو، ته ٿوري دير سُمهي وٺان، چوته آئون ڪالهه رات به نه سُتو هوس. هونئن مونکي پتو آهي، ته توهان مونکي ٻارهين وڳي جاڳائيندا. ڪجهه گهڙيون ليٽڻ کان پوءِ هُن صنم، صنم سڏيو.
يارهن لڳي پنجاهه منٽن تي اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ مجيد احمد قريشي ۽ ڪاظم حُسين بلوچ آيا. هُنن ٻاهران ئي ڀُٽي صاحب کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هُو نه جاڳيو. محترم قريشي جيل آفيس ۾ ٽيليفون ڪري پُڇيو، ته ڇا ڪيو وڃي. هُنن کي ٻُڌايو ويو، ته ڪوٺي کولي، اندر وڃي، ڀُٽي صاحب کي جاڳايو وڃي. محترم قريشي ڪوٺي کولي اندر ڀُٽي صاحب کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هُن ڪوبه جواب نه ڏنو. محترم قريشي ٽيليفون تي آفيس ۾ ڄاڻُ ڏني،

ته ڀُٽو صاحب کو جواب نه پيو ڏئي، ڄڻ هُو بيهوش هُجي. مونکي اُن ڳالهه تي کافي ڳڻتي ٿي، ڇوته منهنجن فرضن مان هڪڙو فرض اِهو به هو، ڀُٽو صاحب ڪنهن به حالت ۾ آپگهات نه ڪري.

رات جو ٻارهن ٿيڻ کان هڪ منٽ اڳ آئون جيل سپرنٽينڊنٽ، جيل ڊاڪٽر ۽ مئجسٽريٽ کي وٺي سيڪيورٽي وارڊ جي ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿيس. ڀُٽو صاحب ڪوٺيءَ ۾ بستري تي اُتر- ڏکڻ کاٻي پاسي ليٽيل هو ۽ سندس مُنهن ڪوٺيءَ جي دروازي طرف هو. جڏهن ڪوٺيءَ جو تالو کوليو پئي ويو، ته چوڌري يار محمد ۽ جيل ڊاڪٽر جي چوڻ موجب هُنن ڏٺو، ته ڀُٽي صاحب پنهنجي هڪڙي اک کولي اسان سڀني کي ڏٺو ۽ پوءِ وري اک بند ڪري ڇڏي هئي. مون ۽ چوڌري يار محمد اندر داخل ٿي، ڪيئي ڀيرا ڀُٽو صاحب جو نالو وٺي کيس سڏيو، پر هُن ڪا وراڻي نه ڏني. مون جيل ڊاڪٽر صغير حسين شاهه کي چيو، ته هُو ڀُٽي صاحب کي تپاسي. ڊاڪٽر ڀُٽي صاحب جي رڳ ڏٺي ۽ پوءِ اسٽيٿوسڪوپ سان هُن جي ڇاتيءَ جو معائنو ڪيو ۽ سندس اکين کي ڏسي اُٿي بيٺو، ۽ مونکي ڪَن ۾ ٻُڌايائين، ته ڀُٽو صاحب ٺيڪ آهي. مون ڀُٽي صاحب کي وري آواز ڏنو، پر هُن ڪو جواب نه ڏنو. مون هُن تي ٿورو جهُڪي سندس ڪُلهي کي لوڏيو ۽ کيس وري

سڌ ڪيم، پر ڪا موٽ نه ملي. مون ڊاڪٽر کي وري ڪيس
ٻيهر تپاسڻ جو چيو. ڊاڪٽر هڪ ڀيرو وري هُن جي رڳ
۽ ڇاتيءَ جو معائنو ڪيو ۽ اُٿي منهنجي ڪَن ۾ ڀُڻڪندي
چيائين: هُو بلڪل ٺيڪ آهي. مون ڊاڪٽر کي ڪوٺيءَ مان
ٻاهر سڏايو ۽ دالان ۾ کانئس پُڇيو: ڀُٽو صاحب جواب ڇو
نه پيو ڏئي؟ ڊاڪٽر مونکي پڪ ڏني، ته ڀُٽو صاحب بلڪل
ٺيڪ آهي ۽ آئون ڳڻتي نه ڪريان. پوءِ چوڌري يارمحمد
مونکي ٻُڌايو: جڏهن دروازي جو تالو کوليو پئي ويو، ته
ڀُٽي صاحب هڪ اک کولي اسان سپني کي ڏٺو هو ۽ پوءِ
اک بند ڪري ڇڏي هئي. هُو اجايو مڪر پيو ڪري ۽
بلڪل ٺيڪ آهي. ڊاڪٽر به جيل سپرنٽينڊنٽ جيان ٻُڌايو:
هُن به ڀُٽي صاحب جي هڪ اکُ کليل ۽ بند ٿيندي ڏٺي هئي.
هُن جو دل، رَڳ ۽ اکين جون پُتليون بلڪل ٺيڪ آهي ۽
هُو اِهو سڀ ڪجھ مڪر طور پيو ڪري. مون ڊاڪٽر کي
چاٽايو: جيڪڏهن ڀُٽي صاحب کي ڪجھ ٿيو، ته اُن ڳالھ
جو هُو ذميدار هوندو. ۽ هُن کي فوجي طريقي سان حُڪم
ڏنم، ته هُو ڀُٽي صاحب کي وري تپاسي. ڊاڪٽر صاحب
منهنجي چوڻ تي ٽيون ڀيرو ڀُٽي صاحب کي تپاسيو ۽ دالان
۾ اچي مونکي ٻُڌايائين: ڪرنل صاحب، توهان ڳڻتي نه
ڪريو. ڀُٽو صاحب بلڪل ٺيڪ آهي ۽ هُو ڄاڻي ٻُجهي ائين
پيو ڪري. مون ڊاڪٽر، محترم قريشي ۽ محترم بلوچ کي

سيڪيورٽي وارڊ ۾ ئي رهڻ ڏنو ۽ اسان واپس آفيس آياسين.
ايندي ئي مون ڊاڪٽر صاحب کي وري چيو، ته ڪجھ منٽن کان پوءِ هُو ڀُٽي صاحب کي وري تپاسي.
رات جو هڪ لڳي ڏهن منٽن تي ڀُٽو صاحب پاڻُ اُٿي ويٺو. محترم قريشي هُن کي ٻُڌايو، ته وهنجڻ لاءِ گرم پاڻي موجود آهي، پر ڀُٽي صاحب جواب ڏنو، ته هاڻي هُو وهنجڻ نٿو چاهي.

ڀُٽي کي ڦاهي

حُڪم موجب ڀُٽي صاحب کي 3/4 اپريل 1979ع جي وچ واريءَ رات جو ٻه وڳي، انسپيڪٽر جنرل جيل جي موجودگيءَ ۾ ڦاهي ڏيڻي هئي. انسپيڪٽر جنرل جيل چوڌري نظير اختر راولپنڊي جيل ۾ 3 اپريل تي صبح کان موجود هو. هُو پهرين اپريل جي شام جو راولپنڊي کان آيو هو. ڀُٽي صاحب جي بگهي بُک هڙتال، جنهن تي اڳ ۾ آئون لکي چڪو آهيان، سبب هُن جي جسماني حالت ڏسي هڪڙي ڏولي به گهُرائي وئي هئي، ته جيڪڏهن هُو ڦاهي گهاٽ تائين پنڌُ ڪري نه وڃي سگهي، ته هُن کي اُن تي ليٽائي کنيو ويندو. ڪجھ برندڙ گولن جو به بندوبست ڪيو ويو هو، چوته اُن رات آڪاش ۾ گهاٽا ڪڪر به موجود هئا، ۽ رات چڱي انڌاري هئي. هيٺ ڄاڻايل عملدار رات جو هڪ لڳي پنجٽيهن منٽن تي سيڪيورٽي وارڊ ۾ ويا:

سپرنٽينڊنٽ جيل چوڌري يارمحمد
ڪمانڊر سيڪيورٽي فورس ليفٽيننٽ ڪرنل رفيع الدين
مئجسٽريٽ درجو پهريون ڊسٽرڪٽ ڪورٽ راولپنڊي
بشير احمد خان
راولپنڊي جيل ڊاڪٽر صغير حُسين شاهه
ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جيل خواجا غلام رسول
جڏهن ته اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ جيل مجيد احمد قريشي، ڪاظم حُسين بلوچ، محابت خان ۽ سپرنٽينڊنٽ جيل جي چوڻ موجب ڪجهه وارڊر به سيڪيورٽي وارڊ جي دالان تائين مٿي چاڙهايل عملدارن پويان ويا. انسپيڪٽر جنرل جيل چوڌري نظير اختر آفيس مان سِڌو موت جي کوهه ڏانهن هليو ويو. سيڪيورٽي وارڊ، ڦاهي گهاٽ ۽ اُن جي وچئين رستي تي فوج جا واڌو گارڊ به مقرر ڪيا ويا هئا.
مٿي چاڙهايل پارٽي ڀُٽي صاحب جي ڪوٺيءَ ۾ وئي. ڀُٽو صاحب بستري تي ليٽيل هو ۽ جاڳيو پئي. مئجسٽريٽ محترم بشير احمد خان، ڀُٽي صاحب کان پُڇيو: ڇا هُو ڪا وصيت لکيت ۾ ڏيڻ چاهي ٿو. پر ڀُٽو صاحب بلڪل ماٺ رهيو. ڀُٽي صاحب جو رنگ بلڪل ڦِڪو ۽ پيلو ٿي ويو هو ۽ هُو جسماني طور ساٽائپ ۾ هو. هُن جو آواز جهِيڻو ۽ ڪِنجهندڙ هو، تنهنڪري چِٽو ٻُڌڻ ۾ نه پئي آيو. هُن ڪوشش ڪري چيو:

’مون... ڪوشش... ڪئي... پر.... منهنجا.... ويچار.... ايترا... وِڪريل... هئا.... جو آئون... لکي.... نه.... سگهيس.... مون... اُن.... کي... ساڙي... ڇڏيو.‘

مون ويجهو وڃي پُٽي صاحب کي چيو: سائين توهان پاڻُ پنڌ ڪري هلندا، يا توهان کي اسان کڻي هلون. هُن مونکي ڪا ورندي نه هئي، بلڪ منهنجي اکين ۾ گهوريندو رهيو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ مون اُن ساڳئي جملي کي ورجايو. هُو مونکي ساڳيءَ ريت گهوريندو رهيو ۽ پوءِ چيائين: مونکي... ڏُک... آهي. (هُن ڪجهه چيو، پر اسان مان ڪوبه ڪجهه نه سمجهي سگهيو.)

مون اڳتي وڌي مٿس جهُڪي چيو: معاف ڪيو، آئون توهان جي ڳالهه سمجهي نه سگهيس. هُن به ساڳيو جملو ورجايو، پر آئون پڇاڙڪا هڪ به لفظ پوءِ به سمجهي نه سگهيس. آئون هُن جي چهري تي پوريءَ طرح جهُڪي ويس، ۽ وري کيس چيم: معاف ڪجو، آئون توهان جي ڳالهه کي سمجهي نه سگهيس.

هُن ڏاڍي هيٺائپ ۽ اَٽڪندي چيو: مونکي ڏُک آهي، منهنجي گهرواري هتي موجود نه آهي.

اُها اَٿاهه ڳُٽتي، ويڳاڻپ ۽ هيانءُ ڏاريندڙ حالت هئي. آئون پُٽي صاحب جي جواب سان ماٺ ٿي ويس. شايد هُن اُهو چوڻ پئي چيو، ته هُو پنڌُ هلي نٿو سگهي، پر هُن اهو هرگز

نه پئي چاهيو، ته کيس ٽنگوٽالي ڪري ڪنيو وڃي. شايد هُن اُهو سوچيو پئي، ته جيڪڏهن سندس گهرواريءَ اُتي موجود هُجي ها، ته هوءَ کيس سهارو ڏيئي هلي ها.
آئون هُن جي اُن ڏنل جواب سان بلڪل ساڳُو ئي بيوس بڻجي ويس.
مئجسٽريٽ ٻيهر اڳتي وڌي پُٽي صاحب کان پُڇيو، ته توهان ڪجھ وصيت ڪرڻ چاهيو ٿا. پر هُو ماٺ رهيو. مئجسٽريٽ ٻيهر پُڇيو، ڇا توهان وصيت لکرائڻ چاهيو ٿا.
هُن جواب ڏنو: ها... آئون... لکرائڻ... چاهيندس.
اُن گهڙيءَ وقت ختم ٿي چُڪو هو ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ هيڊ وارڊر کي حُڪم ڏنو، ته هُو پنهنجا ماڻهو اندر وٺي اچي ۽ محترم پُٽي کي ٽنگوٽالي ڪري ڏوليءَ ۾ کڻن. چار وارڊر اندر داخل ٿيا ۽ ٻن ڄڻن پُٽي صاحب جون ٻانهون ۽ ٻن سندن پيرُ ۽ ٽنگون جهلي کيس مٿي ڪنيو. جڏهن هُن کي ڏوليءَ ۾ ليٽائڻ لاءِ مٿي ڪنيو پئي ويو، ته هُن چيو: مونکي ڇڏيو. جڏهن پُٽي صاحب کي ڪوٺيءَ مان ٻاهر ڪڍيو پئي ويو، ته سندس چيلهه اٽڪل فرش سان پئي لڳي. هُن جي قميص جو پويون ڇاڪُ، انهن وارڊرن جيڪي کيس ٽنگن مان جهليو بيٺا هئا، جي پيرن هيٺ آيو، ته قميص ڦاٽڻ جو آواز آيو. مون اُن قميص جو معائنو ته نه ڪيو، پر شايد اُها ٻانهُن جي هيٺ تائين ضرور اُڌيڙجي ويئي هوندي يعني ٿانڪا

ڪُلي ويا هوندا. دالان ۾ هُن کي ڏوليءَ تي ليٽايو ويو. هُن
جي ٻنهي هٿن ۾ سندس پيٽ سامهون هٿڪڙي هنئي وئي.
ايتري دير ۾ مُشقتي عبدالرحمان چاءِ جي پيالي کڻي سامهون
آيو، جنهن لاءِ ڀُٽي صاحب اسان جي داخل ٿيڻ کان اڳ شايد
کيس چيو هو. آئون اِهو سڀ ڪجھ ڏسي اچرج ۾ هوس، ته
اللھ تعاليٰ جو شان ته ڏسو، جو جيل جي ديوار پارَ
وزيراعظم هائوس ۾ ڀُٽي صاحب جيڪو به چاهيو، سو دُنيا
جي ڪنهن به حصي مان هُن کي هڪدم گهُرائي ڏنو ويو
۽ وري اڄ هُن جي اُها آخري ۽ عام خواهش به پوري نه
پئي ٿئي، جو هُو چاءِ جي پيالي به پي سگهي.
چئني واربرن ڏوليءَ کي چئني ڪُنڊن کان سوگهو جهلي
کنيو. ڀُٽي صاحب پنهنجو ڪَنڌُ ڪُلهي تي لاڙي مٿي اوچو
ته رکيو، پر هُو هوندئن به بلڪل بيوس رهيو. هُن جا پير
پيلا ڏسڻ ۾ آيا پئي، چڻ جسم ۾ رَت بلڪل گهٽجي ويو هُجي.
ڪوٺيءَ جي اٽڪل ٻه سؤ يا اڍائي سؤ گز ڦاهي گهاٽ تائين
هُو بلڪل ماٺ رهيو ۽ ڪابه چُرپُر نه ڪيائين. ڦاهيءَ
واري هنڌ واربرن ڏوليءَ کي زمين تي رکيو. ۽ جنهن مهل
ٻن ڄڻن ڀُٽي صاحب جي بغلن هيٺان هَٿُ ڏيئي سندس واهرُ
ڪئي ۽ ته هُو ڦاهيءَ جي تختي تي سِڌو ٿي بيهي رهيو.
آئون ڀُٽي صاحب جي ويجهو ئي رهيس، رُڳو مون پنهنجا
پير ڪاٺُ جي ڦَٽي کان بچائي رکيا، پر منهنجا ڪَن هُن

جي چهري کان هڪ يا ٻه فُٽ ئي پري رهيا. ڀُٽي صاحب جي هٿن مان هٿڪڙي کڍي، هُن جون ٻانهون ۽ هٿ سندس چيلهه پويان جهٽڪي سان ڇڪي آندا ويا ۽ پوءِ منجهن هٿڪڙي هنئي وئي. اُن دؤران تارا مسيح هُن جي مُک تي ڪارو ڪپڙو چڙهايو. هُن کي شايد چهري تي چاڙهيل ڪاري ڪپڙي سبب ساهه کڻڻ ۾ ڏکيائي ٿي يا وري هٿن کي مروڙي جنهن مهل کين چيلهه پويان هٿڪڙي هنئي ٿي وئي، ته لوهه جي هٿڪڙيءَ سان هُن ڪَرايون دَٻجي ويون هيون، تنهن سبب کيس تڪليف ٿي، تنهنڪري هُن چيو: اهو مونکي.... شايد هُن اِهو چوڻ پئي چاهيو، ته اُن سان کيس تڪليف پئي ٿئي. آئون هُن جي بلڪل ويجهو هوس، يعني آئون تختي کان بچائيندي اڳتي ڏانهس ايترو جهُڪيل هوس، جو سندس وات ۽ منهنجي ڪنن ۾ مس هڪ- ٻه فٽ جو فاصلو هوندو، پر آئون هُن جي آخري ڳالهه پوري ٻُڌي نه سگهيس. ٺيڪ ٻه لڳي چئن منٽن تي، 4 اپريل 1979ع تي جلاد ڦاهيءَ ڏيڻ وارو گهوڙو دَٻايو، ته ڀُٽو صاحب جهٽڪي سان ڦاهيءَ جي کوهه ۾ وڃي ڪِريو. آئون ڏاڪڻين ذريعي لهي هيٺ کوهه جي کُليل پاسي ويس ۽ ڏٺم، ته ڀُٽي صاحب جو جسم ٿورڙو لُڏيو پئي، جيڪو مٿان کان هيٺ ڪِرڻ سبب هو، پر هُو اُن وقت مُئل حالت ۾ هو. آئون انسپيڪٽر جنرل جيل پرسان اُنهن ڪُرسين تي اچي

ويهي رهيس، جيڪي لٽڪيل لاش جيڪي سامهون رکيل هيون. مون ڏٺو، ته پُٽي صاحب جو ڪنڌُ سندس ڳچيءَ جي کاٻي طرف جهُڪيل هو، چوته ڦاهيءَ جي ڦَندي جو رَسو سندس ساڄي پاسي کان ٿورو مٿي لڳل هو.
پُٽي صاحب جي لاش جو ايئن لٽڪڻ منهنجي لاءِ نه وسارڻ جهڙو منظر آهي. آئون اڄ ڏينهن تائين جنهن به وقت اُن تي ويچاريان ٿو، ته منهنجا وار ڪاندارجي وڃن ٿا.
ڪجهه منٽن کان پوءِ مون ڪنهن کي کوهه ۾ پُٽي صاحب جي جسم کي لوڏيندي پاتئيو. مون چوڌري يارمحمد، جيڪو منهنجي پرسان ويٺل هو، کان پُڇيو، ته کوهه ۾ پُٽي صاحب جي لاش سان گڏ ڪير آهي؟ اُن بجاءِ مونکي انسپيڪٽر جنرل جيل ٻُڌايو، ته اِهو تارا مسيح آهي ۽ هٿن ۽ ٽنگن کي سِڌو پيو ڪري، ته جيئن جهٽڪي سبب پُٽي صاحب جو سَرير ڏيڍو نه ٿئي. (جڏهن آئون گُذريل شام جو انسپيڪٽر جنرل جيل ۽ جيل سپرنٽينڊنٽ سان گڏ اُن جي آفيس ۾ ويٺو هوس، ته ڪنهن اسسٽنٽ ٻُڌايو هو، ته پُٽي صاحب چيو آهي، ته هُن جي ڦاهيءَ کان پوءِ سندس گهڙي ڪوٺيءَ پرسان بيٺل سپاهيءَ کي ڏني وڃي. اُن ڳالهه تي چڱو چرچو ٿيو هو. انسپيڪٽر جنرل چيو، ته اُها گهڙي ڏاڍي قيمتي هوندي. گهٽ ۾ گهٽ ڪيئي هزار رپين جي ته هوندي. جيل سپرنٽينڊنٽ هڪدم چيو: اها قانوني طور هُن جي ملڪيت

هئڻ گهُرجي. مون اُن وقت سوچيو پئي، ته ڪنهن ٺيڪ چيو آهي: ٻڪر ڪي جِند جي، ڪاسائيءَ ڪي چرٻيءَ جي. مون اُن وقت ئي اهو چيو هو، ته اُها واچ ممڪن آهي پُٽي صاحب جي شاديءَ جي هُجي، هوندئن به اُن ڪي بيگم پُٽي ڪي سونپڻ ڪپي.) قانون موجب ڦاهيءَ کان پوءِ لاش کي ٿيهن منٽن تائين لٽڪڻ گهُرجي ۽ پوءِ ڊاڪٽر جي اهڙي سرٽيفڪيٽ کان پوءِ ته موت واقع ٿي چُڪو آهي، لاش کي لاٿو وجي ٿو. مونکي اوچتو ويچار آيو، ته پُٽي صاحب جي واچ ۽ سندس آڱر ۾ پيل مُندي لاهڻ کپي. مون اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ قريشي کي گهُرايو ۽ هُن کي چيو، ته پُٽي صاحب جي واچ ۽ مُندي لاٿي وجي. هُو پُٽو صاحب جي گهڙي ته لاهي کڻي آيو، پر چوڻ لڳو: پُٽي صاحب جي هٿن جي آڱرين ۾ مُندي پاتل نه آهي. پُٽو صاحب جڏهن به ويهي مون سان ڪچهري ڪندو هو، ته عام طور هُو پنهنجي مُنديءَ سان کيڏندو رهندو هو، يعني اُن کي پنهنجي آڱر جي چوڌاري ڦيرائيندو رهندو هو. مون محترم قريشيءَ کي ٻُڌايو، ته مون اڄ ئي هُن جي آڱر ۾ مُنديءَ کي ڏٺو هو. انسپيڪٽر جنرل جيل، محترم قريشيءَ کي گهُرايو ۽ چيائين، ته وجي تارا مسيح جي تلاشي وٺ. ٿوريءَ دير کان پوءِ محترم قريشي، پُٽي صاحب جي مُندي کڻي آيو ۽ ٻُڌايائين، ته اها تارا مسيح جي کيسي مان ملي آهي.

مون جيل سپرنٽينڊنٽ کي چيو، ته اِهي ٻئي شيون پاڻُ وٽ رکُ ۽ پوءِ بيگم نُصرت ڀٽو کي سونپجانءِ. گهڻن ڏينهن کان پوءِ منهنجي ساڻس ملاقات ٿي، ته هُن مونکي ٻڌايو، ته ڀُٽي صاحب جو سمورو سامان سندس واچ ۽ مُنڊي سميت نُصرت ڀُٽو کي سونپيو ويو هو.

**ڀُٽي صاحب جو دفن**

اڌ ڪلاڪ ڦاهيءَ تي لٽڪائڻ کان پوءِ ۽ جيل ڊاڪٽر جي سرٽيفڪيٽ ته سندس موت ٿي چُڪو آهي، ڀُٽي صاحب جي لاش کي رات جو ٻه لڳي پنجٽيهن منٽن تي ڦاهيءَ جي ڦَندي کان ڌار ڪيو ويو. هُن جي ميت کي غُسل ڏنو ويو، جنهن جو انتظام اُتي ئي ٿيل هو. هڪ فوٽوگرافر، جنهن کي هڪ اينٽيليجنس ايجنسي موڪليو هو، گهُرج پٽاندر ڀُٽي صاحب جا ڪجھ فوٽو ڪڍيا. اُنهن تصويرن سان اختيارين جو اُهو شڪ ختم ٿيو، ته ڀُٽي جو طُهر نه ٿيل هو. ڀُٽي صاحب جو اسلامي طريقي موجب طُهر ٿيل هو. پوءِ هُن جي سَرير کي ڪاٺ جي تابُوت ۾ رکي، منجهس گُل وجهي، بند ڪيو ويو ۽ اُهو تابُوت جيل مان ٿي لڳي پنجن منٽن تي خاص گاڏين ذريعي چڪلالا ايئرپورٽ روانو ٿيو. اُن سفر تي به مونکي ڀُٽي صاحب سان گڏ وڃڻو هو. آئون اُنهن گاڏين کي پاڪستان ايئرفورس چڪلالا وٺي ويس، جتي هڪ وي آءِ پي، سي 130 هوائي جهاز اسان جي

اوسيئڙي ۾ بيٺل هو. ڀُٽي صاحب جي ميت سان گڏ 27 پنجاب جو هڪ مُحافظ جَٿو ميجر اشفاق جي نگرانيءَ ۾ ويو، جنهن کي اڳواٽ تيار ڪيو ويو هو. ڀُٽي صاحب جو تابوت باقي پيتين سميت گاڏين مان لاهي هوائي جهاز تي لَڏيو ويو ۽ جهاز جيڪب آباد لاءِ اڏامڻ لڳو. جڏهن اُهو جهاز سَڪيسر مٿان اُڏاميو پئي، جيڪو ميانوالي ويجهو آهي، ته جهاز کي فني خرابيءَ سبب اوچتو واپس موڙيو ويو. جيئن ته آئون هر ڳالهه جو انچارج هو، تنهنڪري اُن جهاز جي عملي جو هڪ عملدار ڪاڪ پِٽ مان لهي مون وٽ آيو ۽ مونکي ٻُڌايائين، ته جهاز ۾ فني خرابيءَ ٿيڻ سبب اسان واپس راولپنڊي وڃون پيا، ۽ اُتان ٻيو جهاز توهان کي جيڪب آباد ڪٽي ويندو. مون اندازو لڳائيندي هُن کان پُڇيو، ته ڇا جهاز جي انجڻن مان ڪنهن انجڻ مان چڻنگ ته نه نڪتي آهي. هُو همراهه اچرج ۾ پئجي ويو ۽ مون کان پُڇيائين، ته اُن جي ڄاڻُ توهان کي ڪيئن ٿي. جيئن آئون هزارين ڪلاڪ سي 130 جهازن تي سفر ڪري چُڪو هوس، ۽ ڪيئي موقعن تي اهڙو تجربو ٿي چُڪو هو، تنهنڪري مون اندازو لڳايو هو. بهرحال، اُن آفيسر مونکي ٻُڌايو، ته ڳڻتيءَ جي ڪا ڳالهه نه آهي. جنهن انجڻ مان عام چڻنگ نڪتي هئي، تنهن کي بند ڪيو ويو آهي ۽ اسان انشاءَالله ٺُرت حفاظت سان واپس راولپنڊي محفوظ طريقي

سان پهچي ويندا سين. اسان واپس چڪلالا ايئربيس تي خيريت سان لٿاسين، نه ته اسان جي قوم آڏو هڪ ڪڏهن به نه سُلجهندڙ هوائي حادثو سامهون اچي ها، ۽ انيڪ قصا ۽ افسانا جنم وٺن ها ۽ اڄ آئون انهيءَ ڳالهه کي ائين سچ لکي قوم تائين پهچائي نه سگهان ها.
چڪلالا ايئربيس تي ٻئي سي 130 جهاز اسان جو اوسيئڙو پئي ڪيو. ڀُٽي صاحب جو تابُوت اُن ۾ چاڙهي اسان پيهر جيڪب آباد لاءِ اُڏام ڪئي. اسان 4 اپريل تي صبح جو ستين وڳي کان ڪجهه منٽ اڳ جيڪب آباد جي هوائي اڏي تي لٿاسين، جتي هڪ هيلي ڪاپٽر اڳيئي اسان جي اوسيئڙي ۾ تيار هو. ايئربيس تي ئي 7 پنجاب ريجمينٽ جو ڪمانڊنگ آفيسر ليفٽيننٽ ڪرنل محمد صادق مون کان ڀُٽي صاحب جو تابُوت ورتو ۽ هيلي ڪاپٽر ۾ رکرائي، ساڍي ستين وڳي صبح نؤديرو لاءِ روانو ٿيو. ڳڙهي خدابخش ۾ ڀُٽي صاحب جي قبر اڳواٽ ئي کوٽيل هئي، جنهن ۾ کيس دفنايو ويو.
ڀُٽي صاحب جي ڦاسيءَ واريءَ خبر کي ڳُجهو رکڻ
جڏهن به بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽو جيل ۾ ڀُٽي صاحب سان ملڻ آيون، ته عام طور گهڻا ڏيهي توڙي پرڏيهي صحافي، ريڊيي ۽ ٽيليويزن جا نمائندا جيل جي دروازي تي گڏ ٿي ويندا هئا. اُن دؤران برٽش براڊڪاسٽنگ

ڪارپوريشن (بي بي سي) ۾ هڪ به پرڏيهي ٽيليويزن ٽيمون جيل جي فلم پرڻ آيون هيون. مونکي چتاءُ ڏنو ويو، ته اهڙي قسم جون ٽيليويزن فلمون جيل تي حملي لاءِ گهٽيون ڪارائتيون ثابت ٿي سگهن ٿيون، تنهنڪري اُنهن ٽيليويزن ٽيمن کي جيل ويجهو اچڻ نه ڏنو ويو. پاڪستان ۾ اُن وقت بي بي سيءَ جو نمائندو مارڪ ٽيلي گهٽي ڏُک ڊوڙ پئي ڪئي، ته جيئن ڪيس اندر جون خبرون ملي سگهن، پر اسان جي اينٽيليجنس ۾ سيڪيورٽيءَ کي چڱو ڦُڙت ۾ هوشيار ڪيو ويو هو. رُڳو اُهي خبرون ميڊيا کي ملنديون رهيون، جيڪي ڀُٽو بيگمون ۾ وڪيل کين ڏيندا رهيا. ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جي خبر کي لڪائڻ لاءِ جيڪي احتياطي اُپاءُ ورتا هئا، سي هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

3 اپريل 1979ع تي صبح جو اِها خبر بيگم نُصرت ڀُٽو ۾ محترمه بينظير کي جيل سپرنٽينڊنٽ نويڪلائيءَ ۾ ٻُڌائي. ڀُٽي صاحب سان ملاقات کان پوءِ ڪنهن به صحافيءَ کي هُنن سان ملڻ نه ڏنو ويو، بلڪ کين جيل ۾ آٽيندڙ رستي بجاءِ ٻئي رستي تان واپس موٽايو ويو. سهالا ريسٽ هائوس کي، جتي کين نظربند ڪيو ويو هو، باقي سڄي دُنيا کان الگ ٿلڳ ڪيو ويو هو. ڪوبه اندر کان ٻاهر ۾ نه ئي ٻاهر کان اندر وڃي سگهيو.

جيل اسٽاف کي ٻڌايو ويو، ته ايندڙ رات جو ڀُٽي صاحب کي ڦاهي ڏني ويندي، تنهنڪري اُن گهڙيءَ کان پوءِ ڪنهن به شخص کي جيل ۾ داخل ٿيڻ ۽ نه ئي ڪنهن کي ٻاهر نڪرڻ ڏنو ويو. اوڏيءَ مهل جيل جي دروازن تي به فوجي پهرو بيهاريو ويو.

جيل جا سمورا رستا بند ڪيا ويا. ٽيليفون جا سمورا رابطا ڪَٽيا ويا، ته جيئن ڪوبه اُها خبر ٻاهر ٻُڌائي نه سگهي. رُڳو 27 پنجاب جي ٽيليفون ۽ وائرليس جو رابطو بحال رکيو ويو. اُن ٽيليفون تي به ڊيوٽي آفيسر مقرر ڪيو ويو، ته جيئن ڪوبه اجايو فون نه ڪري سگهي ۽ نه ئي ٻُڌي سگهي.

ڀُٽي صاحب کي ڦاهي ڏيڻ کان پوءِ ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل جيل واپس پنهنجي رهائش گاهه ڏانهن وڃڻ پئي چاهيو، پر دروازي تي فوجي سپاهين هُن کي ٻاهر وڃڻ نه ڏنو. هُو مون وٽ موٽي آيو ۽ چوڻ لڳو، ته اِهو به ريڪارڊ تي رهندو، ته ڊي آءِ جي جيل کي سپاهين نه رُڳو جيل جي دروازي تي روڪيو، بلڪ لنگهڻ به نه ڏنو. بهرحال، هُن جي بزرگي ۽ رُتبي کي ڄاڻي مون ڪائنس معافي گهُري ۽ جيل کان سندس ٻاهر وڃڻ جو انتظام ڪيو. پر پوءِ مونکي پتو پيو، ته هُن گهر پهچي پنهنجي گهرواريءَ سان ٽيليفون تي ڳالهايو ۽ ڪيس ٻُڌايائين، ته ڀُٽي صاحب کي ڦاهي ڏني

وئي آهي. اُها خبر اوڏيءَ مهل ڪنهن بئي سينيئر اهلڪار کي سندس زال ٻُڌايو، ۽ پوءِ اهو ئي ٿيو جيڪو ٿيندو آيو آهي ۽ ٿيندو ئي رهندو. اُها خبر لاهور کان سرحد پار وئي ۽ دُنيا کي سيپني کان اڳ ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ واريءَ خبر آل انڊيا ريڊيي 4 اپريل 1979ع تي صبح جو ستين وڳي ٻُڌائي.

رات 3/4 اپريل 1979ع تي صحافين پُوري ڊُڪ ڊوڙ پئي ڪئي، ته صحيح خبر ملي سگهي. ويچارن ڀن صحافين کي پنهنجي موٽر سائيڪلن تي جيل جي چؤڌاري چڪر هڻندي رات جو پيٽرول پارٽيءَ وارن جهلي ورتو. انهن کي 27 پنجاب جي ڪئمپ ۾ سندن موٽرسائيڪل سميت بند ڪيو ويو ۽ بئي ڏينهن صبح ڪافي دير کان پوءِ کين ڇڏيو ويو. آئون اُنهن صحافين کان معافي گهُران ٿو.

مونکي پوءِ پتو پيو، ته مارشل لا اختيارين، ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جي خبر لڪائڻ لاءِ ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڪمشنر راولپنڊيءَ کي به وقتائتي ۽ پوري ڄاڻُ نه ڏني هئي.

بيگم نُصرت ڀُٽو ۽ محترمه بينظير ڀُٽو جي پڇاڙڪي ملاقات کان پوءِ ڀُٽي صاحب جا جيڪي مائٽ راولپنڊي ۾ موجود هئا، تِن جي ڀُٽي صاحب سان پڇاڙڪي ملاقات نه ڪرائڻ جو اصل سبب اِهو هو، ته انهن ملاقاتين کان پوءِ اِها خبر لِڪي نه سگهندي.

اختيارين مٿي ڇاڻايل احتياطن سبب ڀُٽي صاحب جي ڦاهيءَ جي خبر ڳُجهي رکڻ ۾ گهٽي حد تائين سوڀارا رهيا هئا.
3 اپريل 1979ع تي پڇاڙڪي ملاقات کان پوءِ بيگم ڀُٽو ۽ محترمه بينظير جڏهن مون سان جيل ۾ مليون، ته بيگم نصرت ڀُٽو، پاڪستان جي صدر سان پنهنجي ذاتي اپيل ڪرڻ پئي گهُري ۽ هُن چاهيو پئي، ته آئون اُن سلسلي ۾ سندس مدد ڪريان. انهيءَ دؤران انهن بيگمن مونکي ٻُڌايو هو، ته ڀُٽو صاحب لاڙڪاڻي ۾ دفن ٿيڻ چاهيندو. 5 اپريل تي مونکي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر چيو هو، ته ڀُٽو بيگمن کي هڪ ٻن ڏينهن ۾ نؤديرو وٺي وڃبو، ۽ مونکي ساڻن گڏ وڃڻو پوندو. مون سوچيو، ته بيگمن سان گڏ اُن سفر دؤران آئون کين پڇاڙڪين گهڙين بابت ٻُڌائي سگهندس، پر اَچاڻ سبب ٻڌاندر مونکي ڀُٽو بيگمن سان گڏ نه موڪليو ويو ۽ آئون هُنن کي ڀُٽي صاحب جي پڇاڙڪين گهڙين، جنهن لاءِ اُهي گهڻو اُتاوليون هيون، نه ٻُڌائي سگهيس.

# ضميمو: 1

## راولپنڊي جيل ۾ ڀُٽي صاحب سان ملاقات ڪندڙ

ڀُٽي صاحب کي 17 مئي 1978ع تي صبح جو ڪوٽ لکپت جيل لاهور کان سينٽرل جيل راولپنڊي آندو ويو. 4 اپريل

1979ع تي هُن کي ڦاهي ڏيڻ تائين اُن جيل ۾ رکيو ويو. اُن دؤران هُن سان ملاقات ڪندڙن جو جيل انتظاميا ۽ خاص ڪري فوجي سيڪيورٽي اختيارين مڪمل ريڪارڊ رکيو. ڀُٽي صاحب سان اُن عرصي دؤران ڪُل چائيتاليهه ماڻهو مليا. ڀُٽي صاحب سان 19 مئي 1978ع تي يارهن لڳي ويهن منٽن تي جيڪو سڀ کان پهرين ماڻهو اچي مليو هو، تنهن جو نالو دوست محمد اعواڻ هو، جيڪو ڀُٽي صاحب جو وڪيل هو. جڏهن ته ٻين ملندڙ ماڻهن ۾ يحييٰ بختيار، غلام علي ميمڻ، بيگم نُصرت ڀُٽو، محترمه بينظير ڀٽو، عبدالحفيظ لاکو، ليفٽيننٽ جنرل ڊاڪٽر شوڪت حسن، محترمه امير بيگم ڀُٽو، ڊاڪٽر اقبال، ڊاڪٽر حفيظ اختر، ڊاڪٽر اسلم ارشد، ڊاڪٽر صديق، ميجر محمد حنيف ڪمبائنڊ مليٽري راولپنڊي، ڊاڪٽر رشيد سينٽرل گورنمنٽ اسپتال راولپنڊي، ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ اڪرام الحق، ڊينٽل سرجن طارق محمود، صديق ڪرل، مسز نسيم الاسلام، مسز منورالاسلام، ڊاڪٽر عظيم، ڊاڪٽر ظفر نيازي، مُجيب پيرزادو، امداد ڀُٽو، مس رخسانه ڀُٽو، مس شبنم ڀُٽو، ڊاڪٽر اصغر علي شاهه جيل ڊاڪٽر، محترمه شيرين امير بيگم، ڊاڪٽر زمان، چوڌري مُختيار احمد، عزيزالرحمان، مظفر علي ڀُٽو، ڊاڪٽر زينت پيٿالوجسٽ سينٽرل اسپتال راولپنڊي، ڊاڪٽر ڪي. اي. عظيم، ڊاڪٽر خالد محمود

اعوانڻ، نبي بخش ڀُٽو، مظفر مُصطفيٰ، بيگم مظفر مصطفيٰ، نسيم الاسلام، منورالاسلام، حفيظ پيرزادو، ياسين وٽو، محفوظ خان ڀُٽو، ممتاز علي ڀُٽو، مُشتاق علي ڀُٽو، طارق الاسلام ۽ محترمه شاهه بانو شامل آهن.
*

# ضميمو: 2

ليکڪ جو تعارف

هِن ڪتاب جو ليکڪ ڪرنل رفيع الدين، جنرل محمد ضياءَالحق سان لاڳاپن ۽ ٻين واسطيدار مامرن بابت پنهنجون ساروڻيون لکيون آهن، جن کي اسان جيئن جو تيئن هتي ضميمي طور ڏيون ٿا، ته جيئن پڙهندڙ ڪرنل رفيع الدين جا ويچار پڙهي، پاڻُ هُن جي سوچ ۽ ڪردار بابت فيصلو ڪري سگهن.

ڪرنل رفيع الدين سيپٽمبر 1933ع ۾ ضلع چڪوال، تعلقي تلا گنگ جي ڳوٺ ڪوٽ قاضيءَ ۾ ڄائو. اوائلي تعليم تلا گنگ ۽ باقي ڪراچيءَ مان ورتي. اپريل 1958ع ۾ پاڪستان مليٽري اڪيڊمي ڪاڪول مان فوجي سِکيا وٺڻ کان پوءِ پاڪ فوج ۾ ڪميشن ورتائين. 19 پنجاب شيرشاهه

بٽالين ڪان پنهنجي فوجي زندگيءَ شروع ڪيائين. 1971ع ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل جي عهدي تي ترقي ماڻي، ساڳي پلٽڻ جي ڪمانَ ماڻي. اَنن ورهين تائين اسپيشل سروس گروپ (ڪماندو) ۾ نوڪري ڪيائين. 1965ع ۽ 1971ع جي پاڪ- هند جنگين ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

17 مئي 1977ع کان 4 اپريل 1979ع تائين ڪرنل رفيع الدين سينٽرل جيل راولپنديءَ ۾ مارشل لا انتظاميا طرفان اسپيشل سيڪيورٽي سپرنٽيندنٽ جا فرض نڀايا، جتي هڪڙي قتل جي مقدمي ۾ ڦاسايل اڳوڻي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀُٽي کي رکيو ويو هو.

ڪرنل رفيع الدين پاڪستان جي نمائندي طور سينٽرل ٽريٽي آرگنائيزيشن (CENTO) ۾ به خدمتون ڏنيون. ڪرنل انڊونيشيا ۽ ملائيشيا ۾ مليٽري اتاشي به رهيو ۽ انٽرسروسز اينٽيليجنس (آءِ ايس آءِ) ۾ مقرريءَ دؤران افغانستان جي جهاد سان به لاڳاپيل رهيو. سروس دؤران هُن مختلف ڪمانَ، سِڪيا ۽ اسٽاف جا فرض نڀايا. آڪٽوبر 1988ع ۾ ڪرنل طور ريٽائر ٿيو. ۽ هاڻي دعوت توڙي تبليغ ۾ رُڌل آهي.

’مونکي جنرل محمد ضياءَالحق سان گڏ مارشل لا لڳڻ کان اڳ ڪم ڪرڻ جو ڪو موقعو نه مليو هو. مون پهريون ڀيرو ضياءَالحق کي تڏهن ڏٺو، جڏهن هُو پاڪستان فوج

جو چيف آف اسٽاف مقرر ٿيو هو، ۽ هُن فوج جي ڪمانَ سنڀالڻ تي اسڪول آف انفينٽري اينڊ ٽيڪٽس ڪوئيٽا جو پهريون دؤرو ڪيو هو، جتي مون چيف انسٽرڪٽر جا فرض نڀايا پئي. اُن موقعي تي به ڳالهه هٿُ ملائڻ يا چاءِ جي ميز تي آمهون سامهون ٿيڻ ۽ دُعا سلام کان اڳتي نه وڌي هئي.

’نومبر 1977ع ۾ منهنجي بدلي انفينٽري اسڪول ڪوئيٽا کان 27 پنجاب ريجمينٽ راولپنڊيءَ ۾ ٿي. اها پلٽڻ 11 بريگيڊ جو حصو هئي. اُن بريگيڊ جي آپريشن ذميداري ته ڪنهن ٻئي هنڌ هئي، پر اُنهن ڏينهن اُن جو ڪم راڄڌاني اسلام آباد- راولپنڊي جي علائقي سميت پريزيڊنسيءَ جو بچاءُ هو. مارشل لا لڳڻ سبب اُن بريگيڊ تي اهم ذميداري هئي. 1978ع جي رمضان مهيني ۾ ٽنهي ڪمانڊنگ آفيسرن ۽ اُهي جوانَ، جيڪي صدر صاحب جي حفاظت تي مقرر هئا، تن کي آرمي هائوس، جتي صدر صاحب رهيل هو، ۾ افطار تي گهُرايو ويو.

افطاري ۽ مغرب جي نماز کان پوءِ اُهي سڀ کاڌي جي ميز تي گڏ ٿيا. جنرل محمد ضياءَالحق صاحب اچي منهنجي ڪُرسيءَ سان گڏ رکيل ڪُرسيءَ تي ويٺو. اصل ۾ اُن دعوت ۾ وڃڻ کان اڳ مون سوچيو هو، ته جيڪڏهن مونکي صدر صاحب سان گڏ ايترو ويجهو ويهي هڪ اڌ

ڪلاڪ ڪاڌي تي گهارڻو پيو، ته آئون ساڻس ڇا ڳالهائيندو. شروع ۾ دُعا سليڪ ڪان پوءِ ضياءَالحق مون ڪان پُڇيو: ڇا تون اسٽاف ڪاليج ڪري ورتو آهي. جيئن ته آئون اسٽاف ڪاليج وڃي نه سگهيو هوس، تنهنڪري مون جنرل صاحب کي جواب ڏنو: آئون فوجي لحاظ کان اَڻپڙهيل آهيان. هُو منهنجو مطلب سمجهي نه سگهيو ۽ سوال واري انداز ۾ مون کان پُڇيائين: ڪرنل رفيع، تنهنجو ڇا مطلب آهي. تڏهن مون کيس تفصيل سان ٻُڌايو: سائين، جن ڏينهن ۾ مون کي اسٽاف ڪاليج جو امتحان پاس ڪرڻو هو، تن ڏينهن ۾ آئون اسپيشل سروس گروپ ۾ هوس، جتي اُهي اهڙين حالتن ۾ ڦاٿل رهيا، جو اسٽاف ڪاليج جو مونکي ويچار به نه آيو، ۽ جڏهن اُن اهم رُتبي جو ويچار آيو، ته تنهن وقت بدقسمتيءَ سان منهنجي ڄمار وڌي چُڪي هئي، جنهن سبب آئون اها ڊگري وٺي نه سگهيس. جنرل صاحب چيو: ڪا ڳالهه نه آهي، تون اينڊڙ ڪورس لاءِ هليو وڃ. پر مون جنرل جو ٿورو مڃيو، ۽ سوچڻ سمجهڻ بغير چيم: سائين، هاڻي جيئن ته آئون ڄمار، سروس ۽ عهدي ۾ گهڻو اڳتي وڌي چُڪو آهيان، جو اسٽاف ڪاليج ۾ اٽڪل سمورا اُستاد مون کان جونيئر آهن، ۽ ڪيترائي ته يونٽ ڪمانڊر ڪورس ۾ به منهنجا شاگرد رهي چُڪا آهن، تنهنڪري آئون اهڙين حالتن ۾ اسٽاف ڪاليج وڃڻ نه چاهيندس. جنرل

صاحب چيو: اِها تنهنجي پنهنجي مرضي آهي، پر اُن اهم ڏڪريءَ سان ڪنهن فوجي آفيسر جو نه رُڳو سرڪيوليشن قدر وڌي ٿو، بلڪ اڳتي ترقيءَ جا موقعا به ملن ٿا. مون اُن رات الائي ڇو ايڏو اڏولتا سان جواب پئي ڏنا. مون جنرل ضياءَ کي چيو: سائين توهان رڳو چيف آف آرمي اسٽاف ۽ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ئي نه، بلڪ مُلڪ جا صدر به آهيو، پر منهنجو پروموش، نفعو يا نقصان رڳو الله تعاليٰ طرفان ئي ٿيڻو آهي. (اِهو مون پنهنجي شهادت واري آڱر آسمان ڏانهن کڻندي چيو هو.) جيڪڏهن توهان انهن سمورن عهدن جي هوندي به چاهيو، تڏهن به ائين نٿا ڪري سگهو. منهنجي اُن جواب جنرل ضياءَالحق صاحب کي مُنجهائي وڌو. ضياءَالحق مون سان گڏ ويهي مونکي پوري ڌيان سان ٻُڌو پئي، پر اُن جواب تي هُو مون ڏانهن ٿورو جهُڪيو ۽ اکين ۾ گهوري منهنجي اندروني حالت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ڪجهه گهڙيون مونکي ڏسڻ کان پوءِ جنرل چيو: توهان ٺيڪ پيا چئو، هر نفعو يا نقصان رڳو الله تعاليٰ جي مرضيءَ پٽاندر ئي ٿي سگهي ٿو. پر هُو منهنجي اکين ۾ ڪجهه گهڙيون ويتر وڌيڪ ڌيان سان ڏسندو رهيو. پوءِ هُو ڪجهه ماٺار کان پوءِ ٻين ٻن ڪمانڊنگ عملدارن، جيڪي ميز جي ٻئي پاسي ويٺل هئا،

ڏانهن ڏيان ڏنو ۽ ٻنهي ڄڻن کان سندن يونٽ بابت ڪجھ سوال ڪيائين.

’اُن دؤران مون سوچيو، ته ماني کائڻ مهل آئون جنرل صاحب سان ڪهڙن موضوع تي ڳالهايان. منهنجي دماغ ۾ رُڳو ٽي نُڪتا آيا: پهريون نظامِ مصطفيٰ، ٻيو ٻئنڪن جو وياجي نظام ۽ جنرل صاحب جي صدر ٿيڻ طور نيون سياسي ذميداريون. جڏهن هُن ٻين ڪمانڊنگ آفيسرن سان ڪچهري ختم ھئي، ته مون جنرل کان پُڇيو: سائين، توھان صحافين کي ڪجھ پيرا نظامِ مصطفيٰ کي صحيح معنيٰ ۾ لاڳو ڪرڻ بابت چيو آھي. توھان اُن کي ھلائڻ تي ڪيئن پيا ويچاريو. جنرل ضياءَ مونکي تفصيل سان ٻُڌايو، ته پاڪستان ٺاهڻ جو مقصد ڪهڙو ھو ۽ پوءِ چيائين: جيستائين اسان نظامِ مصطفيٰ کي صحيح معنيٰ ۾ رواج ۾ نه آڻيندا سين، تيستائين اسان اُھو مهانَ مقصد ماڻي نه سگهندا سين.

’مون پوءِ جنرل کان پُڇيو: سائين، اسلامي نظام لاڳو ڪرڻ ۾ هُن جي ويچار ۾ ڪيترو وقت لڳندو؟ جنرل ضياءَالحق کي مارشل لا هڻندي ۽ وري اسلامي نظام لاڳو ڪرڻ بابت بيان ڏيندي گهڻو وقت گُذري چُڪو ھو. هيڏانهن ھر وطن دوست اِهو چاهيو پئي، ته وعدي مطابق چوندون ٽُرت ٿين ۽ جيڪڏهن نظامِ مصطفيٰ جو آغاز ٿئي، ته پوءِ واھ واھ!

جنرل صاحب وراڻيو: اُن نظام کي رائج ڪرڻ ۾ هُن کي ڪجھ وقت لڳندو. مون اُن رات جنرل صاحب سان پوري ويساھ ۽ پروسي سان ڳالهايو پئي. مون جنرل ضياءَ کي چيو: سائين، جيڪڏهن توهان پنهنجي پوري طاقت ۽ ايمان سان هن ڪم کي مڪمل نه ڪيو، ته اسلامي نظام به لوڪشاهيت، آمريت ۽ سماجواد، جيڪو ترتيبوار قائداعظم، ايوب خان ۽ ڀُٽي صاحب کان پوءِ ناڪام ٿي ويا هئا، ناڪام ٿي ويندو.

’مون وري چيو: جيڪڏهن اسلام نظام به بي دليءَ سان رڳو سياسي نعري طور رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، ته پوءِ شايد دُنيا چوندي، ته اهو به ٻين نظامن جيان پنهنجو لاڀُ وڃائي چُڪو آهي، ۽ پوءِ سامياوادَ ۽ سيڪيولرمَت کي ڪوبه روڪي نه سگهندو. جنرل ضياءَ مونکي ڏاڍي ڌيان سان ڏنو ۽ ڪجھ گهڙين کان پوءِ پنهنجي انداز ۾ مُرڪندي چيائين: رفيع، ڳڻتي نه ڪر، ايئن هرگز نه ٿيندو.

’مونکي جيئن ته بئنڪن جو وياجي نظام بغير هلڻ ناممڪن ڏسڻ ۾ پئي آيو، تنهنڪري مون ڪجھ گهڙين جي ماٺ کان پوءِ جنرل صاحب کان پُڇيو: سائين، توهان جي حڪومت اسلامي طريقي سان بئنڪنگ کي هلائڻ بابت ڪيئن پئي سوچي. هُن وراڻيو: ڪجھ ڏينهن اوسيئڙو ڪريو. ماهرَ اُن

تي ڪم ڪن پيا ۽ تُرت بئنڪن مان وياجي نظام ختم ڪيو ويندو.
’مون ڪچهريءَ کي جاري رکندي پُڇيو: سائين، توهان هڪ سپاهيءَ مان سياستدان بڻجي ڪيئن پيا پائيو؟ ته جنرل ضياءَالحق وري مُرڪندي ورائيو: رفيع صاحب، اِهو وڏو تجربو آهي. هُو مُلڪ ۽ قوم لاءِ پلي ڪيترو ئي سُٺو منصوبو سوچي، پر اسان جا سياستدان اُن جي ضرور مخالفت ڪن ٿا ۽ بدقسمتي اِها آهي، ته ڪوبه اُن بجاءِ پنهنجو صحيح حل نٿو ٻُڌائي، بلڪ رُڳو مخالفت ئي ڪن ٿا. سياسي ۽ فوجي سوچ ۾ اُهو ئي وڏو فرق آهي. مون موٽ ۾ چيو: سائين، توهان تُرت انهن جي سياست به سمجهڻ لڳندا. انهيءَ ڳالھ تي هُو مُرڪيو ۽ چيائين: ها، ڪوشش ته ڪريان پيو.
’منهنجو ويچار هو، ته جنرل ضياءَ مون سان ڀُٽي صاحب بابت يا جيل جي حالتن تي ڪجھ ڳالھ ضرور ڪندو، پر هُن ايڏانهن ڪو اشارو به نه ڏنو. پوءِ منهنجي جيل ۾ مقرريءَ دؤران به جنرل ضياءَ اُن مامري تي ڪڏهن اشاري ۾ به ڳالھ نه ڪئي، تنهنڪري مونکي شڪ ٿيڻ لڳو، ته جنرل ضياءَ کي منهنجي جيل وارين ذميدارين جي الاءِ ڄاڻ به آهي يا نه. ايستائين جو 1978ع جي ٻيءَ عيد جي موقعي تي جڏهن آئون آرمي هائوس ۾ هُن سان عيد

ملڻ ويس، ته جنرل ضياءَ مونکي پاڪر پائي، منهنجي ڪَنُ ۾ پُٽڪندي چيائين: رفيع صاحب، ڪهڙا حال آهن توهان جا؟ تڏهن مونکي پڪ ٿي، ته هُو مونکي چڱيءَ طرح سُڃاڻي ٿو.

’افطار ۾ مانيءَ کان پوءِ پين ڪمانڊنگ آفيسرن سان گڏ مون به اجازت ورتي. جنرل صاحب مون سان ڏاڍي گرمجوشيءَ سان هٿُ ملايو. منهنجي گهر پهچڻ جي ٿيهن چاليهن منٽن کان پوءِ مونکي صدر صاحب جي مليٽري سيڪريٽري بريگيڊيئر ظفر (مرحوم) ٽيليفون ڪيو ۽ ٻُڌايائين: صدر ضياءَالحق صاحب ٻن ڏينهن ۾ عمري لاءِ سعودي وڃي پيو، ۽ هُو چاهي ٿو، ته توهان به هُن سان گڏ وڃو، تنهنڪري تنهنجي لاءِ جنرل ضياءَ چيو آهي، ته تون پنهنجو پاسپورٽ ٻئي ڏينهن صبح پرڏيهي آفيس اسلام پهچاءِ.

’آئون صدر صاحب جي خاص فلائيٽ ۾ هُن سان گڏ مُڪي شريف ويس. اسان هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات مُڪي ۾ گهاري ۽ ٻه ڏينهن ۽ هڪ رات مدينه مُنوره ۾ رهياسين، جتي اسان سعودي حڪومت جا شاهي مهمان هئاسين. پر شام جي ماني ۽ سحري کانسواءِ اسان سڄو وقت حرم شريف ۽ مسجدِ نبويءَ ۾ گهاريو. مون جنرل محمد ضياءَالحق صاحب کي سڄي رات نفل پڙهندي يا تلاوت ۾

رُڌل ڏنو. جنرل صاحب جي اُن لڳن منهنجي دل ۾ اُن لاءِ اَٿاهه عقيدت ۽ احترام پيدا ڪيو. اُن سفر ۾ منهنجي جنرل صاحب سان ڪيئي ڀيرا ملاقات ٿي، پر سلام دعا کان سواءِ ڪا خاص ڳالهه ٻولهه نه ٿي. موٽڻ کان پوءِ جيڪڏهن آئون راولپنڊيءَ ۾ موجود هوندو هوس، ته هر عيد تي جنرل صاحب سان عيد ملندو رهيس. جنرل ضياءَ مون سان اهڙن موقعن تي ڏاڍي گرمجوشيءَ سان ملندو هو.

’پُٺي صاحب جي ڦاهيءَ کان پوءِ منهنجي پلٽڻ واپس چانوٽي ۾ منتقل ڪئي وئي. ڪجهه هفتن کان پوءِ مونکي مليٽري سيڪريٽري، جنرل هيڊڪوارٽر ۾ گهُرايو. ملاقات ۾ هُن مونکي ٻُڌايو: اينٽيليجنس رپورٽن موجب تنهنجي زندگيءَ کي جوکو آهي، تنهنڪري صدر صاحب کيس حُڪم ڏنو آهي، ته توکي ٻاهر ڪنهن ملڪ ۾ مليٽري اتاشي بڻائي موڪليو وڃي. انهن فرضن لاءِ توکي ملڪ کان ٻاهر وڃڻ جي تياري ڪرڻ کپي.

’ڪجهه ڏينهن کان پوءِ منهنجي بدلي پيهر انفينٽري اسڪول ڪوئيٽا ۾ ڪئي وئي، جتي 1980ع جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ هڪ دعوت ۾ منهنجي ۽ جنرل ضياءَالحق جي پاڻُ ۾ ملاقات ٿي. جنرل، مون کان پُڇيو: ڪرنل رفيع، تون اجا تائين هتي آهين. مون کيس ٻُڌايو: مونکي ٻاهر موڪلڻ جا حُڪم مليا هئا، پر اَڻڄاتل سببن خاطر اجا تائين مٿن عمل نه

ٿيو آهي. جنرل صاحب پنهنجي مليٽري سيڪريٽري کي ڪجھ هدايتون ڏنيون، ۽ مونکي نيٺ 1981ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ جڪارتا ايمبيسيءَ ۾ ڊيفينس اتاشي مقرر ڪيو ويو.
’جنرل ضياءَالحق صاحب 1982ع جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ انڊونيشيا ۽ ملائيشيا جو سرڪاري دؤرو ڪيو. اچڻ تي هُو مون سان ۽ منهنجي گهرواريءَ سان مليو. دؤري مهل مون جنرل ضياءَ کي انڊونيشيا، ملائيشيا، سنگاپور ۽ برونائي تي بريفنگ ڏني، ۽ هُن جو فوجي لحاظ کان دؤري جو اهتمام ڪيو، جنهن تي هُو ڏاڍو خوش ٿيو. اُن دؤري دؤران مون جنرل سان چڱو وقت الڳ ٿلڳ به گهاريو. جيئن ته جنرل ضياءَ رات دير تائين گهڻو ڪم ڪندو هو، تنهنڪري مون هُن سان گڏ ڪيئي ڪلاڪ گهاريا ۽ کيس خاص ڪري انڊونيشيا جي فوجي حڪومتي نظام تي چاڻُ ڏني ۽ هُن جي ڪيئي شَڪن جا جواب ڏنا. اُن دؤري مهل به هُن سرڪاري ڪم ڪانسواءِ ڪنهن ٻي ڳالھ تي مون سان ڪا ڳالھ ٻولھ نه ڪئي.
’آئون آڪٽوبر 1984ع ۾ واپس پاڪستان آيس. شايد منهنجي اسپيشل سروس گروپ ۽ اينٽيليجنس جي ٻگهي تجربي آڌار مونکي انٽر سروسز اينٽليجنس اسلام ۾ هڪ خاص ڪم سونپيو ويو. اُنهن فرض نڀائڻ مهل مونکي صدر

جنرل ضياءَالحق سان ڪيئي ڀيرا ملاقات جو موقعو مليو. جيئن ته اسان جي ڪم جي نوعيت قومي لحاظ کان گهڻو اهم هئي، تنهنڪري عام طور ٻن ٽن مهينن ۾ صدر صاحب اٽڪل هڪ ڏينهن صبح کان شام تائين آءِ ايس آءِ جي اُن کاتي ۾ گُذاريندو هو، جتي ٻپهريءَ ۽ ڪيئي ڀيرا ٽيپهريءَ جون نمازون به پڙهندو هو. اهڙي موقعن تي صدر صاحب کي لاڳاپيل عملدار، آءِ ايس آءِ جي ڪارڪردگيءَ تي بريفنگ ڏيندا هئا ۽ ايندڙ منصوبي تي به بحث ٿيندو هو. اُنهن ڏينهن ۾ مونکي ڪيئي پرڏيهي اهم شخصيتن سان صدر صاحب جي ملاقاتن جو به بندوبست ڪرڻو پوندو هو، جن ۾ پرڏيهي کاتي ۽ پروٽوڪول وغيره جو ڪوبه عمل دخل نه هوندو هو؛ بلڪ انهن کاتن کي اهڙين ملاقاتن جي ڄاڻُ به نه هوندي هئي. اُن عرصي ۾ مون کي دنيا جي سڀ کان زبردست ۽ ڏسڻ ۾ نه ايندڙ حڪومت جي اڳواڻ سان ڊگهين ملاقاتن جو به موقعو مليو. انهن ڪجھ ورهين دؤران منهنجي جنرل ضياءَالحق سان ڪڏهن ڪا نجي ڳالهه نه ٿي، بلڪ سندن ڳالهه سدائين رُڳو قومي ذميدارين تائين محدود رهي.

’1987ع جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾، مون صدر صاحب جي مليٽري سيڪريٽري کي چيئي، ساڻس ملاقات جو وقت ورتو، جنهن دؤران مون هُن کي ٻُڌايو: منهنجا ڪجھ

دوست ڪيس مشورو پيا ڏين، ته مونکي پنهنجون ساروٽيون لکڻ گهُرجن. جنرل ضياءَالحق جنهن تنهن وقت مون سان ڏاڍي سُٺي موڊ ۾ ڳالهايو پئي، سو منهنجي ڳالھ ٻُڌندي ئي هڪدم باھوڙجي پيو ۽ مونکي چيائين: ڪرنل رفيع، پُٺي کي مُئي ڪيئي ورهيه گُذري چڪا آهن، ۽ ماڻهو هُن کي وساري چُڪا آهن، ايستائين جو هُن جا پنهنجا مائٽ به ڪيس وسارڻ وارا آهن. مونکي جنرل ضياءَ الحق سخت لهجي ۾ ڏمڪي ڏني، ته مونکي عقل کان ڪم وٺڻ گهُرجي. اُن گهڙيءَ هُو مُرڪندڙ جنرل نه هو، بلڪ گهٽ ۾ گهٽ مون جنرل ضياءَالحق کي ڪڏهن به اهڙيءَ حالت ۾ نه ڏٺو هو ۽ نه ئي ٻُڌو هو. هُو ملاقاتي ڪمري ۾ پنهنجي ڪُرسيءَ سان اُن مُوڊ ۾ اُٿي بيٺو ۽ مون به اُٿي ساڻس هٿ ملايو. مون جيئن ٻاهر نڪرڻ لاءِ ٻه چار وکون کنيون، ته هُن مونکي چيو: ڪرنل رفيع، جيڪڏهن تنهنجو ڪڏهن ڪو مسئلو هُجي، ته اُهو ضرور منهنجي ڌيان ۾ آڻجانءِ. ۽ نصيحت ڪيائين، ته آئون پنهنجو دماغ ٿڌو رکان ۽ آسودو رهان، ۽ مُردن کي قبر مان ڪڍڻ جي ڪوشش نه ڪريان. مون پنهنجي گهٽ عقليءَ تي پڇتايو ۽ ماٺ ٿي ويس، ۽ مايوسيءَ سان ايوان صدر مان موٽي آيس.

’مارچ 1988ع ۾ مون پنهنجي پُٽ جي شاديءَ جي موقعي تي صدر جنرل ضياءَالحق صاحب کي وليمي جي دعوت

جو ڪارڊ هڪ خط سان گڏ موڪليو. مونکي اطلاع ڏنو ويو، ته صدر صاحب جي بيگم صاحبه علاج لاءِ ملڪ کان ٻاهر ويل آهي، البت جنرل صاحب اُن موقعي تي پاڻ اچي حاضر ٿيندو. وليمي تي صدر صاحب پرل ڪانٽيننٽل راولپنڊي آيو. هُو اُن شام جو ڏاڍو خوش هو، ۽ مونکي ٻُڌايائين: هڪ اهم آمريڪي وفد سان مونکي ملڻو هو، پر تنهنجي پُٽ جي شاديءَ ۾ مون لاءِ ڪا گهڻ ضروري نه هئي. هُن گهوٽ ۽ ڪُنوار کي سوکڙيون ڏنيون ۽ چڱي دير پارٽيءَ ۾ موجود رهيو. وڃڻ مهل منهنجي ٿورن کان پوءِ هُن مونکي منهنجي زال ۽ اسان جي پُٽ ڊاڪٽر ناصر رفيع ۽ نُنهن رُباب ناصر سميت ايوان صدر ۾ چاءِ تي گهُرايائين. جيئن ته بيگم ضياءَالحق صاحبه علاج لاءِ ملڪ کان ٻاهر گهڻو عرصو گهاريو هو، تنهنڪري اسان اُن دعوت ۾ وڃي نه سگهياسين. ۽ پرل ڪانٽيننٽل ۾ مُنهنجي جنرل ضياءَالحق صاحب سان اُها ملاقات آخري ثابت ٿي.'

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Political_Litrature/Book8/Book_page1.html

http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Political_Litrature/Book8/Book_page11.html